# اقتصادي انصاف

جان رسڪن جي ڪتاب "آن ٽُو دِس لاسٽ"
جو سنڌي ترجمو

مترجم
غلام رضا نوازعلي پنو



سنڌي ادبي بورڊ
حيدرآباد سنڌ
پاڪستان

ڇاپو پهريون    فيبروري ۱۹٦۴ع    تعداد ۱۰۰۰



قيمت ۳-۰۰

ملڻ جو هنڌ:
(۱) سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال،
۳- ڪئنٽونمنٽ، حيدرآباد سنڌ.
(۲) سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال.
سنڌ اسيمبلي بلڊنگ، بندر روڊ،
ڪراچي.

هي ڪتاب محمدابراهيم جويي، اعزازي سيڪريٽري، سنڌي ادبي بورڊ. سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپايو ۽ شايع ڪيو.

# انتساب

پنهنجي والد مرحوم ڏانهن ھيءَ پنهنجي نمائي
ڪوشش منسوب ڪريان ٿو، جنهن هميشه
مون تي پنهنجي پاجهه ۽ شفقت جي نگاهه رکي،
۽ جنهن جي دل ۾ هميشه انسان دوستيءَ جا
جذبا موجود هئا.

— مترجم

# فهرست

# ديباچو

هيءُ ڪتاب، "اقتصادي انصاف"، انگلنڊ جي مشهور اديب، جان رسڪن جي ڪتاب "اَن' ٽُودس' لاسٽ" (Unto This Last) جو سنڌي ترجمو آهي. هن ترجمي جو ڪم آڪٽوبر ١٩٥٦ع ۾، سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان سنڌيءَ ۾ ايم. اي. فائينل جي تڪميل واسطي منهنجي سپرد ڪيو ويو. جيتوڻيڪ ستن مهينن جو عرصو ٿورڙي دقيق ڪتاب جي ترجمي ڪرڻ لاءِ ڪافي نہ هو، تنهن هوندي بہ هر ممڪن ڪوشش ونئي، سال ١٩٥٧ع جي ساليانې امتحان لاءِ وقت اندر پورو ڪري پيش ڪيو ويو.

ساري ڪتاب ۾ اقتصادي ۽ سياسي مسئلن کي انصاف ۽ ايمانداريءَ جي اصولن جي روشنيءَ ۾ پيش ڪيو ويو آهي. رسڪن پنهنجي مطلب سمجهائڻ ۾ خصوصاً انجيل جا ڪيترا ٽڪرا حوالي طور ڏنا آهن. انهيءَ سان گڏو گڏ هن يوناني ڏند ڪٿائون، ۽ سماجي، سياسي ۽ اقتصادي علمن جا اصطلاح ۽ غير مروّج محاورا بہ استعمال ڪيا آهن.

اصل ڪتاب ٻوليءَ ۽ طرز جي خيال کان تمام اوکو آهي. ان ڪري ان جي غير مانوس لفظن جون سمجهاڻيون چڱيءَ طرح ڏيڻ لاءِ، اصلوڪي ڪتاب ۾، مصنف طرفان حاشيا ڏنل آهن، جن جو ترجمو پڻ ڪتاب سان شامل ڪيو ويو آهي.

مصنف جي سوانح حيات ۽ تصنيفن جو ذڪر خواه اصلو ڪي ڪتاب ”آن‘ تُو د س‘ لاسٽ“ بابت تنقيد، مقدمي ۾ ڏني ويئي آهي. مترجم طرفان سمجهاڻيون ”تشريحات“ جي عنوانن سان، ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ ڏنيون ويون آهن. ڪتاب جي متن تي نمبر ڄاڻائي، تشريحات ۾ اهي ساڳيا نمبر ڏنا ويا آهن. ترجمي ڪندي، جن ٻه ڪتابن مان مون ڪم ورتو آهي، تن جا نالا آخر ۾ ڏنا ويا آهن.

آءٌ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جي صدر، محترم ڊاڪٽر نبي بخش صاحب بلوچ، جو شڪرگذار آهيان، جو هن صاحب منهنجي هن ڪم ۾ رهنمائي ڪئي آهي. مسٽر محبوب علي چنا، سابق پرنسپال، سروري ڪاليج هالا، جو ٿورائتو آهيان، جو هن صاحب هن مشڪل ڪم ۾ منهنجي مدد ڪئي آهي. آءٌ سنڌ يونيورسٽيءَ جي موجوده رجسٽرار، محترم محمد حسين صاحب، ۽ فادر انو سينٽ، هيڊ ماسٽر، سينٽ بونا وينچر هاءِ اسڪول حيدرآباد، جو پڻ ممنون آهيان، جو هنن صاحبن علي الترتيب اقتصادي محاورن ۽ انجيل جي اهم لفظن سمجهاڻڻ ۾ منهنجي مدد ڪئي آهي. هن سلسلي ۾ آءٌ پنهنجن دوستن، مسٽر شفيع محمد ميمڻ، ريڊر سنڌ يونيورسٽي، مسٽر غلام محمد، ائڊوڪيٽ، هالا، ۽ ڊاڪٽر محمد اشرف، هالا، جو به ٿورائتو آهيان، جن مون کي هن مشڪل ڪم ۾ مفيد مشورا ڏنا آهن. پنهنجي رفيقن، خصوصاً مسٽر محمد يوسف، مسٽر محمود، ۽ حافظ محمد علي اسسٽنٽ ماسترن ۽ پنهنجي شاگردن

ڪي ٻه وساري نٿو سگهان، جن هن ترجمي جي ڪتابت ۾ منهنجي ڪافي مدد ڪئي آهي.

آخر ۾، آءٌ پنهنجي محترم ۽ عزيز دوست، محمد ابراهيم جويي، سابق سيڪريٽري، سنڌي ادبي بورڊ، جو خاص ٿورائتو آهيان، جو هن صاحب موں کي هن ڪتاب جي تيار ٿيڻ ۾ وقتاً فوقتاً نهايت مفيد مشورا پئي ڏنا آهن، پر، ٻوليءَ توڙي ترجمي جي صحت جي لحاظ کان، ڪتاب جي متن تي پڻ تفصيلي نظرثاني ڪئي آهي.

سکر،

٢٠- جون، ١٩٦٢ع — غلام رضا نوازعلي پٺو

# مقدمو

## جان رَسڪِنَ جي زندگي ۽ تصنيفات

جان رسڪن ١٨١٩ع ۾ ڄائو، ۽ ١٩٠٠ع ۾ گذاري ويو. هو هڪ شراب جي واپاريءَ جو سڪيلڊو پٽ هو. سندس نيپاج نيٺ عيسائي مذهب جي نيمن ۽ تقاضائن مطابق ٿيو. اڃا ننڍڙو ئي هو، ته "انجيل"، پوپ (Pope) جي "هومر" ("Homer")، اسڪاٽ (Scot) جي ناولن، ۽ "پلگرمس پراگريس" ("Pilgrim's Progress") جهڙن مشهور ڪتابن سان روشناس ٿيو. انهن سڀني ڪتابن جو سندس زندگيءَ ۽ تصنيفات تي گهرو اثر پيو.

سندس والد اڪثر تجارت جي سلسلي ۾ مسافريون ڪندو هو؛ تنهنڪري هن کي به پنهنجي پيءُ ماءُ سان گڏ مسافريءَ ڪرڻ جو موقعو ملندو رهيو. انهيءَ ڪري، ننڍڙيءَ عمر ۾، انگلينڊ، سئٽزرلئنڊ ۽ اٽليءَ جهڙن وڻندڙ ملڪن جي اندرين ڀاڱن جي ڏسڻ جو موقعو مليس. سندس والده، قدرتي نظارن کي، هن جي تعليم جو ذريعو ڪري، استعمال ڪندي هئي. اهڙي نموني پرورش پاتل "جان"، ننڍيءَ اوسنا ۾ ئي، ادبي تصنيفات جي لکڻ جو لائق بڻجي ويو. ستن سالن جي عمر ۾، هڪ شعر لکيائين، جنهن ۾ ڪڪرن، وڄ ۽ گجگوڙ

جو بيان ڏنل هو. نون سالن جي ڄمار ۾، ”ڪائنات“ جي موضوع تي هڪ شعر لکيائين. جڏهن پندرهن سالن جو ٿيو، ته هڪ مقالو ”دي جيالاجيڪل اسٽرئٽا آف مائونٽ بلئنڪ“ (مائونٽ بلئنڪ جو طبقات الارضي معائنو- The Geological Strata of Mount Blanc) ڇپي پڌرو ڪيائين.

هيتريءَ تربيت جي باوجود، سندس لياقتن اجا پوري ڪماليت حاصل نہ ڪئي هئي. جڏهن آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ ۾ بي. اي. جي امتحان لاءِ تياري ڪري رهيو هو، تہ مائس، سندس نظرداري ڪرڻ جي خيال کان، وٽس انهيءَ شهر ۾ رهي هئي، ۽ پاڻ ماءُ سان هر روز گڏجي شام جي چانهہ پيئندو هو. هن عرصي ۽ شاديءَ واري ناخشگوار زماني کان سواءِ، باونجاهہ سالن جي ڄمار تائين، باقي سمورو وقت هو پنهنجي لنڊن واري گهر ۾ رهندو آيو، جتي پنهنجي ماءُ کي هرروز انجيل جا ٽڪرا پڙهي ٻڌائيندو هو. جيتوڻيڪ ماءُ سان مذهبي متن ۾ همخيال رهڻ گهڻو اڳ ڇڏي ڏنو هئائين، تاهم هن جو گهڻو احترام ڪندو هو.

ٽرنر (Turner) جهڙي مصور پنهنجي لياقت جو سڪو اجا ڪونہ ڄمايو هو، تنهن کان اڳ رسڪن سندس تصنيفات جو دلداده رهيو. سترهن سالن جي عمر ۾، رسڪن، ٽرنر سان اختلاف رکندڙ نقادن کي، هن جي بچاءَ ۾ اطمينان بخش جواب ڏنا، ۽ ان سلسلي ۾ سندس ”ماڊرن پينٽرس“ (”جديد مصور“- ”Modern Painters“) ڪتاب جي پهرئين جلد جي شايع ٿيڻ سان فني دنيا ۾ هلچل مچي ويئي، ۽ رسڪن جي

ھن ڪتاب جي اھڙيءَ مشھوريءَ ٽرنر جي نالي کي ھرھنڌ چمڪايو ۽ مشھور ڪيو.

ھن جي تصنيف جو گيچ پاڳو، جنھن جو فن سان واسطو آھي، سو پندرھن سالن جي عرصي ۾ تيار ٿيو. ”سيون لئمپس آف آرڪيٽيڪچر“ (”عمارتسازيءَ جا ست شمعدان“- ("Seven Lamps of Architecture") جي ڇپجي پڌري ٿيڻ سان، ھن جي علم و ادب ۾ پيدا ٿيل عام دلچسپيءَ ۾ وڏيڪ اضافو ٿيو. ان بعد ”استونس آف وينس“ (”وينس جا پٿر“-"Stones of Venice") جنھن کي ڪارلائل (Carlyle) ”سرمنس ان استونس“ ("Sermons In Stones") يعني ”پٿرن ۾ معرفت جا دفتر“ ڪري سڏيو آھي، سو بہ جلد ئي ظاھر ٿيو. ان ڪتاب ۾ وينس واري گوٿي طرز تعمير (Gothic architecture of Venice) کي فن عمارتسازيءَ جو ھڪ اھو مثال بيان ڪيو ويو آھي، ”جنھن جي ھرنشان ۾ قومي ايمان ۽ ڏھريلو اخلاق جا آثار موجود آھن.“

١٨٤٨ع ۾، يوفيميا گري (Euphemia Gray) نالي ھڪ عورت سان شادي ڪيائين. ننڍي ھوندي ان عورت جي استدعا تي ھڪ پرين جي آکاڻي (The King of Golden River) ”سونيءَ نديءَ وارو بادشاھہ“ جي سري سان لکي ھئائين. افسوس، جو جنھن دل گھريءَ محبوب سان شادي ڪيائين، سا ھميشہ لاءِ سندس ٿي رھڻ لاءِ تيار نہ ٿي. ڪجھہ وقت گذرڻ بعد، يعني ١٨٥٣ع ۾ پنھنجي ھن زال کي مجبور

تي طلاق ڏنائين. اڳتي هلي، ان مائيءَ وري هڪ نقاش، سرجان ملائس (Sir John Millais) سان شادي ڪئي.

ان بعد، رسڪن پنهنجي زندگي ليڪچرار جي حيثيت سان شروع ڪئي. ورندي سال وري ”ورڪنگ مينس ڪاليج“ (مزدورن جو ڪاليج - Working Men's College) ۾ جيڪو عيسائي اشتراڪيت (Christain Socialism) جو هڪ مرڪز هو، ايف. ڊي. مارس (F. D. Maurice) ۽ چارلس ڪنگسلي (Charles Kingsley) سان آرٽس ليڪچرار جي حيثيت سان همڪار رهيو.

سن ۱۸۵۷ع ۾، مئنچيسٽر ۾، فن جي سياسي اقتصاديت (political Economy of Art) جي موضوع تي تقريرون ڪيائين، جي بعد ۾ ”اي جاءِ فار ايور“ (A joy For Ever) (”دائمي مسرت“) جي عنوان سان شايع ٿيون. هنن ليڪچرن مان سندس سماجي خدمت جي ابتدائي رجحان جو پتو پوي ٿو، ۽ انهيءَ سماجي خدمت جي جذبي سندس زندگيءَ جي باقي حصي تي بلڪل گهرو اثر ڪيو. ڪيس انسانذات لاءِ ايتري ته انس محبت هئي، جو سندس ذهن مان پوءِ خالص فن جو خيال تقريباً هميشه لاءِ موڪلائي ويو.

۱۸۶۰ع ۾، هن جي حياتيءَ ۾ نمايان تبديلي آئي، ۽ ”اَنٽو دس لاسٽ“ (Unto This Last) وارا مضمون ڪارن هل مخزن (Cornhill Magazine) ۾ ڇپرائي، سياسي اقتصاديات جي ماهرن جو توجهه ڇڪايائين. هن انهن کي نهايت زوردار

نموني للڪاريو، ۽ پنهنجي چئلينج کي مرڻ گهڙيءَ تائين واپس نه ورتائين. نه رڳو ايترو، پر وقت بوقت انهيءَ چئلينج کي وري وري وڏيڪ زور سان پنهنجي تحريرن، تقريرن، ۽ پڻ عملي ڪارگذارين جي صورت ۾، ڊهرائيندو رهيو. سندس اهو خيال هو ته عمدي فن جو واڌارو فقط انهيءَ قوم ۾ ممڪن آهي، جا قوم اخلاقي طرح ممتاز آهي. ١٨٤٩ع ۾، سٽزرلئنڊ ۽ اٽليءَ جي ڪاشتڪارن جي پست حالت جي دردناڪ خبرن سندس دل کي نهايت غمگين ڪيو.

ورڪنگ مينس ڪاليج ۾، مذڪور مسئلن تي ليڪچر ڏيندي، ڪيس انهيءَ ڏس ۾ وڏيڪ چٽي ۽ گهري معلومات ملي، ۽ ١٨٥٩ع ۾ جيڪا معمارن جي هڙتال ٿي هئي، تنهن ڪارڻ هن مخزن ۾ هن ڪتاب وارن مقالن جي ڇپجڻ لاءِ تڪڙو موقعو پيدا ڪيو. هڪ هنڌ پاڻ چيو اٿس ته ”هنن انجڻين ۽ حريص تجارت جو غلبو موجوده وقت ايترو ته قبضي کان ٻاهر نڪري ويل ڏسان ٿو، جو نه فقط فن عمارت سازيءَ جي مطالعي کي ترڪ ڪري ڇڏيو اٿم، پر فن جي هرصنف جي مطالعي کي قريب ڇڏي ڏنو اٿم، ۽ ائين سمجهان ٿو ته دشمن جي گهيري هيٺ آيل هڪ شهر ۾ بند ڪيو ويو آهيان، ۽ پنهنجو فرض ٿو سمجهان ته ان شهر جي بيشمار باشندن لاءِ ڪاڌ ۽ خوراڪ جي هٿ ڪرڻ جا رستا سوچيان.“

پوءِ، ان زماني جي تسليم شده سياسي اقتصاديات خلاف، جو هن جهنڊو بلند ڪيو، ان جا چٽا نشان هُن جي هين

مشهور معروف ڪتاب "انٽ دس لاسٽ" ۾ واضح آهن. ساڳئي نظريي جي وڌيڪ اپٽار سندس لکيل ڪتابن "مُنرا پلويرس" (Munera Pulveris) "ٽائيم ائنڊ ٽائيڊ" (وقت ۽ وير – Time and Tide) ۽ "سسيم ائنڊ للِيز" (Sesame and Lilies) مان نمايان آهي. منجهائنس پويون ڪتاب اهو آهي، جنهن ۾ ٻين ڳالهين سان گڏ، ڪتابن متعلق پنهنجا خيال ظاهر ڪيا اٿس، ۽ پڻ عورت ذات کي پنهنجي مخصوص پاڪيزه انداز ۾ خطاب ڪيو اٿس؛ –هي ڪتاب سندس قبول ترين ڪتابن مان هڪ آهي.

سال ١٨٧٠ع ۾، آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ ۾ سندس ڪيل تقريرن مان پهرينءَ تقرير جي مضمون مان ظاهر آهي ته هن جا نظريا جيئن پوءِ تيئن زياده پختگي حاصل ڪري رهيا هئا. هي تقريرون ۽ ليڪچر هُن "فن لطيف" جي موضوع تي، پروفيسر جي حيثيت سان، آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ ۾، قريب پندرهن سال ڏنا، پر اهي سڀ ليڪچر فن جي موضوع تي گهٽ ۽ سماجي مسئلن تي زياده هئا. انهيءَ دور ۾ پنهنجي سماجي نظريي جو اعلان "فارس ڪلئويجرا" (Forsclavigera) جي شايع شده خطن ذريعي پڌرو ڪندو رهيو، ۽ ساڳئي وقت سماجي سڌارن متعلق تجربا به ڪيائين – جيتوڻيڪ اهي زياده تر ڪامياب نه ٿيس.

هن علمي دائري ۾، سينٽ جارج ڪمپنيءَ (St: George Company) وارو تجربو سندس ٻين سڀني تجربن کان مشهور

چيو وڃي ٿو. هن ڪمپنيءَ جي ڪولڻ جي اهائي مراد هئي ته هٿ جي پورهئي کي همٿائجي ۽ مشينن جي پورهئي کي هٽائجي ۽ گهٽ ڪجي. انهيءَ مقصد کي پوري ڪرڻ لاءِ، مالي امداد جي ضرورت هئي. انهيءَ ڪري رسڪن، ڪمپنيءَ جي حمايتين کان، سندن ملڪيت جي ڏهين حصي جي طلب ڪئي. منجهائنس هرڪو دم دلاسي ڏيڻ وارو هو، ۽ ڪنهن به هڙان مدد ڪانه ڪيس. ان جو نتيجو اهو نڪتو، جو پنهنجي پيءُ کان حاصل ٿيل پونجي، اٽڪل هڪ لک ستونجاهه هزار پائونڊ، انهيءَ ڪم ۾ استعمال ڪري ڇڏيائين، ۽ پنهنجو گذران ڪتابن جي نفعي مان ڪندو رهيو—جاڪاڻ ته خالص پئسي جي سيڙپ واري نفعي کي استعمال ڪرڻ گناهه سمجهندو هو.

١٨٧١ع ۾، رسڪن جي ماءُ گذاري ويئي، ۽ مادرانه شفقت جو سايو هميشه لاءِ سندس سر مٿان کڄي ويو. ان جو نتيجو اهو نڪتو، جو تنهائيءَ ۽ ملال جي زندگي گذارڻ لڳو. اهڙيءَ زندگيءَ هن کي ٻيءَ شاديءَ لاءِ ويچار ڪرڻ تي مجبور ڪيو. روزلاٽچ (Rose la Touche) نالي هڪ ڇوڪريءَ سان، ننڍي هوندي کان وٺي، سندس واقفيت هئي. نيٺ ١٨٧٢ع ۾، ان ٽيويهن سالن جي ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ جي خواهش ڏيکاريائين. ڇوڪري مذهبي ڳالهين ۾ ڏاڍي انتها پسند هئي، پر رسڪن مذهبي ڳالهين ۾ آزاد خيال هو؛ تنهنڪري اهڙي آزاد مذهب واري ماڻهوءَ سان شادي ڪرڻ هن لاءِ ممڪن نه هو، سو نيٺ مجبوراً انڪار ڪيائين. رسڪن کيس شاديءَ لاءِ چوندو رهيو، پر هي ڇوڪري پنهنجي

خيال کان ذرو بہ نہ هئي. ويچاريءَ جي ڪا عمر ٿوري هئي- سو هو واقعي ڪان ٽن سالن جي عرصي بعد، هن دنيا مان لاڏائو ڪري ويئي. جيتوڻيڪ انڪار ڪندي رهي، تہ بہ رسڪن کي دل سان پيار ڪندي هئي، ۽ رسڪن جي بہ ساڻس ڏاڍي محبت هئي- هن جي انڪار سندس پهرينءَ زال جي بيوفائي تي وڌل واريءَ ضرب کان ڪيس وڌيڪ چوٽ هنئي. ويچاري دل شڪستہ رسڪن جي بدني طاقت جواب ڏيئي بيٺي، ۽ ذهني قوتون صفا بيڪار ٿي پيس. ١٨٧٨ع ۾ سندس دماغي پريشاني ويتر وڌي ويئي، ۽ ان جو اثر سندس ڪتابن "فارس ڪلئويجرا" ۽ "آڪسفورڊ ليڪچرس" تي بہ ڪافي پيو؛ ايتريقدر، جو انهن ڪتابن ۾ ڪيتريون پيچيدگيون رهجي ويون. جي پوءِ ڪڏهن بہ صفا ٿي نہ سگهيون. انهيءَ صدمي کان پوءِ، هو وري موٽي سالم حالت ۾ نہ آيو. مذڪور حالتن جو نتيجو اهو نڪتو، جو ١٨٨٤ع، ۾ هن آڪسفورڊ ۾ ليڪچر ڏيڻ بند ڪري ڇڏيا، ۽ ڪونسٽن (Coniston) شهر واري گهر ۾ وڃي سڪونت پذير ٿيو. انهيءَ گهر ۾ تيستائين پنهنجو وقت گذارڻ لڳو، جيستائين، دماغي پريشانيءَ سبب، ١٨٩٩ع ۾، هن دنيا مان رحلت ڪري ويو. مذڪور حالت ۾ بہ سندس قلم مان اهو ڪتاب نڪتو آهي، جو سندس سيني ڪتابن جو سرمور آهي. انهيءَ ڪتاب ۾ سندس شروعاتي زندگيءَ جو احوال ڏنل آهي، جو هن پنهنجي ڊائريءَ جي آڌار تي، ان وقت جيڪا سندس دل جي حالت هئي، ان سان مقابلو ڪري، پيش ڪيو آهي.

## رسڪن جي زماني وارو انگلنڊ

رسڪن صنعتي انقلاب (Industrial Revolution) واري دور جي وچ ۾ پيدا ٿيو، جنهن انقلاب ارڙهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۽ اوڻيهين صديءَ جي شروعات ۾ عوام جي زندگيءَ جي ڳچ پهلوئن کي هيٺ مٿي ڪري ڇڏيو. هن دور ۾ ٻاڦ ۽ تيل تي هلندڙ انجڻيون ايجاد ڪيون ويون. گهرو ڪارخانا تباهه ۽ برباد ٿي ويا. وڏا وڏا ڪارخانا برپا ٿيا. زراعت جو ڪاروبار رولي ۾ اچي ويو. ننڍڙن زميندارن کي زمينون وڪڻيون پيون. مالدار ۽ ننڍا ڪاشتڪار بکون ڪاٽڻ لڳا. شهر ڪاريگر مزدور ٿي ڪم ڪرڻ لاءِ مجبور ٿيا. اهڙيءَ طرح ماڻهن جي خودمختياري موڪلائي ويئي، ۽ هرڪنهن ماڻهوءَ دولتمند روزگار ڏيندڙ طبقي تي مدار ٿي رکيو.

ڪيترا ماڻهو پنهنجي حيثيت سڌارڻ جي خيال کان شهرن ڏي لڏي پيا؛ پر شهرن ۾ پڻ حالت اهائي هئي. جيڪي ڪاريگر صنعتي انقلاب کان اڳ پنهنجو ڪچو مال خريد ڪري، ڪتي، آئي ۽ مال تيار ڪري وڪرو ڪندا هئا، سي انجڻين جي تيار ٿيل مال جو مقابلو ڪري نه سگهيا. انهن جي حيثيت هرهنڌ ڪاريگر جي درجي کان ڪري، وڃي ڪارخاني جي مزور جي درجي تي پهتي. اجرتون ايتريون ته گهٽجي ويون، جو عزت واري زندگي گذارڻ به ناممڪن ٿي پيئي. انهيءَ ڪري هرڪنهن جا تقريباً سڀ ماڻهو، ڇئن سالن جي

ٻارن ڪان وٺي وڏن تائين، مزوريءَ ۾ رڌل رهندا هئا. تخمينو لڳايو ويو ته ١٨٣٥ع ۾ اٽڪل ٽيهه لک رڳو ننڍڙا ٻار مزوريءَ جو ڪم ڪندا هئا، جن کي هفتي جي ڪم لاءِ ٻارهن آنن جي قريب اجرت ملندي هئي. ان وقت ڪم ڪندڙ چاليهه لکن بالغ مزورن منجهان گهڻو حصو ڇهن رپين کان وٺي نون رپين تائين هڪ هفتي ۾ ڪمائيندو هو. ان وقت جي قانونن مطابق مزور جماعتون ناهڻ يا هڙتال ۾ شرڪت ڪرڻ تي سخت پابنديون پيل هيون. ۽ جيڪڏهن ڪوبه انهن جي انحرافي ڪندو هو، ته يا جيل جو منهن ڏسندو هو يا شهر نيڪاليءَ جهڙي سزا نصيب ٿيندي هيس. جيڪڏهن ڪوبه مزور ڪارخانيدارسان ڪيل اقرارنامي جي ڀڃڪڙي ڪندو هو، ته مٿس مقدمو هلايو ويندو هو. وڏي مصيبت جي ڳالهه اها هئي، جو گهڻو ڪري سڀيئي مئجسٽريٽ خود انهن ڪارخانن جا مالڪ هوندا هئا، ۽ انهن مزورن تي مقدما به پاڻ هلائيندا هئا.

هنن گهٽ اجرتن ڏيڻ جي رواج کي آڻي باقي انهيءَ ڳالهه هٿي ڏني، جو انهن مزورن جي معصوم ٻارڙن کي نيلام ڪيو ويندو هو، ۽ مقاطعدار انهن کي خريد ڪري، سندن مائٽن کان ٻن سؤ ميلن جي مفاصلي جي دوريءَ تائين به وٺي وڃي ڪم ۾ لڳائيندا هئا. ١٨٢٥ع جو هڪ مثال آهي ته هڪ ٻاويهن سالن جي عورت کي انهيءَ ڪري جيل ۾ موڪليو ويو، جو هن اهو اقرارنامو ٽوڙيو هو، جنهن موجب هن پهرئين سال واسطي ٽن رپين هفتي جي مزوريءَ جي حساب سان، ۽ ٻئي سال جي واسطي ساڍن ٽن رپين هفتي جي مزوريءَ

ڪرڻ جو اقرار ڪيو هو. هن جو گذارو، سندس چوڻ موجب، صرف رکيءَ مانيءَ ۽ پاڻيءَ تي ٿيندو هو.

ننڍڙا ٻارڙا ڪارخانن ۾ تمام گهڻو وقت ڪم ڪندا هئا. ۱۷۳۳ع ۾، ڪارلائل لکيو ته "ننڍڙا ٻارڙا، جي سورهن ڪلاڪن جي حساب سان روزانو ڪم ڪن ٿا ۽ هرهڪ دم سان ڪپهه جي دز جو چڱو حصو پنهنجي ڦڦڙن ۾ نين ٿا، سي اڪثر ڪري انجڻين جي ڦيٿن متان ننڍ جي گيرت ۾ پئجي رهن ٿا، ۽ انهن کي يا ته چمڙي جي چهبڪ سان جاڳايو وڃي ٿو يا انجڻين جي ڦيٿي جي هاڻ سان سندن کوپريءَ تي ڌڪ لڳي ٿو، ۽ هو جاڳي پون ٿا. وڏيڪ افسوسناڪ ۽ حيرت انگيز هيءَ ڳالهه هئي ته جن مزورن کي وڏيون اجرتون حاصل ٿينديون هيون، تن کي وري ووٽ ڏيڻ جو اختيار ڪونه هو، -جيستائين وڃي ۱۸۲۳ع ۾ پهريون "سڌاري وارو قانون" پاس ٿيو. وقت جي "سياسي اقتصاديات" جو، جنهن تي رسڪن ايتريءَ شدت سان حملو ڪيو آهي، اهو وڏي ۾ وڏو اصول هو ته ڪوبه ماڻهو ڪارخانيداريءَ جي ڳالهين ۾ دخل نه ڏئي، ڇاڪاڻ ته اهڙي روش ملڪ جي واڌاري ۽ ترقيءَ جي نقطهءِ نگاهه کان هڪ عظيم گناهه آهي. ان جو نتيجو اهو نڪتو، جو جڏهن پارليامينٽ ۾ مزورن جي ڪم جي روزاني عرصي يا حد مقرر ڪرڻ لاءِ يا ڪارخانن ۾ مزورن کي ڪم ڪرڻ وقت ڪن سهوليتن ڏيڻ لاءِ جيڪا به ڪوشش ڪئي ٿي ويئي، ان کي هروقت اڪيون پوڻي رد ڪيو پئي ويو. اڳتي هلي، گهڻيءَ متاڪُت ۽ جدوجهد

ڪان پوءِ، جيڪي به مزورن جي حمايت ۾ پهريان قاعدا پاس ٿيا، سي بنهه ناڪامياب ثابت ٿيا، ڇاڪاڻ جو هڪ ته ڪارخانيدار انهن تي عمل ڪرڻ کان انڪار ڪندا هئا، ۽ ٻيو ته انهن قاعدن جي ڀڃڪڙين خلاف ڪيس هلائيندڙ مئجسٽريٽ به اڪثر خود ڪارخانيدار ئي هئا. اهي حالتون ٽيستائين جاري رهيون، جيستائين ١٨٤٧ع ۾، ارڙهن سالن کان گهٽ عمر وارن ٻارن جي واسطي روزانو ڏهه ڪلاڪ (مانيءَ جي وقت کان سواءِ) ڪم ڪرڻ جو مدو مقرر ٿيو. تنهن هوندي به ڪارخانن کان سواءِ ٻين هنڌن تي، تنهن زماني کان وٺي اڃا تائين ننڍن ٻارن جي ڪم جا ڪلاڪ مقرر نه ٿيا، ۽ نه ٿي سگهيا آهن.

وقت جي سياسي اقتصاديات، ڪارخانيداريءَ ۽ ٻين ڳالهين ۾ ٻاهرئين دخل جي روش جي مخالف هئي، مگر ٻاهرئين اناج جي آمدنيءَ جو ملڪ اندر دخل ان کي ڏاڍو پسند هو. ”تجارتي حفاظت“ جي قانونن مطابق انهيءَ آنَ جي قيمت ايترو ته چوٽ چڙهي ٿي ويئي، جو ڪيترن مزورن کي خريدڻ جي قوت نه هئڻ سبب، بک ڪاٽڻي ٿي پيئي. اڪثر ڪري ماني گچ (Plaster) مان ناهي ويندي هئي. زندگيءَ جي ضروريات تي ڳاتي ڍڳا محصول مڙهيا ويندا هئا. حڪومت جي طرفان ڪوبه تعليم جو بندوبست ڪونه هوندو هو، ۽ روزاني ڪم جا ڪلاڪ اهڙي ته نموني سان مقرر ٿيل هئا، جو مائٽن کي اها گهڙي به نصيب نه ٿيندي هئي، جو هو پنهنجي اولاد کي رڳو دستوري ۽ رواجي معلومات وارين ڳالهين کان به واقف ڪري سگهن. اوهان کي هيءُ پڙهي

عجب لڳندو ته ۱۸۴۲ع ۾، ڏکڻ ويلس (South Wales)
جي سڄي ملڪ ۾ پنجاهه سالن جي عمر وارن يا گهٽ عمر وارن
ماڻهن ۾ هڪ به پڙهيل ڪونه هو. شهرن کان سواءِ ٻهراڙين
۾ به بلڪل سوڙهيون ۽ اونداهيون جايون جُوڙيون وينديون
هيون، ڇاڪاڻ ته ائين ڪرڻ سان جاين جا مالڪ مسواڙ جي
صورت ۾ زياده پئسو حاصل ڪري سگهندا هئا- ٿوري پئسي
سان جيترريون گهڻيون جايون جڙيون ٿي، اوترا گهڻا پئسا هو
مسواڙين کان حاصل ڪري ٿي سگهيا. هن حيواني بي انصافيءَ
جو احساس تيستائين سرمايدار ڪري نه ٿيو، جيستائين پنهنجو
سڄو ملڪ پليگ جي بيماريءَ ۾ وڪوڙيل نه ڏٺائون. سال
۱۸۵۵ع ۾ پليگ جي بيماري گهر گهر پکڙجي ويئي. هزارين
گهر تباهه ٿي ويا. ان وقت جڏهن هيءَ پليگ جهوپڙين مان
ٻاهر منهن ڪڍي، شاهوڪارن جي محلن ۾ داخل ٿي (ڇاڪاڻ
ته محلن ۾ رهندڙن جا ڪپڙا انهن پليگ زده جهوپڙين جي
رهواسين ئي جوڙيا هئا)، تڏهن شاهوڪار پنهنجي دولت جي
طاقت سان، جنهن تي ڪين ايترو ناز هو ۽ جنهن جي ميڙڻ
جو حرص سندن انسانيت کي گهٽيو بيٺو هو. هن سوتمار پليگ
کان پنهنجي ۽ پنهنجي گهر جي پيارن پاتين جيي ڪهن به
صورت ۾ جند ڇڏائي نه سگهيا. ۱۸۵۵ع جي هيءَ پليگ بيماري
ڪانه هئي، پر خدائي قهر هو. ائين ٿي ڏسڻ ۾ آيو ته هيءَ
هڪ عملن جي شامت هئي. واپاري طبقي جو اهو اصول هوندو
هو ته سستي اگهه ۾ شيءِ خريد ڪري، مهانگي اگهه ۾
وڪڻندا هئا، ۽ اهڙي نموني مايا ميڙيندا هئا. جڏهن انساني

آه هئي هنڌ ڪيو، ته هن قدرت جي هن قهر ان وقت جي ڪن ماڻهن کي آخر محسوس ڪرايو ته حقيقي دولت سان سراد پئسن جو حصول نه هو. ماڻهن محسوس ڪيو ته اهڙي واپار ۽ زر اندوزيءَ ۾ ضرور ڪا خامي هوندي، جنهن جي نتيجي طور اهڙو قهر نازل ٿيو هو. صنعتي انقلاب ۽ ”دخل نه ڏيڻ“ واريءَ پاليسيءَ انگلنڊ کي سڄيءَ دنيا ۾ شاهوڪار ۾ شاهوڪار ملڪ بنائي وڌو، پر اهڙي مالي واڌاري جو سبب به نوجوان ۽ معصوم ٻارڙن جي قرباني هئي، جن کي ٻکون ڏيئي، سخت پورهئي ۾ پيڙيو ويندو هو. هزارين ماڻهو اهڙا به هئا، جن جي تندرستي تباهه ٿي چڪي هئي، ۽ ڪيترائي جيهل ۽ غلاميءَ جي زندگي بسر ڪري رهيا هئا.

جنهن وقت رسڪن ”انٽ دس لا سٽ؟ جي عنوان سان ڪتاب شايع ڪيو، ان وقت ملڪ اندر ڪي قدر سڌارا اچي چڪا هئا: تنهن هوندي به، جيتوڻيڪ مزور سخت پورهيو ڪندا هئا، پر ڪين حاصل ڪي ڪين ٿيندو هو. انهن مشڪلاتن جي ڪري، اهي مزور بک، مرض ۽ ٻين مصيبتن جو شڪار ٿيندا هئا. اهڙين تڪليفن کي برداشت ڪرڻ ڪا جهڙي تهڙي ڳالهه ڪانه هئي، تنهنڪري هنن کي مجبوراً غم غلط ڪرڻ لاءِ شراب جي نشي ۾ مدهوش رهڻ جي ڪوشش ڪرڻي پوندي هئي. ان جو نتيجو اهو نڪرندو هو، جو سندن عمر ڏاڍي ٿوري ٿيندي هئي. ڪارخانيدارن جو ايترو ته زور هوندو هو، جو خود حڪومت کي به پنهنجي ڪم ۾ دخل ڏيڻ نه ڏيندا هئا. ان وقت ”سياسي اقتصاديات“ جو علم سرمايدارن جي بچاءَ ۾ ڪافي

دليل پيش ڪندو هو. ان جو اهو چوڻ هو تہ هر ڪنهن ماڻهوءَ جي عمل جو محرڪ صرف سندس پنهنجو غرض آهي، تنهنڪري ڪارخانيدارن ۽ مزورن کي جيڪڏهن پنهنجي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏبو، تہ هو جيتري دولت چاهين ۽ جيئن چاهين تيئن پيدا ڪن ۽ جمع ڪن، ۽ سندن ڪارگذارين ۾ حڪومت ڪابہ دست اندازي نہ ڪندي، تہ ان مان مجموعي طرح ملڪ ۽ قوم کي فائدو پهچندو. ڪارخانيدارن جي بچاءَ ۾، اقتصادي ماهر اٿين چوندا هئا تہ انهن جو گڏ ڪيل سرمايو تہ سڄيءَ قوم جي لاءِ فائديمند آهي! هنن اقتصادي ماهرن جي نظر ۾ نقد ناڻو ۽ زندگيءَ جا مادي فائدا ئي قوم جي دولت هئا، ۽ انسان جيڪي حقيقي دولت آهن تن ۾ سندن اک ئي ڪانہ پڌندي هئي.

رسڪن تي ٿامس ڪارلائل (Thomas Carlyle ١٧٩٥ - ١٨٨١) جي نظريي جو ڪافي اثر هو. هن نہ فقط طمع، حرص يا هيچ جي پوڄا جي اخلاقي دليلن سان مخالفت ڪئي، پر هڪ پاڪ ۽ صاف نئين سياسي اقتصاديات جي ايجاد ڪرڻ جو ڪم بہ پاڻ تي هموار ڪيو.

## ڪتاب جو عنوان

اصل ڪتاب جو نالو، ”انٽ دس لاسٽ“ ("Unto This Last") انجيل مقدس جي فصل ويهين، فقري چوڏهين، مان ورتل آهي. هي اصطلاح هڪ گهر جي مالڪ جي آکاڻيءَ ۾ استعمال ٿيل آهي، جو صبح جو سوير پنهنجي انگور جي

منجهند تائين مزدور ڪرڻ ويو. ڪن ڪجهه مزدور صبح جو ملي ويا، ڪجهه وري ڏينهن جي جدا جدا وقتن تي ملي سگهيا. جيئن جيئن مزدور ملندا ويس، تيئن تيئن انهن کي ڪم تي رکندو ويو، تان جو شام ٿي ويئي. ڪم تان لهڻ کان هڪ ڪلاڪ اڳ به هڪ مزدور ڪم تي رکيائين. جڏهن سڀ مزدور ڪم تان لٿا، ته هن سڀني کي هڪ جيتري اجرت ڏني. جيڪي مزدور صبح جو ڪم تي چڙهيا هئا، انهن هن مساوي اجرت جي اصول تي اعتراض ورتو. مالڪ جواب ۾ چيو ته "دوستو! آءٌ اوهان سان خراب برتاءُ نٿو ڪريان. اوهان مان هرهڪ مون سان هڪ پائليءَ جي پولي نه ڪئي هئي ڇا؟ جيڪو اوهان جو حق آهي، سو وٺي هليا وڃو. آءٌ ته 'هن آخرين مزدور تائين' (Unto this last...) اهوئي ڪي ڏيندس، جو اوهان کي ڏنو اٿم."

رسڪن اسان کي ٻڌايو آهي ته هنن مثالن ۾ ٻه مکيه خيال سمايل آهن: (١) ناڻي جي وصف، ۽ (٢) هيءُ ته ناڻي ميڙڻ جي چڱائيءَ ۽ برائيءَ جو مدار معاشري جي حالت تي آهي. ٻين لفظن ۾ پوئين فقري جي معنيٰ هيءَ آهي ته "ناڻي جي چڱائي يا برائي ماڻهوءَ جي انصاف ۽ ايمانداريءَ تي منحصر آهي، جنهن سان هو ان کي ڪمائي ٿو ۽ جمع ڪري ٿو. رسڪن جي نظريي مطابق اڪيلي ماڻهوءَ تي سڄي ملڪ جي ساريءَ اقتصادي ترقيءَ جو روح ايمانداريءَ ۽ نيڪيءَ ۾ سمايل آهي. اصل ڪتاب جي عنوان جو تعلق ٻئي نمبر خيال سان آهي. رسڪن هن ڪتاب کي پيو ڪو موزون نالو ڏيئي

سگهيو ٿي، پر غالباً اهو نالو بي لطف ٿي پوي ها: ٿنهنڪري هن پنهنجي ڪتاب جو عنوان انجيل مقدس جي فقرن مان چونڊيو، ۽ اهو ڏيکاريو ته هي ڪتاب اقتصاديات ۽ اخلاقيات سان تعلق رکي ٿو. هُن جو خاص مطلب هيءُ هو ته ملڪ اندر سيني ڪم ڪندڙن کي، واپار جي لاهن چاڙهن کي ويچار ۾ آڻڻ کان سواءِ به، هر صورت ۾ منصفانه ۽ مستقل اجرتون ملڻ گهرجن. رسڪن جي فڪر جي انهيءَ مرڪزي نقطي جي لحاظ سان، ڪتاب جي هن سنڌي ترجمي جو نالو "اقتصادي انصاف" رکيو ويو آهي، جو اصل ڪتاب جي بنيادي اصولن، مفهوم ۽ مقصد جي پوري پوري ترجماني ڪري ٿو. —غ. ع.

# مصنف جو ديباچو

١. هينيان چار مضمون ارڙهن مهينا اڳ ڪارن‌هل(١) مخزن (Cornhill Magazine) ۾ شايع ڪيا ويا هئا، ۽ ايترو مون کي معلوم آهي ته مخزن جي ڪجهه پڙهندڙن طرفان انهن جي سخت لفظن ۾ مذمت (٢) ٿي هئي.

٢. آءٌ انهن مضمونن کي بلند ترين (٣) حيثيت کان ذرو به گهٽ نٿو تصور ڪريان. ائين ڪري چئجي ته صحيح ۽ صاف لفظن ۾ بيان ڪيل، سچيون ۽ ڪارگر ڳالهيون، جي مون پنهنجي زندگيءَ ۾ لکيون آهن، سي هي آهن. منجهانئن آخرين مضمون، جنهن تي مون خاص ڪشالا (٤) ڪيا آهن، سو عمدي ۾ عمدو آهي ۽ اهڙو سهڻو مضمون آءٌ وري نه به لکي سگهان.

٣. ممڪن آهي ته پڙهندڙ اهو رايو پيش ڪري ته ”هي ڪتاب سٺو لکيل نه آهي.“ پڙهندڙ جي انهيءَ راءِ کي مصنوعي انڪسار سان تسليم ڪرڻ بدران، آءٌ اهو ٻڌائڻ ضروري ٿو سمجهان ته مون کي هن تصنيف مان ڪافي خوشي حاصل ٿي آهي؛ برعڪس ان جي، ٻين تصنيفن مان ڪو لطف حاصل نه ٿيو اٿم. ٿورن لفظن ۾ منهنجو دلي مقصد آهي ته آئنده پڻ جيترو به فراغت جو وقت (٥) ملي سگهيم، اوترو هنن مقالن جي مختلف موضوعن کي اڃا به وڌيڪ تفصيل سان چيڙيندو اچان؛ پر في‌الحال چاهيان ٿو ته هي ابتدائي مذاڪرا جيڪڏهن ڪو به پڙهڻ گهري،

تہ هن کي بنان ديرءَ آسانيءَ سان هٿ اچي سگهن تنهنکري آءٌ انهن مضمونن کي جيئن اهي مذکور مخزن ۾ شايع ٿيا هئا، تيئن دوباره شايع ڪريان ٿو. صرف هڪڙي لفظ ۾ تبديل آندي اٿم- يعني، تور(٦) جي مقدار کي وڌائي درست ڪيو ويو آهي، ۽ ٻئي ڪنهن لفظ جو انهن ۾ اضافو نہ ڪيو اٿم.

۸، جيتوڻيڪ مون ڪي اهڙي ڪابہ خامي نظر نٿي اچي، جو آءٌ پنهنجن مقالن کي درست ڪرڻ جي ضرورت سمجهان، تاهم اها وڏي افسوس جي ڳالھ آهي، جو مون جيڪي بہ نُڪتا هنن مقالن ۾ پيش ڪيا آهن، تن مان هڪ سڀ کان زيادہ حيرت انگيز نُڪتي جي ذڪر کي پهرئين مضمون ۾ جڳھ نہ ڏني اٿم- ۽ اهو نُڪتو هي آهي تہ مزورن کي هرحالت ۾ مقرر اجرت ڏيڻ جو انتظام هئڻ گهرجي. جن بہ نُڪتن جي صفائي پيش ڪرڻي آهي، انهن مان هي نڪتو اهڙو آهي، جو اگرچ خاص اهميت رکندڙ نہ آهي، تنهن هوندي بہ ان جي صفائي ڪرڻ بلڪل لازمي آهي. هنن مضمونن جو مکمل اختصار ۽ مرڪزي مفهوم ۽ مطلب اهوئي آهي تہ سڌيءَ ۽ صاف انگريزي ٻوليءَ ۾ اهڙيءَ طرح ”دولت“ جي منطقي وصف ۽ تعريف پيش ڪريان، جيئن صاف سڌيءَ يوناني ٻوليءَ ۾ افلاطون ۽ زينوفن (Xenophon) (٩) ۽ صاف سڌيءَ لاطيني ٻوليءَ ۾ سسرو (Cicero) (١٠) ۽ هوريس (Horace) (١١) پيش ڪئي آهي؛ دولت جي اهڙيءَ منطقي ۽ معقول وصف کي بنيادي اصول ڪري وٺڻ، اقتصادي سائنس لاءِ اشد ضروري آهي.

٥. مذڪور موضوع تي سڀ ڪان مشهور مضمون (١٢) جو موجوده وقت ۾ شايع ٿيو آهي، تنهن جي شروعات هنن لفظن ۾ ٿي آهي: "سياسي اقتصاد يات جا ماهر دولت جي اصلي ماهيت جي تفتيش ڪرڻ ۽ ان جي سيڪارڻ* جي دعوا رکن ٿا." مضمون نويس اڳتي هلي پنهنجي راءِ جو هيٺين لفظن ۾ اعلان ٿو ڪري: "هر ڪنهن ماڻهوءَ جي ذهن ۾ دولت جي معنيٰ جيڪا روزمره جي معاملات لاءِ ڪافي آهي، اڳيئي واضح آهي"..."هن مضمون جو اهو مقصد نه آهي ته دولت جي وصف جي مابعدالطبيعاتي موشگافين ۾ وڃي اڙجي پئجي"†.

٦. هن سلسلي ۾ واقعي مابعدالطبيعاتي موشگافيون لازمي نه آهن، پر هڪ طبيعاتي موضوع جي سلسلي ۾ خالص طبيعاتي چنڊ ڇاڻ ۽ منتقي طور حقيقت جو تعين ته هر صورت ۾ اسان ڪي لازمي طرح گهرجي.

٧. سمجهو ته اسان جي هن بحث جو موضوع "گهر جي قانون"(١٣) (Oikonomia: Oiko = گهر + nomia = قانون)، يعني علمِ اقتصاد بدران "ستارن جو قانون" (قانون = nomia + ستاره = Astronomia: Astro)، يعني علمِ هيئت آهي.

---

* پنهي مان ڪهڙيءَ هڪ چيز جي دعوا آهي؟ تفتيش ڪرڻ جي، يا سيڪارڻ جي؟ ڇاڪاڻ ته جنهن ڳالهه لاءِ اجا تفتيش جي ضرورت آهي، ان ڳالهه جي سيڪارڻ جو سوال ئي نٿو پيدا ٿئي.

† "پرينسپلس آف پوليٽيڪل ايڪانامي" ("سياسي اقتصاد يات جا اصول" Principles of Political Economy) - از جي ايس مل (J.S. Mill)، شروعاتي رمارڪ، ص، ٢.

جيڪڏهن اسان تارن(۱۴) ۽ سيارن (۱۵) جو تفاوت في‌الحال پاسيرو رکون- جهڙيءَ طرح هتي "روشن دولت" (۱٦) ۽ عڪسي دولت (۱۷) جي درميان اسان في‌الحال فرق نٿا ڪريون- ته پوءِ جيڪڏهن مذڪوره مصنف پنهنجو ڪتاب هنن لفظن سان شروع ڪري ها ته "هر ڪنهن ماڻهوءَ جي ذهن ۾ تارن جي معنيٰ جيڪا روزمره جي معاملات لاءِ ڪافي آهي، اڳيئي واضح آهي... هن ڪتاب جو اهو مقصد نه آهي ته تارن جي وصف جي مابعدالطبيعاتي موشگافين ۾ وڃي اڙجي پئجي"- ته آءٌ سمجهان ٿو ته انهن لفظن سان شروع ڪيل آن ڪتاب مان جيڪي نتيجا اخذ ٿي سگهن، سي شايد هڪ جهازران لاءِ صدبار وڌيڪ ڪارآمد ثابت ٿين، بنسبت انهيءَ "علم اقتصاد" جي ڪتابن، جنهن ۾ "مال ۽ دولت" جو مفهوم عام خيالات موجب فرض ڪيل هجي، ۽ انهيءَ مفهوم کي ئي خيال ۾ رکي ان مان ملڪ ۽ قوم جي رهبريءَ لاءِ نتيجا اخذ ڪيا ويا هجن.

۸. تنهنڪري هنن مقالن لکڻ مان منهنجو پهريون ۽ خاص مقصد ۽ مطلب اهو هو ته "دولت" جي موزون ۽ پائدار وصف پيش ڪئي وڃي. ٻيو اهو به مقصد هو ته دنيا کي ثابت ڪري ڏيکارجي ته دولت جو حاصل ڪرڻ فقط سماج جي ڪن اخلاقي قدرن ۽ معيارن جي پس منظر ۽ روشنيءَ ۾ ئي جائز ۽ صحيح سمجهي سگهجي ٿو، جن سماجي معيارن مان پهريون معيار هيءُ آهي ته انسان ايمانداريءَ کي افضل سمجهي، ۽ عملي طرح ايمانداريءَ تي ڪاربند رهڻ پاڻ لاءِ ممڪن ۽ مفيد ڄاڻي.

٩. اها کھڙي شيء آهي جنهن کي الله پاڪ جو نهايت پسنديده ڪم ڪري شمار ڪجي (١٨)- تنهن جي اظهار ڪرڻ جي دعوا آءٌ نٿو ڪري سگهان؛ چاڪاڻ ته هن معاملي ۾ انسان جي راء ڪا قطعي ٿي نٿي سگهي. پر اسين پوپ (Pope) جي راء سان شامل ٿيو، بنهه خاطريءَ سان ائين چئي سگهون ٿا ته ايماندار ماڻهو خدا تعاليٰ جي بهترين ظاهري مخلوق مان هڪ آهي- ۽ جيتوڻيڪ جهڙيون حالتون آهن، انهن ۾ هن جو ملڻ مشڪل ٿي آهي، پر ائين به سمجهڻ نه گهرجي ته ايماندار ماڻهوءَ جو موجود هجڻ ڪو معجزو يا قدرت جو هڪ غير ممڪن عجوبو آهي، ۽ نه ٿي وري ان کي عام انسانن کان الڳ ۽ غير معمولي ڪري شمار ٿي ڪرڻ گهرجي. ايمانداري انسانن يا انساني سماج لاء ڪو خلل انداز عنصر يا ڪا غير چيز نه آهي، جا اقتصاديات جي چڪرن کي درهم برهم ڪري ٿي ڇڏي؛ پر ايمانداري هڪ باضابطہ ۽ مؤثر طاقت آهي، جنهن جي ئي واحد اطاعت سان، ۽ نه ڪنهن ٻيءَ طاقت جي تابعداريءَ سان، اقتصاديات جا اهي اونڌا چڪر پاڻ سڌا ٿي سگهن ٿا.

١٠. اها حقيقت آهي ته سون ڪڏهن پوپ کي سندس پيش ڪيل هن ذاتي ايمانداريءَ جي معيار جي بلنديءَ بدران ان جي پستيءَ سبب نند جندي ٻڌو آهي: "تحقيق ايمانداري هڪ عزت ۽ قدر لائق گڻ آهي؛ پر انسان ان کان وڌيڪ ڪيڏين ڪيڏين اعليٰ بلندين تائين رسي سگهي ٿو! چا،

وڏيڪ ٻي ڪابہ اهڙي شيء ڪانہ آهي، جنهن لاء اڳتي اسان
ڪان پڇيو وڃي، سواء هن جي تہ اسان ايماندار ٿي رهيا
هئاسون يا نہ؟"

١١. منهنجا نيڪ دوستو! آءٌ سمجهان ٿو تہ في‌الحال ٻي ڪابہ
اهڙي شيء ڪانهي. ڏسڻ ۾ ائين پيو اچي تہ هن ڪان وڏيڪ
ڪنهن بلنديء تائين رسڻ جهڙي خواهش اسان کي رڳو ايتري
ٿيڻي رهڻ جهڙي احتياط ۽ ضرورت ڪان بہ غافل ڪري ڇڏيو
آهي. ٻين ڪهڙين ڪهڙين چيزن ۾ پنهنجو اعتقاد وڃائي
ويٺا آهيون- تنهن جو هتي سوال ڪونهي؛ پر هڪ ڳالهہ جي
خاطري آهي تہ ڪم از ڪم رواجي ايمانداريء ۽ ان جي عملي
طاقت مان اڃ اسان جو ايمان نڪري ويو آهي. ۽ هيءُ ايمان،
بمع انهن حقيقتن جي جن تي ان جو انحصار آهي، دوباره
حاصل ڪرڻ ۽ محفوظ رکڻ اسان جو اولين فرض آهي. اسان
کي نہ فقط نالي خاطر ايمانداريء ۾ اعتقاد رکڻ سان، پر ان
تي عمل ڪرڻ سان، خود پاڻ کي اهو اطمينان ڏيڻ گهرجي
تہ اجا تائين بہ دنيا ۾ ڪي اهڙا ماڻهو پيا آهن، جن کي
ملازمت* مان تڙجڻي نڪرڻ جي ڊپ ڪان سواء بہ ٺڳي ڪرڻ

* "نتيجہ آور ۽ اثرائتو ضابطو، جيڪو هڪ مزور تي استعمال ٿي
سگهي ٿو، سو سندس پنهنجي جماعت جو نہ، پر سندس مالڪن جو
ٿي سگهي ٿو. فقط ملازمت جي ختم ٿيڻ جو ئي خطرو آهي، جو کيس
ٺڳي ڪرڻ ڪان روڪي ٿو ۽ غافل رهڻ ڪان باز رکي ٿو......"
"ويلٿ آف نيشنس (١٩)" ("قومن جي دولت"- Wealth of Nation،)
ڪتاب پهريون، باب ڏهون.

ڪان باز رکي سگهجي ٿو؛ نه فقط ايترو، پر اسان کي هيءُ به اٽل يقين رکڻ گهرجي ته اهڙائي ماڻهو آهن، جن جي وجود تي، ۽ جن جي ڪنهن به زماني ۾ گهٽي يا ٿوري تعداد ۾ موجود هئڻ جي بناء تي، هڪ ملڪ يا قوم جي وجود ۽ آئينده زندگيءَ جو لازمي دارومدار رهي ٿو.

١٢. انهن ٻن نُڪتن سان ئي هينئين مضمون جو سڌو تعلق آهي. محنت جي نظام (Organisation of Labour) واري عنوان کي ڪو جزوي بيان ڪيو ويو آهي؛ ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن هڪ پيرو اسان پنهنجن ڪپتانن ۾ ايمانداريءَ جو جذبو پيدا ڪري سگهياسون، ته پوءِ محنت ۽ مزوريءَ جو نظام درست ڪرڻ هڪ آسان ڳالهه آهي، ۽ اهو ڪنهن به جهيڙي جهٽي يا مشڪلات ڪان سواءِ ترقي پذير ٿيندو رهندو؛ پر جيڪڏهن اسان پنهنجن ڪپتانن ۾ ايمانداري پيدا ڪري نه سگهياسون، ته مزوريءَ ۽ محنت جي نظام جو درست ٿيڻ هميشه لاءِ محال ۽ مشڪل ئي رهندو.

١٣. انهيءَ اعليٰ مقصد جي ڪاميابي جن صورتن ۾ ممڪن ٿي سگهي ٿي، انهن جي تفصيلي آپٽار اڳتي مناسب جاءِ تي اڳتي هلي پيش ڪندس. هتي انهيءَ خوف ڪان ته پڙهندڙ متان هيٺ پهرين اصولن جي تجزيي ماتحت جيڪي ڳالهيون اشاري طور پيش ڪيون ويون آهن، تن کي پڙهي، مرڳو ڊڄي وڃي ته اهي هن کي فڪر جي ڪنهن غير متوقع ۽ خطرناڪ سر زمين ڏانهن نيئي رهيون آهن،— اڳ ڪيس گورِبل نسلي ڏيڻ خاطر، فوراً هتي پنهنجو آهو ”انتهائي ناپسند يده“

سياسي نظريو مختصر لفظن ۾ بيان ڪري ٿو ڇڏيان، جيڪو مناسب تفصيل سان بالآخر آءٌ هن جي گوش گذار ڪرڻ چاهيان ٿو.

١٤. بهرين ڳالهه هيءَ آهي تہ سرڪاري خرچ تي نوجوانن واسطي سرڪاري انتظام هيٺ ساري ملڪ ۾ تربيتي اسڪول(٢١)* قائم ڪيا وڃن، ۽ ملڪ جي هر چاول ٻار کي سندس مائٽن جي رضا ۽ خوشيءَ سان (پر بلڪل لازمي صورت ۾ مناسب سزا سان مجبور ڪري بہ) اسڪول ۾ رکيو وڃي؛ ۽ هنن اسڪولن ۾ (ٻين رواجي ڳالهين کان سواء، جن جي اپنار پنهنجي جڳهہ تي پيش ٿيندي) ٻار کي هيٺين ٽن ڳالهين متعلق هر ممڪن تعليم ۽ تربيت لازمي طور ڏني وڃي:

*ڪوتاه نظر ماڻهو ضرور هيءُ سوال ڪندا تہ اهڙن اسڪولن کي ڪهڙن فندن مان امداد ڏيئي سگهبي؟ آءٌ اڳتي هلي انهيءَ امداد مهيا ڪرڻ جا سڌا ۽ واجب طريقا پيش ڪندس: پر اُنسڌيءَ طرح اهي اسڪول، خرچ جي سلسلي ۾، خود ڪفيليءَ کان بہ زياده ڪارآمد ثابت ٿي سگهن ٿا. فقط ڏوهن ۾ تخفيف (هيءُ مسئلو موجوده يورپ جي اقتصادي مارڪيٽ ۾ وڏي خرچ گهرندڙ عياشين مان هڪ آهي)، جيڪا اهڙن اسڪولن جي طفيل ملڪ ۾ واقع ٿي سگهندي، ان جي زير اثر ئي هنن اسڪولن کي سندن معمولي اخراجات کان ڏهوڻيون رقمون بچائي پيش ڪري سگهبيون. ان کان علاوه هنن اسڪولن ۾ "پيدا ڪريو، کائو، ۽ بچايو" جي محنتي اقتصاد جي اُصول تي جيڪا پيدوار ممڪن ٿي سگهندي، سا خالص نفعي جي مترادف ٿيندي، ۽ اهو نفعو ايترو تہ گهڻو ٿيندو، جو وقت کان اڳي ان جو پورو اندازو بہ نٿو ڪري سگهجي.

(الف) تندرستيءَ جا قانون، ۽ اهي ورزشون جيڪي انهن قانونن ماتحت لازمي هجن؛

(ب) مروت ۽ منصف‌مزاجيءَ جي تربيت؛ ۽

(ج) ڌنڌو، جنهن ذريعي هو اڳتي هلي پنهنجي زندگي بسر ڪري سگهي.

١٥. ٻي ھيءَ ڳالھ آھي تہ انهن تربيتي اسڪولن جي سلسلي سان، وري بہ سرڪاري ضابطي هيٺ، زندگيءَ جي سيني ضرورتن جي پيداوار ۽ وڪري لاءِ، ۽ ڪمائتي هنر ۽ ڪاريگريءَ جي استعمال لاءِ، شين جي ٺاهڻ جا مرڪز ۽ صنعتي ادارا برپا ڪيا وڃن. ساڳئي وقت، خانگي ڪاروبار ۾ ذري جيتري بہ دست‌اندازي نہ ڪندي، ۽ ان جي راھ ۾ ڪنهن بہ قسم جون (پائبندين، ۽ ٽئڪسن، وغيره، جي صورت ۾) ڪي بہ رنڊڪون نہ وجهندي، پنهي ڌرين کي آزاد ڇڏيو وڃي تہ پلي پنهنجي پنهنجي منهن حتي‌المقدور ڪوشش ڪن - ايتريقدر، جو خانگي صنعتڪاري هنن سرڪاري مرڪزن ۽ ادارن کي، ڪم ۽ پيداوار جي لحاظ کان، جيڪڏهن شڪست ڏيئي سگهي، تہ پلي شڪست ڏئي. سرڪار جي هنن صنعتي مرڪزن ۽ دڪانن تي گهربل اعتبار جوڳو عمدو ۽ ڏسڻ جهڙو ڪم ٿيڻ گهرجي؛ وٽن نج ۽ سچي مال جو وڪرو ٿيڻ گهرجي، ايتريقدر جو اها هرهڪ انسان کي خاطري هئڻ گهرجي تہ جيڪڏهن سرڪار طرفان مقرر ٿيل قيمت سان هو ڪا ماني خريد ڪندو تہ اها واقعي ماني هوندي؛ جي شربت خريد ڪندو تہ واقعي

ڪيس شربت ملندو؛ ۽ جيڪڏهن ڪم جي شيءِ وٺندو، ته واقعي ڪيس ڪم جي شيءِ ملندي.

١٦. ٽين ڳالهه هيءَ آهي ته هر بيروزگار مرد يا عورت، ڇوڪري يا ڇوڪريءَ کي ويجهي ۾ ويجهي مٿي ذڪر ڪيل سرڪاري اسڪول ۾ داخل ڪيو وڃي؛ ۽ اهڙي ڪم تي رکيو وڃي، جنهن ڪم لائق، آزمائش ڪان پوءِ، هن کي سمجهيو وڃي؛ ۽ ڪيس مقرر ٿيل مزوري ادا ڪئي وڃي، جيڪا هر سال مجموعي حالتن پٽاندر نئين سر مقرر ڪئي وڃي. اهڙن بيروزگار پورهيتن سان جيڪي به اٽڃاٽائيءَ ڪري ڪنهن ڪم ڪرڻ جي قابل نه هجن، تن کي ڪانه ڪا هنري تربيت ڏني وڃي. جيڪڏهن هو ڪنهن بيماريءَ سبب ڪم جي لائق نه هجن، ته سندن گهربل دوا درمل ۽ ٿهل ٽڪور ڪئي وڃي. منجهانئن ڪي به ڪم ڪرڻ لاءِ آماده نه هجن، ته انهن کي سخت ۾ سخت پابنديءَ هيٺ آڻي سڌو ڪجي- کين ڪاٺين ۽ پٿر اهڙين خطرناڪ جاين تي ڪم ۾ لڳائجي (البت انهن جاين تي صحت ۽ جان جي حفاظت جا سڀ ممڪن اپاءَ وٺڻ لازمي آهن)؛ گهٽ درجي وارن ۽ تڪليف ڏيندڙ ڪمن ۾ وجهي کين جوڳي سيکت ڏجي؛ اجرت جي حالت ۾ (جيڪا هنن لاءِ پڻ اهائي ساڳي مقرر اجرت هوندي) پهريائين هنن کي سڌي ڪرڻ ۾ جيڪو خرچ ٿئي، سو سندن مزوريءَ سان ڪاٽجي- باقي سندن اجرت جي رقم تيسين کين نه ڏجي، جيسين هو سڌا نه ٿين، ۽ پوءِ جڏهن سندن دلين ۾ ايتري صلاحيت پيدا ٿي وڃي، جو هو ملازمت جي

قاعدن ۽ قانونن جي عزت ڪري سگھن، تڏهن سندن سموري ڪمائيءَ رقم ڪين ڏيئي ڇڏجي.

١٧. چوٿين ۽ آخرين ڳالهه هي آهي ته محتاج ۽ پيرسن (٢٢) انسانن لاءِ رهڻ لاءِ اڇهو ۽ زندگيءَ جون پيون واجبي ضرورتون مهيا ڪيون وڃن. اهڙي قسم جي موزون ۽ مناسب بندوبست مان جڏهن اڳتي هلي هيءُ نتيجو نڪرندو ته امداد جا سچا ۽ لائق حقدار، ۽ ڪوڙا ۽ مڪار دعويدار ظاهر ٿي، هڪٻئي کان چنبجي الڳ ٿي بيهي رهندا، تڏهن هيءُ محتاجن ۽ پيرسنن جي امداد جو نظام فائدي وٺندڙ هڪ محتاج يا پيرسن لاءِ بجاءِ پريشانيءَ ۽ بيعزتيءَ جي، قلب جي اطمينان ۽ عزت جو باعث ثابت ٿيندو.

١٨. ڇاڪاڻ ته (۽ آءٌ هي تڪرو پنهنجي ڪتاب "پوليٽيڪل ايڪانامي آف آرٽ" (٢٣) مان ڪڍي، وري هتي دهرايان ٿو ۽ پڙهندڙ جو ڌيان وڌيڪ تفصيل معلوم ڪرڻ لاءِ ان ڪتاب* ڏانهن ڇڪايان ٿو) "جيئن هڪ درمياني طبقي جو ماڻهو پنهنجي زندگيءَ ۾ تلوار، قلم ۽ نشتر سان پنهنجي مادر وطن جي خدمت ڪري ٿو، تيئن هڪ مزور پنهنجي ڪوڏر [رنبي يا چنجور، وغيره] سان اها خدمت سرانجام ڏئي ٿو. جيڪڏهن خدمت گهٽ درجي جي آهي، ته ان خدمت جي بجا آڻيندڙ جو اجورو، سندس صحتمنديءَ جي حالت ۾ به، گهٽ ئي ٿئي ٿو؛ پر جيڪڏهن بدقسمتيءَ سان هو بيماريءَ ۾ مجبور ٿي ويهي رهي، ته سندس ڪيل اڳوڻيءَ خدمت جي صدقي هن کي

* ضميمو: ص. ١٩٥.

ان عرصي لاءِ انعام طور اجرت ۾ اهائي گهٽ ملندي، پر ان کي هو ڪڏهن بہ پنهنجي بيعزتي ڪين سمجهندو. بلڪل اهڙي ئي طريقي سان، هڪ مزور لاءِ پنهنجي مقامي امدادي اداري مان پينشن حاصل ڪرڻ هڪ بلڪل فطري ۽ سنئين سڌي چيز آهي، ڇاڪاڻ تہ هن پنهنجي ڳوٺ يا شهر جي خدمت بجا آڻي پاڻ کي ان لائق بنايو آهي؛- بلڪل ائين جيئن ڪانئس ڪجهہ مٿانهين درجي وارو سرڪاري ملازم يا پيو ڪو ماڻهو مملڪت يا سرڪار مان پينشن حاصل ڪري ٿو، ڇاڪاڻ تہ هن سڄي ملڪ جي خدمت بجا آڻي پاڻ کي ان لائق بنايو آهي."

۱۹. مٿئين بيان ڪان پوءِ، حياتيءَ ۽ موت جي دستور ۽ اجرت متعلق، نتيجي طور، آءٌ فقط مزيد هنن لفظن جو اضافو ڪندس تہ ننڍي توڙي وڏي، غريب توڙي امير جي تربت جي ڪتبي جا پڇاڙيءَ وارا لفظ جيڪڏهن هي هجن تہ "هن جي مدفن جو خرچ بہ عوام جي خزاني مان ٿيو،- جيڪي آخرين لفظ وليرس پبليڪولا (valerius publicola)* متعلق ليويءَ (Livy) (۲۴) پنهنجي ڪتاب ۾ استعمال ڪيا آهن- تہ اهي لفظ ڪنهن بہ صورت ۾ سندن بيعزتيءَ جو باعث ڪين بنبا.

* "پبليڪولا وليرس عام جي متفق فيصلي موجب صلح توڙي جنگ جي فن ۾ اول نمبر هو. هو ٻئي سال (۵۱۰ ق. م)، فوت ٿيو. هن جو نالو ڏاڍو مشهور هو؛ پر هن جي خانگي ملڪيت ايتري تہ ٿوري هئي، جو ان مان سندس ڪفن بہ ڏيڪ و يڪ مان نہ ٿي سگهيو. هن جي مدفن جو خرچ بہ عوام جي خزاني مان ٿيو. روم جي مائرن هن تي بہ ايترو ئي ماتم ڪيو، جيترو بروٽس (Brutus) تي ڪيائون" -۲، باب۱۶.

٢٠. اهي ڳالهيون، سندن لاڳاپن سميت، آءٌ اڳتي هلي ترت ئي واضح ڪندس، ۽ جيئن جيئن مون کي موقعو ملندو رهندو، تيئن تيئن زندگيءَ جي ٻين پهلوئن سان پڻ انهن جو واسطو ڏيکاريندو ايندس. هتي انهن ڳالهين جو ذڪر فقط مختصر طور ڪيم، اِنهيءَ لاءِ ته پڙهندڙ کي انهيءَ ڳالهه کان باز رکي سگهان ته منهنجي اصلي مطلب ۽ مقصد کي سمجهڻ لاءِ بيجا پريشان نه ٿئي. تاهم آءٌ هن کي عرض ڪندس ته هو ياد رکي ته اهو علم جيڪو انساني فطرت جي باريڪ پهلوئن سان تعلق رکي ٿو، تنهن جي اصولن جي بنيادي سچائيءَ متعلق ڪجهه اطمينان سان چئي به سگهجي ٿو، پر انهن اصولن کي عمل ۾ آڻڻ جي تجويزن متعلق وقت کان اڳ ڪجهه به چئي نٿو سگهجي ته اهي آخرڪار ڪامياب ٿينديون يا نه: ۽ هن سلسلي ۾ آءٌ پڙهندڙ کي اهو به چوندس ته تجويزون ڪٿي ڪيتريون به بهتر هجن، انهن جي فوري ڪاميابي هميشه غير يقيني هوندي آهي، ۽ ٻئي طرف انهن تجويزن مان بالاآخر جا حاصلات ٿيندي، تنهن جو تصور به ڪٿيقدر محال ٿئي ٿو.

ڊينمارڪ هل (Denmark Hill)،

١٠- مئي، ١٨٦٢ع.

# مقالو پهريون

## سربلنديءَ جا بنياد

١. جن بہ عام گمراهين، وقت بوقت انسانذات مان زياده ماڻهن جي دلين کي پٺي گهيريو آهي، شايد انهن مان سڀ کان عجيب، يقيناً سڀ کان زياده غير معتبر، نام نهاد (٢٥) ”سياسي اقتصاديات“ واري جديد سائنس آهي. آها هين مٿي تي مبني آهي تہ معاشري جو مفيد ۽ ڪارگر عملي دستور، ’سماجي سلوڪ‘ کي نظرانداز ڪندي بہ تجويز ڪري سگهجي ٿو.

٢. البت ڪيميا، نجوم، جادو ۽ ٻين اهڙين ’سائنس‘ جي عام پسند شاخن وانگر، جديد سياسي اقتصاديات جو بنياد بہ هڪ ظاهري ڏيکاءَ واري اصول تي ٻڌل آهي. اقتصاديات جو ماهر فرمائي ٿو تہ ”سماجي رجحانَ انساني طبيعت ۾ اتفاقي ۽ خلل انداز عنصرَ آهن، برعڪس ان جي، ذاتي حرص ۽ ترقيءَ جي تمنا ان جا مستقل ۽ دائمي عنصر آهن.“ اچو تہ انسان جي طبيعت مان آهي اتفاقي ۽ غير مستقل عنصر پاسيرا رکي، ۽ انسان کي محض هڪ حريص انجڻ تصور ڪري، تہ پاسي ڏسون تہ کهڙن خريد فروخت ۽ محنت جي قانونن ذريعي

دولت“ جو ذخيرو زياده حاصل ڪري سگهجي ٿو. مذڪور قانونن ماتحت هڪ واريءَ نتيجا آخذ ڪري، بعد ۾ هرفرد لاءِ اهو ضروري ٿيندو ته آهو اتفاقي ۽ خلل انداز (سماجي سلوڪ يا انساني محبت وارو) عنصر مٿي ذڪر ڪيل حالتن مان جيتريقدر شامل ڪري سگهي اوترو شامل ڪري، ۽ پوءِ انهن نين حالتن موجب پنهنجي واسطي پيدا ٿيل نتيجا چڪاسي ڏسي.

٣. پر اها ترڪيب تڏهن موزون ٿيندي جڏهن اتفاقي عنصر، جي اهڙيءَ طرح بعد ۾ شامل ڪيا ويندا، سي به انهيءَ ساڳيءَ نوعيت جا هجن، جنهن جهڙن عنصرن جي پهريائين تپاس ٿي چڪي هجي. فرض ڪري وٺو ته هڪ متحرڪ جسم، جو مستقل ۽ غيرمستقل طاقتن جي زيراثر هجي، ان جي رفتار معلوم ڪرڻ مقصود آهي: اهڙيءَ حالت ۾ سولي ۾ سولو رستو اهو آهي ته پهريائين ان متحرڪ جسم تي مستقل طاقتن جو اثر معلوم ڪجي، ۽ بعد ۾ غيرمستقل طاقتن ڪسي پنهنجي معائني هيٺ آڻجي، جيڪي ان جسم جي عارضي ڦيرين گهيرين جا سبب بڻجن ٿيون.

٤. پر، سماجي معاملن ۾ خلل انداز عنصر اهڙيءَ نوعيت جا نه آهن، جهڙا مستقل عنصر. زيرتپاس مخلوق جي اصليت اهڙن خلل انداز عنصرن جي شموليت سان هڪدم بدلجيو وڃي. انهن جو اثر حسابي نه، پر ڪيميائي آهي، ۽ اهڙيون ته حالتون آهي پيدا ڪيو ٿا وجهن، جو ان مخلوق متعلق اسان جي پهرينءَ معلومات کي

بنهه ختم ڪري ڇڏين . گويا اسان نج نائٽروجن (۲۶) (Nitrogen) بابت محققانہ تجربا ڪيا ۽ خود انهيءَ نتيجي تي مطمئن ٿياسون تہ اها هڪ قبضي ۾ اچڻ جهڙي گئس آهي . پر درحقيقت جنهن شيءِ سان اسان جو عملاً واسطو آهي، اها ان گئس جي ڪلورائيڊ (Chloride) (۲۷) آهي . ۽ جنهن وقت بہ اسين ان ڪلورائيڊ کي نائٽروجن متعلق تسليم شده اصولن مطابق ڇهنداسون، تہ اها اسان کي ۽ اسان جي تجربي جي سامان کي، ڇتيون ڦاڙي، سرڪوئي باهر اڇلي ڇڏيندي .

ه . معلوم هجي تہ جيڪڏهن مذڪور علم جا اصول قابل قبول آهن، تہ مون کي نہ سندن نتيجن تي اعتراض آهي ۽ نہ شڪ . درحقيقت مون کي انهن ۾ ڪابہ دلچسپي نہ آهي - جهڙيءَ طرح ان ورزشي علم جي اصولن ۾ مون کي ڪا دلچسپي نٿي ٿي سگهي، جنهن جي دعوا هجي تہ انسان جي جسم ۾ هڏائون پڃرو آهي ئي ڪونہ . ان مان تہ اها ڳالهہ بہ ثابت ٿي سگهندي تہ شاگردن کي، گولين جي صورت ۾ کوهي، انهن کي لولن وانگر ٽڦي سگهجي ٿو، يا ڇڪي ڊگهين ڊگهين تارن جي شڪل وٺائي سگهجي ٿي، ۽ جڏهن اهي سڀ نتيجا آخر ڏيندا، تہ ان کان پوءِ سندن جسم ۾ وري هڏن جي پڃري جو داخل ڪرڻ ذرا تڪليف ده ٿي پوندو . اهڙيءَ صورتحال ۾ ان سائنس جا دليل برابر تعريف لائق، ۽ نتيجا برابر درست هوندا، پر خود اها سائنس عملي صورت ۾ البت اوٺي ثابت ٿي پوندي .

٦. جديد سياسي اقتصاديات جو بنياد ۽ مختصر طور ائين چئجي ته ماڳئي پابي تي بيٺل آهي. هن سائنس جو مفروضو هي آ نه آهي ته انسان جي بدن ۾ هڏن جو پڃرو موجود نه آهي، پر ان جو مفروضو هي آ آهي ته سارو جسم محض هڏن جو پڃرو آهي. هن سفروضي ماتحت، خالص هڏائين جسم ۾ روح جي عدم موجودگي يقيني آهي. روح جي هن غيرموجودگيءَ جي بناتي، پوءِ هيءَ سائنس انساني سيپتا جي ترقيءَ جو هڪ پوري جو پورو گهڏڪندڙ نظريو آڏي پيش ڪري ٿي، ۽ ڪيتريون ئي شيون جي هڏن مان ئهي سگهن ۽ ڪيتريون ئي جاميٽريءَ جون وٽندڙ شڪليون، جي مرد. ڪوپراٿين ۽ ڏوريءَ وارن هڏن مان ٺاهي سگهجن، سي ڪمال خود اعتماديءَ سان هيءَ سائنس پوءِ آڏي اسان جي اڳيان رکي ٿي، ۽ پوءِ انتهائي ڪاميابيءَ سان هي ثابت ڪري ميدان تي بيهي ٿي رهي ته هن عجيب نيهري ذره دار ساخت ۾ روح جيي نئين سر داخلا نهايت اٿسهائيندڙ ۽ تڪليف ده واقع ٿيندي. هسن نظريي جي صداقت کان مان انڪار ڪونه ٿو ڪريان؛ منهنجو انڪار فقط، دنيا جي موجود. صورتحال ۾، ان جي عملي حيثيت کان آهي.

٧. هن نظريي جي هيءَ عملي ناموزونيت عجيب انداز ۾ اسان جي مزورن جي تازه هڙتال (٢٨) ڪري پيدا ٿيل عام پريشانيءَ جي صورت ۾ ظاهر آهي. هي آ هڪ رواجي ۾ رواجي مثال آهي، جيڪو پنهنجي

حقيقي اثباتي روپ ۾ اسان جي اڳيان اچ پيش ٿيو آهي- جنهن جو تعلق سڌيءَ طرح انهيءَ اهم ابتدائي مسئلي (يعني، مالڪ ۽ ملازم جي باهمي تعلقات) سان آهي، جنهن مسئلي سان سياسي اقتصاديات جو سڌو سنئون واسطو آهي، ۽ سياسي اقتصاديات کي ئي لازمي طرح ان سان منهن ڏيڻو آهي، ۽ اڄ جڏهن شديد اقتصادي بحران جون حالتون نمودار آهن ۽ هزارها جانيون ۽ بي انداز دولت خطري ۾ آهي، تڏهن اسان جا هي سياسي اقتصاديات جا ماهر بيوس ۽ عملاً ساڪت بنيا بيٺا آهن، هو مشڪلات جو اهڙو ڪو به موزون حل پڌائي نٿا سگهن، جو مخالف ڌرين کي مطمئن ڪري سگهي يا خاموش ڪري سگهي- ۽ انهيءَ ڪري ئي هيءَ ناقابل حل دوطرفي ڪشمڪش اڄ ايتري شديد صورت اختيار ڪريو بيٺي آهي. مالڪ ڳالهه جي هڪ پهلوءَ تي زور ڏيو پنهنجي ضد تي اڙيل بيٺا آهن، ته ملازم ٻئي پهلوءَ تي محڪم بيٺا آهن، ۽ سياسي اقتصاديات جون سموريون ڳالهيون کين همخيال ڪرڻ کان قاصر ۽ مجبور آهن.

٨. واقعي جيڪڏهن هيءَ سائنس سازگار حالتون پيدا ڪري نه وجهي، ته اها ڳالهه خود هڪ عجوبو ثابت ٿيندي، ڇاڪاڻ ته ڪنهن به قسم جي "سائنس" سان ماڻهن کي همخيال بنائڻ ڪڏهن به ڪنهن جو مقصد نه رهيو آهي: مناظره باز هڪبئي ڳالهين اجائي ڪوشش ڪري ثابت ڪري ڏيکارڻ جي ڪوشش لڳائي رهن ٿا ته مالڪن جا مفاد ملازمن جي

مفادن کان مختلف آهن يا انهن سان سوافق؛ منجهانئن کنهن کي به اهو خيال نه رهيو آهي ته مفادن جي باهمي اختلاف جو نتيجو هرو ڀرو اهو نه آهي ته ان سبب لازمي طور ماڻهو هڪٻئي جا مخالف يا دشمن ٿي پون.

۹. جيڪڏهن هڪ گهر ۾ فقط هڪ مانيءَ جيو موجود آهي، ماءُ ۽ سندس ٻچڙا فاقه ڪشيءَ ۾ مبتلا آهن، ته انهيءَ حالت ۾ پنهي جا مفاد ساڳيا نه ڇٽبا. جيڪڏهن ان مانيءَ جيي کي ماءُ کائڻ جي تمنا ٿي رکي، ته ساڳئي وقت سندس ٻچڙا به ان جي طلب رکن ٿا. سمجهو ته انهيءَ ٽڪر کي ننڍڙا ٻارڙا کائي کپائي ٿا ڇڏين، ته يقيناً ماءُ بکي به وڃي ڪم کي لڳندي. انهيءَ جو هرو ڀرو اهو نتيجو ڪونه نڪرندو ته انهن پنهي جي وچ ۾ ضد ۽ اختلاف پيدا ٿي پوندو، ۽ اهي انهيءَ ساڳئي مانيءَ پور لاءِ تڪرار ڪندا، ۽ ماءُ، جا طاقت جي لحاظ کان هُنن کان زور آهي، سا آهو پور کائڻ زوريءَ ڦري، پاڻ کائي ڇڏيندي. اهڙيءَ کنهن ٻيءَ حالت ۾ به، ڌرين جي وچ ۾ تڪرار هرو ڀرو ضروري نه آهي. ماڻهن جا تعلقات ڀلي کهڙيءَ به نوعيت جا هجن، پر اهو يقين سان چئي سگهبو ڇا ته 'چاڪاڻ ته سندن مفاد مختلف آهن، تنهنڪري هو هڪٻئي کي لامحاله دشمنيءَ جي نگاهن سان ڏسندا، ۽ هر صورت ۾ پنهنجي مطلب سڌ ڪرڻ لاءِ هڪٻئي سان چالبازيءَ ۽ تشدد کان ڪم وٺندا!'

١٠. پر ائين هجي به ڪٿي (۽ ائين نه فقط آسانيءَ خاطر ٿي ڪٿي سمجهون، پر فرض ڪريو ته ائين سمجهڻ صحيح به هجي) ته ماڻهن جي طبيعتن تي به انهن ڏي غيراخلاقي قوتن جو اثر آهي، جيڪي سونُرن ۽ ڪتَن پلن تي اثرانداز آهن، تڏهن به آنهيءَ روشنيءَ ۾، منطقي نقطءِ نگاهه کان هن مسئلي جو حل ممڪن نه آهي.

١١. عموماً، فيصلو ڪرڻ انداز ۾ اهو به، ڪڏهن ڏيکاري نه سگهبو ته مالڪ ۽ ملازم جا تعلقات صريحاً موافق آهن، يا مخالف، چاڪاڻ ته حالتن جي اثر هيٺ، اهي ٻنهي قسمن جا ٿي سگهن ٿا. اها ته هڪ مڃيل حقيقت آهي ته ٻنهي ڌرين جي خواهش توڙي مفاد هن ۾ آهي ته ڪم صحيح نموني ۾ ٿئي ۽ ان واسطي مناسب قيمت حاصل ٿئي؛ پر نفعي جي تقسيم جي دوران ۾ ائين عين ممڪن آهي ته هڪ جو فائدو ٻئي جو نقصان ثابت ٿئي، يا نه به ٿئي. اها روش مالڪ جي مفاد جي خلاف آهي ته هو ملازمن کي ڪم جو اجورو ايترو ته گهٽ ڏئي، جو هو بيمار ۽ بيدليا ٿي پون، نڪي وري اهو ملازم جي مفاد وٽان آهي ته ڪيس ايڏي وڏي اجرت ملي، جو مالڪ نفعي جي ڪوتاهيءَ ڪري پنهنجي ڌنڌي کي آزاديءَ ۽ بيخوفائيءَ سان فروغ ڏيڻ جي بندوبست ڪرڻ کان روڪجي وڃي. هڪ انجڻ جو اڳوان ڪڏهن به پنهنجي ڪمپنيءَ کان ڪو وڏو پگهار نه طلبيندو، جيڪڏهن اها ڪمپني

انجڻ جي ٺيڪ رکڻ لاءِ مرمت جو خرچ به برداشت نٿي ڪري سگهي.

۱۲. هنن باهمي مفادن تي اثرانداز ٿيڻ واريون مختلف حالتون ايتريون ته اڻچار آهن، جو واضح عملي راهه ڪولڻ جي هرڪا اها ڪوشش جا ڪنهن عارضي مصلحت جي آخرين صورت تي ئي مبني هجي، سا لامحاله بيڪار ۽ بيسود ثابت ٿئي ٿي. درحقيقت اها ڪوشش هرحالت ۾ رائگان ئي ثابت ٿيئي آهي. ڇاڪاڻ ته خالق جي ڪڏهن به اها خواهش نه هئي ته انسانن جو عمل عارضي مصلحت مطابق هجي، پر سندس خواهش هئي ته اهو هرحالت ۾ خالص انصاف جي تارازوءَ جي تابع هجي. انهيءَ ڪري هُن عارضي مصلحت جي بنا تي عمل ۾ آيل هرڪوشش تي هميشه لاءِ ناڪاميابيءَ جي مهر هڻي ڇڏي آهي.

۱۳. ڪنهن به انسان کي نه اها خبر هئي ۽ نه آهي ته هين يا هُن خاص راهه عمل جو آخرين ۽ انتهائي نتيجو سندس پنهنجي حالت ۾ يا ٻين جي حالت ۾ ڪهڙو وڃي بيهندو. پر هرهڪ ماڻهوءَ کي هيءَ خبر پئجي سگهي ٿي، ۽ اسان مان سڀ پيچ گهڻن کي خبر به آهي، ته هيءُ يا هو عمل منصفانه يا غيرمنصفانه آهي. اسان سڀني کي شايد هيءُ به معلوم آهي ته انصاف جا نتيجا آخر اسان توڙي ٻين سڀني لاءِ هرممڪن صورت ۾ مفيد واقع ٿيندا، جيتوڻيڪ اسين واقعي ائين نٿا چئي سگهون ته زندگيءَ جي بهترين صورت ڪهڙي آهي، ۽ نه ئي

وري اسان کي اهو معلوم آهي ته اهڙيون حالتون هيٺ وقوع پذير ٿي سگهنديون.

١٤. "انصاف جي تارازو" لفظ استعمال ڪرڻ مان منهنجو مطلب آهي "اهو انصاف جنهن ۾ محبت سمايل هجي ۽ اها محبت جا هڪ ڪي ٻئي لاءِ دل ۾ هجي (٢٩)." مالڪ ۽ ملازمن جي درميان خوشگوار تعلقات، ۽ سندن بهترين مفاد آخرڪار انهن ئي ٻن ڳالهين تي منحصر آهن.

١٥. مالڪ ۽ ملازمن جي تعلقات جو سادو ۽ بهترين مثال اسان کي گهرو نوڪرن ۽ خدمتگارن جي زندگيءَ مان ملي سگهندو.

١٦. فرض ڪريو ته ونءُ ته گهر جو مالڪ پنهنجن نوڪرن کان سندن مقرر ٿيل اجرت عوض ايترو ڪم وٺي ٿو، جيترو هو کانئن وٺي سگهي ٿو. هو پنهنجن نوڪرن کي ڪڏهن به سست ٿيڻ يا سست ويهڻ نٿو ڏئي. کين اهڙو رُکو ۽ مختصر کاڌو کارائي ٿو ۽ هنن جي رهائش جو اهڙو ڏکيو ۽ ڪنجوسائيءَ جو بندوبست ڪري ٿو، جو ان کان وڌيڪ بدتر کاڌو ۽ بندوبست هو برداشت ڪري نه سگهندا (٣٠). ان جي برخلاف، کانئن ڪم جون تقاضائون وڌائي هو انهيءَ حد تي وڃي ٿو پهچائي، جو ان حد کان وڌيڪ ٿوري ۾ ٿوري ڪم جي به کانئن طلب ڪندو، ته گويا هنن کي مجبور ڪندو ته هو سندس نوڪري ڇڏي وڃن.

۱۷. ظاهر آهي ته ائين ڪرڻ سان، رواجي حالتن هيٺ جنهن چيز کي "انصاف" سڏيو وڃي ٿو، ان جي هو ڪابه پچڪڙي ڪانه ٿو ڪري. هو پنهنجي گهرو نوڪر ڪان سندس سموري وقت ۽ پوريءَ خدمت جو اقرار وٺي ٿو- ۽ پوءِ ئي هن کي پنهنجي نوڪريءَ ۾ دخلڪار ٿيڻ جي اجازت ڏئي ٿو. هو پنهنجي نوڪر سان جيڪا روش وٺي ٿو، تنهن جي سختيءَ جون حدون اهي مقرر ٿو ڪري، جيڪي پروارن مالڪن وٽ رواج ۾ آهن- يعني اهي، جي اجرت جي عام ۽ چالو نرخ جي عين مطابق آهن؛ جيڪڏهن خدمتگار کي وڌيڪ سٺيءَ نوڪريءَ جي جڳهه حاصل ٿي سگهي ٿي، ته انهيءَ معاملي ۾ خود مختيار آهي ته ڀلي وڃي ٻي ملازمت هٿ ڪري. دراصل مالڪ کي نوڪر جي سروج سزوريءَ جي خبر ئي فقط تڏهن پئجي سگهندي، جڏهن هو نوڪر کان اوتري گهٽي ۾ گهٽي ڪم جي طلب ڪندو، جيترو ڪم نوڪر پاڻ ڏيڻ لاءِ آماده هوندو- ٻيءَ صورت ۾ هو مالڪ جي نوڪري ڇڏيندو.

۱۸. سياسي اقتصاديات جي ماهرن جي چوڻ موجب، سياسي اقتصاديات جو هن معاملي متعلق نظريو(۳۱) اهو ئي آهي. سندن دعوا آهي ته مذڪور طريقهءِ ڪار مطابق سراسري طور ملازم کان زيادہ ۾ زيادہ ڪم حاصل ڪري سگهبو، ۽ ائين ڪرڻ سان قوم کي گهٽي ۾ گهٽو فائدو حاصل ٿئي ٿو، ۽ قوم جي معرفت

اوترو ئي فائدو ڦري خود ان ملازم کي به وڃي ٿو پهچي.

۱۹. هن ڳالهه ۾ بهرحال ڪا به بنيادي صداقت ڪانهي. اها ڳالهه محض ان صورت ۾ درست ٿي سگهي ٿي، جڏهن خدمتگار هڪ انجڻ هجي، جنهن کي تحرڪ ۾ آڻيندڙ طاقت ٻاڦ هجي، يا مقناطيسي ۽ مرڪزثقل جي طاقت هجي، يا اهڙو ڪو ٻيو ذريعو هجي، جنهن جي طاقت جي ڪَٿَ ڪري سگهجي، پر برعڪس ان جي، هيءَ اها انجڻ آهي، جنهن کي تحرڪ ۾ آڻيندڙ طاقت ساهه آهي، روح آهي. هن عجيب ۽ خاص الخاص محرڪ جي طاقت، جنهن جي مقدار جي معلومات حاصل ڪرڻ ناممڪن آهي، سا اقتصادياتي ماهر جي حسابي پڇڳهڙ ۾ اوچتو اچيو دخل اندازٿئي ٿي، ۽ هڪدم سندس اخذ ڪيل نتيجن کي ڪوڙو ثابت ڪيو وجهي. ظاهر آهي ته هيءَ عجيب غريب انجڻ پگهار جي لالچ تي يا دٻاءَ هيٺ يا ڪوئلن جي چنبيءَ مٿين ماپي سان پرجڻ تي (۳۲) ڪم ڪانه ڏيندي ـ ان جو گهٽيءَ ۾ گهٽو ڪم ڏيڻ ته پري رهيو. اها فقط تڏهن ڪارگر ڪم ڏيندي، جڏهن سندس محرڪ طاقت، يعني سندس روح يا سندس ارادو، کيس پنهنجو مخصوص ڪاڏو، يعني خالص محبت يا ذوق، بهم پهچائي، طاقتور بنائيندي، ۽ ڪم ڪرڻ تي آماده ڪندي.

۲۰. تحقيق ڪڏهن ائين ٿي به پوي، ۽ اڪثر ٿئي به پيو، ته جيڪڏهن مالڪ سرگرم عمل ۽ داناءُ آهي،

۽ پنهنجي حڪمت عمليءَ، ارادي جي قوت ۽ رٿائتي
طريقہء ڪار جي مدد سان، گهر بل ڪم جو ڪافي
انداز پنهنجن ملازمن ڪان، مشينن وانگر خالص دٻاءَ
وسيلي پڻ، وٺي سگهي ٿو، ۽ ٻئي طرف انهيءَ ڳالهہ
جو بہ قوي امڪان آهي، ۽ اڪثر ڪري ائين ٿئي بہ
پيو، تہ جيڪڏهن مالڪ آرام طلب ۽ ڪمزور آهي
(پوءِ هو ڪيترو بہ شريف طبع هجي)، تہ سندس نوڪر،
پوري رهبريءَ نہ ملڻ سبب، پنهنجي طاقت کي بيڪار
خرچ ڪندي بہ، ۽ دلين ۾ هن لاءِ نفرت ڳاڏڙ
شڪرگذاريءَ جا جذبا موجود رکندي بہ، هن کي
تمام گهٽ - ۽ سو بہ خراب ۽ اڻپورو - ڪم ڪري
ڏين ٿا.

(۲) پر، هن دائري ۾ عالمگير قانون اهو آهي
تہ مالڪ ۽ ملازم (ڪيتريقدر بہ هو قوي ۽ ذڪي
هجن يا نہ هجن - ان سان ڳالهہ جو واسطو نہ آهي)
باهمي تعصب ۽ ضد رکڻ سان نہ پر صرف باهمي پيار
۽ محبت سان ئي ڪم جا مٺي ۾ سٺا مادي نتيجا
حاصل ڪري سگهن ٿا. جيڪڏهن مالڪ ملازم کان
هرممڪن طرح گهڻي ڪم وٺڻ جي ڪوشش ڪرڻ
بدران، ملازم لاءِ سندس مقرر ٿيل واجبي مقدار واري
لازمي ڪم کي زياده ۾ زياده دلچسپ ۽ مفيد بنائڻ
جي ڪوشش ڪري ٿو، ۽ هُن جي مفادن جي
هرسهائيندڙ ۽ انصاف ڀرئي طريقي سان پرگهور لهي
ٿو، تہ ان صورت ۾ اهو ملازم جنهن جو ايترو لحاظ

رکيو ويو هجي، سو آخرڪار جيترو سچ پچ ڪم ڪندو، يا جيڪو فائدو رسائيندو، سو اسڪان جي حدن اندر تحقيق ڪَهٽي ۾ ڪَهٽوئي ٿي سگهي ٿو.

۲۲. غور فرمايو- اِهو چوان ٿو ته ”جيڪو فائدو رسائيندو،“ ڇاڪاڻ ته ملازم جي ڪم جي نوعيت لازمي طرح يا هروقت اهڙي نه هوندي آهي، جو هو جنهن به بهترين خدمت ڪرڻ جو اهل هجي، پنهنجي مالڪ جي اهائي خدمت سرانجام ڏيئي سگهي. پر احسان ۽ محبت سان ڳنڍل هيءَ ملازم مالڪ ڪي هروقت ۽ هرقسم جو فائدو رسائيندو رهندو-- ڇا جسماني خدمت جي صورت ۾، ڇا مالڪ جي آبروءَ ۽ نفعي جي حفاظت جي ڪمن ۾، ۽ ڇا وري اوچتن ۽ اڻ مندائتن موقعن جي حالت ۾، جيڪي هو هميشه جاچيندوئي رهندو ته جيئن پنهنجي مالڪ لاءِ پاڻ کي زياده ڪارگر ۽ مفيد ثابت ڪري سگهي.

۲۳. مٿين حقيقت جي صداقت ۾ رتيءَ برابر به اوڻائي ڪانه ٿي اچي سگهي- جيتوڻيڪ اڪثر حالتن ۾، ناز برداريءَ ۽ شفقت جو ناجائز فائدو ورتو ويندو آهي، ۽ احسان جو بدلو احسان فراموشيءَ ۾ ادا ٿيندو آهي. ڇاڪاڻ ته اهو ملازم، جيڪو نرميءَ جي سلوڪ جي جواب ۾ احسان فراموشي اختيار ٿو ڪري، سو سختيءَ جي سلوڪ سبب ويري ۽ بدلي چڪائيندڙ ٿي پوندو، ۽ اهو ماڻهو، جيڪو سالم طبع مالڪ سان بي ايماني ٿو ڪري، سو يقيناً بي انصاف مالڪ لاءِ ان کان زياده هاڃيڪار ثابت ٿيندو.

٢٤. ڪير بہ ماڻهو هجي، هرحالت ۾ هيءَ سنئين سڌي ۽ شفقت ڀري روش ۽ اثرائتا ۽ مفيد نتيجا پيدا ڪري ٿي. معلوم هجي تہ هن موقعي تي آءٌ محبت ۽ شفقت جو ذڪر صرف ان جي افادي حيثيت سان ڪري رهيو آهيان، ان جي ”احسن بالذات حيثيت“ يا اها حيثيت جنهن ۾ ڪا شيءِ ذاتي طور ۽ مطلقاً نيڪ ۽ پسنديده تصور ڪئي ويندي آهي، في‌الحال منهنجي زيرويچار نہ آهي. محبت کي هتي آءٌ صرف هڪ چنچل ۽ نرآڪار طاقت شمار ڪريان ٿو، جيڪا اسان جي اڄڪلهہ جي اقتصادياتي ماهر جي هر هڪ حسابي ڇڪتاڻ کي بي اثر ثابت ڪريو بيٺي آهي؛ حقيقت هيءَ آهي تہ هن اقتصادياتي ماهر جي جيڪڏهن اها خواهش ٿي بہ پوي تہ محبت جي هن نئين عنصر کي هو پنهنجن تخمينن ۾ جاءِ ڏئي، تہ بہ هو ائين ڪرڻ کان اچ قاصر آهي؛ ڇاڪاڻ تہ محبت، سياسي اقتصاديات جي ٻين سمورن شرطن ۽ غرضن کي نظرانداز ۽ خارج ڪري ڇڏڻ کان پوءِ ئي، پنهنجي افادي حيثيت سان عمل پذير ٿي سگهي ٿي.

٢٥. اوهان جيڪڏهن نوڪرتي انهيءَ اميد سان مهربان ٿا ٿيو تہ هو ضرور احسان جو بدلو نيڪيءَ سان ادا ڪندو. تہ انهيءَ حالت هيٺ يقين ڄاڻو تہ ان مان اسان کي فقط اهو ڪجهہ حاصل ٿيندو، جنهن جا اوهين حقدار آهيو- يعني، نڪي نيڪ بدلو پلئہ پوندو، ۽ نہ وري اوهان جي مروت جو قدر ۽

قيمت ئي هن جي دل تي نقش رهندا. انهيءَ ڪري ملازم سان ڪنهن به اقتصادي مراد يا لالچ ڪان سواءِ جيڪڏهن مهربانيءَ ۽ ماڻهپي جو سلوڪ اختيار ڪندؤ، ته ان جو لازمي طور خاطرخواه نتيجو نڪرندو، ۽ اوهان جون سڀ اقتصادي مرادون پاڻهي چاڻي برصواب ٿي وينديون. مذڪور مسئلي ۾، يا ڪنهن به ٻئي معاملي ۾، حقيقت هيءَ آهي ته 'جيڪو پنهنجي زندگي بچائيندو، سو آخر زندگي وڃائيندو، ۽ جيڪو ان تان آهو ڪٽيندو، سو يقيناً زندگي(۳۳) حاصل ڪندو.' *

*طرز عمل جي هنن ٻن طريقن ۽ سندن اهم نتيجن جي وچ ۾ تفاوت، "بليڪ هائوس (۳۴)" ("Bleak House") ناول جي ٻن ڪردارن، ايسٽر (۳۵) (Esther) ۽ چارليءَ (۳۶) (Charlie)، جي باهمي تعلقات کي "ماسٽر همفريز ڪلاڪ (۳۷)" (Master Humphry's clock") ناول جي ٻن ڪردارن، مس براس (۳۸) (Miss Brass) ۽ مارڪيونيس (۳۹) (Marchioness)، جي باهمي تعلقات سان ڀيٽي، تمام چٽيءَ طرح معلوم ڪري سگهجي ٿو. "ڊڪنس (۴۰)" (Dikcehs) جي لکيتن جي اهم حقيقت ۽ قدر، بي سمجهيءَ ڪان ڪيترن سمجهدار پڙهندڙن دل تان لاهي ڇڏيو آهي، رڳو انهيءَ سبب ته ڊڪنس حقيقتن کي هڪ عجيب مزاحيه رنگ ڏيئي، انتهائي مبالغه آميز صورت ۾ پيش ڪيو آهي. "بي سمجهي" لفظ جو استعمال ان ڪري ڪجي ٿو، جو ڊڪنس جون هي مزاحيه تصويرون،

(ڏسو حاشيو صفحي ۴۸ تي)

۲۶. مالڪ ۽ ملازم جي تعلقات جو سادي ۾ سادو ۽ چٽي ۾ چٽو پيو مثال لشڪر جي سالار ۽ سندس سپاهين جي تعلقات مان ملي سگهي ٿو.

---

(آندل حاشيه صفحي ۴۷ تان)

جيتوڻيڪ اڪثر ناشائسته آهن، پر ڪنهن به صورت ۾ غلط يا گمراهه ڪندڙ ڪين آهن. سندس بيان ڪرڻ جي طرز جيڪا آهي سا آهي، پر هو جيڪي به چوي ٿو، سو حرف بحرف سچ آهي. زياده بهتر ٿئي ها، جيڪڏهن پنهنجي اها مبالغه آميز طرز تحرير هو فقط عام وندرائيندڙ مضمونن تائين محدود رکي ها، ۽ جڏهن به ڪو قومي اهميت وارو بلند تر موضوع هٿ ۾ ڪٿي ها، جهڙوڪ "هارڊ ٽائيمس (۴۱)" ("مشڪل زمانو" -Hard Times) ناول ۾ چيڙيو اٿس، ته ان حالت ۾ زياده تفصيلي ڇنڊڇاڻ ۽ زياده سنجيده ۽ مائيدار طرز نگارش کان ڪم وٺي ها. هيءُ ڪتاب، جيڪو منهنجي نظر ۾ سندس بهترين تصنيف آهي، گهڻن جي نگاهن ۾ پنهنجي اصلي اهميت حاصل نه ڪري سگهيو آهي، ڇاڪاڻ ته ان جي هڪڙي اهم ڪردار، مسٽر بائونڊربيءَ (۴۲) (Mr Bounderby)، کي هڪڙي عام زبردست ۽ سختگير مالڪ عوض، هڪ عجيب ڊرامائي قسم جو آدمخور ڪري پيش ڪيو ويو آهي؛ ۽ ٻئي اهم ڪردار، اسٽيفن بلئڪ پول (Stephen Black Pool)، کي هڪڙي ايماندار مزور جي مثالي ڪردار جي صورت ۾ پيش ڪرڻ بدران، هڪ عجيب ڊرامائي انداز جو ڪامل ترين انسان ڪري

(ڏسو حاشيه صفحي ۴۹ تي)

۲۷. سمجهو ته هڪ سالار، پاڻ کي تر جيتري به تڪليف ڏيڻ بدران رڳو پين تي ضابطي جا قاعدا قانون سختيءَ سان عمل ۾ آڻي، پنهنجي پلئه کي مضبوط ڪرڻ گهري ٿو: ظاهر آهي ته ڪنهن به صورت ۾،

(آندل حاشيو صفحي ۴۸ تان)
پيش ڪيو ويو آهي. تاهم اسان کي ڊڪنس جي ظرافت ۽ چاڻ ان مناسب فائدي حاصل ڪرڻ کان محض انهيءَ سبب ڪري پاڻ کي محروم نه رکڻ گهرجي، ته هن جي ڪردار-نگاري ۽ طرز گفتگو ناٽڪي انداز جي آهي. حقيقت هيءَ آهي ته هن جيڪي به ڪتاب لکيا آهن، انهن جو مطلب ۽ مقصد بلڪل درست آهي. جن به ماڻهن جي سماجي ڳالهين ۾ دلچسپي آهي، انهن کي گهرجي ته سندس سڀ ڪتاب، خاص طرح "هارڊ ٽائيمس"، گهريءَ نظر سان پڙهن. ڪين ائين برابر ڏسڻ ۾ ايندو ته هن ڪتاب ۾ به ڪيتريون ئي ڳالهيون هڪ-طرفيون ڏنل آهن - ۽ چاڪاڻ ته اهي هڪ-طرفيون آهن، تنهنڪري ظاهرظهور غير منصفانه پڻ آهن: پر جيڪڏهن هو پاڻ اهو پيو طرف، جنهن کي ڊڪنس نظرانداز ڪري ڇڏيو آهي، هر طرح چڱيءَ ڀاتي چتائي ڏسندا، ته کين ازخود معلوم ٿي ويندو، ته سندن ايتريءَ تڪليف وٺڻ کان پوءِ به، ڊڪنس جو پيش ڪيل رايو آخرين صورت ۾ وري به درست ۽ بجا آهي- جيتوڻيڪ ان رايي کي البت هن پنهنجي مخصوص مبالغه آميز تنخيءَ ۽ آنڪهڙئي انداز ۾ ئي پيش ڪيو آهي.

رڳو قاعدن جي استعمال سان، انهيءَ خود غرضيءَ جي اصول مطابق، هو پنهنجن زيردستن جي طاقت ۽ ذوق کي مڪمل طرح سان نہ اپاري سگهندو ۽ نہ استعمال ڪري سگهندو.

٢٨. اڳئين مثال مطابق، جيڪڏهن هي آفيسر بہ هڪ دانشمند ۽ مستقل مزاج شخص آهي، تہ يقيناً هو هڪ ڪمزور ۽ نامعقول مهربان آفيسر کان وڌيڪ ڪارآمد ۽ ڪارگر ثابت ٿي سگهي ٿو؛ پر فرض ڪري وٺو تہ ٻنهي جي حالت ۾ دانشمندي ۽ مستقل مزاجي هڪجيتري آهي-اهڙيءَ حالت هيٺ، لازمي ڳالهہ آهي تہ جنهن سالار جا پنهنجن ماڻهن سان ذاتي تعلقات هوندا، جنهن کي سندن مفاد جي زياده چنتا هوندي، جنهن کي سندن حياتين لاءِ زياده قدر ۽ قيمت جو احساس هوندو، تہ اهوئي انهن جي طاقت ۽ ذوق جي زياده ترقيءَ ۽ اظهار جو باعث ٿي سگهندو. هن جي شخصيت لاءِ منجهن پيار ۽ هن جي اخلاق ۾ سندن ڀروسو ايتريقدر پيدا ٿي پوندو، جو ڪنهن بہ ٻيءَ ڪوشش سان هرگز منجهن پيدا ٿي ڪين سگهندو. جيئن ماڻهن جو تعداد گهٽو، تيئن مٿيون اصول يا ڪُلي قاعدو زيادہ صحيح ۽ مفيد ثابت ٿيندو-هڪڙي يا ٻہ يلغارون اڪثر ڪامياب بہ ٿي وڃن، جيتوڻيڪ پلٽڻ جا ماڻهو پنهنجن آفيسرن کي نفرت جي نگاهن سان ڏسندا هجن؛ پر پوري جي پوري جنگ کا

مشڪل سان ڪامياب ٿي آهي، جيڪڏهن فوج کي پنهنجي سپهسالار لاءِ دل ۾ عزت ۽ پيار نه آهي.

۲۹. هنن رواجي مثالن ڏيڻ کان پوءِ، جيڪڏهن اسين ڪارخانيدار ۽ سندس مزورن جي باهمي لاڳاپن کي خيال ۾ آڻينداسين، جيڪي لاڳاپا مالڪ ۽ ملازم جي تعلقات جا پيچيده ۽ مشڪل مثال آهن، ته پهريائين اسان کي ڪي عجيب دشواريون درپيش اينديون، جي ظاهر ظهور صرف اخلاقي ڳالهين ڏانهن ڌرين جي بي توجهيءَ جو نتيجو آهن.

۳۰. لشڪر جي سپاهين جو پنهنجي سپهسالار لاءِ سرگرم محبت هجڻ جو امڪان آسانيءَ سان ذهن ۾ اچي سگهي ٿو، پر هڪ ڪپڙي جي ڪارخاني جي مالڪ لاءِ سٽ ڪتيندڙ مزورن جي دل ۾ پرجوش پيار جي وجود جو امڪان ايتريءَ آسانيءَ سان تصور ۾ نٿو اچي سگهي. ڦورن ۽ ڌاڙيلن جو ٽولو، پيءُ ڳالهه لاءِ نه، ته به ڪم از ڪم ڦرلٽ ڪرڻ جي نيت سان، اڄ به باهمي محبت ۽ اعتماد جي جذبي ماتحت (قديم راهزن ۽ قزاق قبيلن وانگر) سرگرم عمل نظر اچي سگهندو. ان ٽولي جو هر هڪ فرد پنهنجي سردار (۱۴) جي زندگيءَ خاطر پنهنجي حياتي قربان ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار رهي سگهي ٿو؛ پر انساني جماعت جا اهي ماڻهو، جي اڄ جائز پيداوار ۽ مال جي فراوانيءَ جي واسطي پاڻ ۾ شريڪ آهن، تن ۾، افسوس آهي، جو اڪثر

ڪري اهڙي جذبي جو ڪال آهي- ۽ منجهانئن ڪو به ماڻهو، ڪنهن به صورت ۾، پنهنجي جان پنهنجي مالڪ تان صدقي ڪرڻ لاءِ هرگز تيار نه آهي.

٣١. اڄ اسان جي سامهون نه فقط اخلاقي معاملن ۾ هي نمايان تضاد موجود آهي، پر ان سان تعلق رکندڙ ڪيترن ئي ان جهڙن پين تضادن سان، انتظامي معاملن ۾، اڄ اسين دوچار آهيون. چاڪاڻ ته هڪ (گهرو) ملازم ۽ هڪ سپاهه. اڄ به اجوري جي مقرر شده نرخ تي، ۽ طي ٿيل ميعاد لاءِ، مقرر ڪيا وڃن ٿا، پر برخلاف ان جي، ڪارخاني جي هڪ مزور کي، عام روزگار جي هر گهڙيءَ ڦرندڙ گهرندڙ حالتن مطابق، گهٽ يا وڌ اجوري تي مقرر ڪيو وڃي ٿو، ۽ ساڳئي وقت، هن کي اهو به انديشو رهي ٿو، ته واپار جي لاهن چاڙهن جي اثر هيٺ، ڪنهن به وقت ملازمت مان ڪڍيو وڃي. جنهن صورت ۾ هينن غير يقيني حالتن هيٺ، روزمره جي ڪم ڪار جي دائري ۾، محبت ۽ اعتماد جي ڪا صورت پيدا نٿي ٿي سگهي، پر ابتلو خلاف محبت ۽ عدم اعتماد جا پُرخطر روپ ئي ظاهر ٿي سگهن ٿا- انهيءَ صورت ۾ سوچڻ ويچارڻ لاءِ هڪڙا به اهم نُڪتا اسان جي سامهون اچي ٿا پيدا ٿين.

٣٢. پهريون هيءُ ته ڪيتريقدر محنت جي اجرت يا مزوريءَ جا نرخ مرتب ڪيا وڃن، جو آهي،

عام روزگار جي حالتن يعني محنت ۽ پورهئي جي عام
ڪاپي جي نسبت سان، وقت بوقت تبديل ٿي نه سگهن.
٣٣. پيو هيءُ ته ڪيتريقدر اها ڳالهه ممڪن ٿي
سگهي ٿي ته پورهيتن يا مزورن جي ٻارين ڪيءِ، سندن
تعداد گهٽائڻ يا وڌائڻ کان سواءِ، هڪ ئي مقرر اجرت تي
مقرر ڪيو وڃي (پوءِ متعلق تجارت، صنعت يا ملازمت
جي دائري جي ڪهڙي به ڪيفيت هجي)، تان ته منجهن
پنهنجي پنهنجي اداري يا روزگار جي مرڪز لاءِ دائمي
دلچسپي ۽ چاهه اهڙيءَ طرح پيدا ٿئي، جهڙيءَ طرح
هڪ پراڻي گهرو نوڪر جي دل ۾ پنهنجائپ جو احساس
پنهنجي مالڪن لاءِ هوندو آهي، يا جهڙيءَ طرح هڪ
جانباز فوجي دستي جي فردن ۾ رفاقت جو جذبو پنهنجي
هر فوجي عمل ۾ موجود هوندو آهي.
٣٤. يعني، آءٌ چوان ٿو ته پهريون سوال هيءُ آهي ته
محنت جي في‌الواقع ڪاپي ڪي خيال ڪڻ کان سواءِ،
ان جي اجرت جو هڪ ئي نرخ گوءِرڻ ممڪن
آهي يا نه؟ جي آهي، ته ڪيتريقد وق
٣٥. انسان کان جيڪي غلطيون سر زد ٿيون آهن،
انهن جهڙي ئي هيءَ هڪ غلطي آهي، جو عام سياسي
اقتصاديات جا ماهر هن ڳالهه کان صاف انڪار ٿا ڪن ته
اجرت جو اهڙيءَ طرح ٻڌجڻ يا مقرر ٿيڻ ممڪن آهي؛
حالانڪ دنيا ۾ محنت جي سڀني اهم صورتن، ۽ پڻ
ان جي اڪثر غير اهم صورتن، لاءِ اهڙي قسم جي
مقرر اجرت جو انتظام اڳي ئي مروج ۽ مستعمل آهي.

۳۶. اسين ڪڏهن به پنهنجي وزارت عظمیٰ جو ڊچ نيلام (Dutch auction) ذريعي (۴۵) وڪرو ڪونه ٿا ڪريون، وڏي پادريءَ جي فوت ٿيڻ تي، سائمن (۴۶) (Simon) وانگر فائدي حاصل ڪرڻ جي خيال کان، اهو رتبو اسان اهڙي پادريءَ کي (اڇا نه) ڪونه ٿا آڇيون، جيڪو ان نظام سنڀالڻ جو ٺيڪو اسان کان گهٽ ۾ گهٽ اگهه تي کڻي! اسين تحقيق (ٿي هي پڻ سياسي اقتصاديات جي معامله فهميءَ جو ڪرشمو آهي!) جنگي عهدا (۴۷) فروخت ڪريون ٿا، پر وري به سپه سالاريون اهڙيءَ ڪليءَ طرح ڪونه ٿا وڪڻون: بيماريءَ جي حالت ۾، اسين ڪڏهن به اهڙي ڊاڪٽر جي طلب ڪونه ٿا ڪريون، جيڪو پنهنجي في هڪ گنيءَ کان گهٽ وٺي، مقدمي جي حالت ۾، ڪڏهن به ڇهن شلنگن - اٺن پينسن (Six-and-eight pence) بدران چئن شلنگن - ڇهن پينسن (Four-and-six pence) (۴۸) جو خيال ڪ نه ڪندا آهيون، رستي تي برسات ۾ گهيرجي وڃڻ مت بيهي اهو ويچار ڪونه ڪندا آهيون ته ڪهڙو گاڏيءَ وارو اسان کان ڇهه پينس (Six-pence) في ميل جي حساب کان گهٽ ڀاڙو طلب ڪندو.

۳۷. اها حقيقت آهي ته مذڪور حالتن ۾، ٿي ٻيءَ به هر اهڙيءَ حالت ۾ جيڪا تصور ۾ اچي سگهي ٿي، ڪم جي دشواريءَ توڙي ان جي ڄاڻن جي موجود تعداد کي خيال ۾ رکيو وڃي ٿو ٿي لازمي طرح خيال

۾ رڪٽوئي پوي ٿو(۴۹). جيڪڏهن ائين تصور ڪيو وڃي ته هڪ سٺي ڊاڪٽر بنجڻ لاءِ جيڪا ضروري تڪليف ڪرڻي پوي ٿي، ان کي برداشت ڪرڻ لاءِ شاگردن جو ڪافي انداز، صرف اڏڪني فيءَ جي اميد ۽ آسري تي، آماده ٿي سگهندو، ته پوءِ عام خلق ترت ئي پيءَ غير ضروري اڏ گنيءَ کي پاڻ وٽ جهلي ڇڏيندي، ۽ صرف اڏگني ئي ڊاڪٽرن جي مناسب في تسليم ٿي ويندي. تحقيق، انهيءَ لحاظ سان، آخرين طور، محنت جي قيمت محنت جي ڪاپي جي مناسبت تي ئي مقرر ڪئي ٿي وڃي؛ پر جيڪڏهن هن معاملي جو عملي ۽ ڪارآمد انتظام ويچار هيٺ ٿو آڻجي، ته معلوم ٿو ٿئي ته اعليٰ حيثيت واريءَ محنت جي اجرت هميشه هڪ ئي مقرر ٿيل نرخ مطابق ادا ٿيندي رهي آهي، ۽ ادا ٿيندي رهي ٿي- ۽ ساڳيءَ ريت هر نوع جي پيءَ محنت لاءِ به اجرت جي ادائگي ائين ئي ٿيڻ گهرجي.

۳۸. پڙهندڙ شايد حيرت ۾ اچي، هي سوال پڇي ته "ڇا، سٺي ڪاريگر ۽ خراب ڪاريگر، ٻنهي کي هڪجيتري اجرت ڏني وڃي؟"

۳۹. يقيناً ڪليسا جي هڪڙي امام ۽ سندس جاءِ نشين جي خطبي جي وچ ۾-يا هڪ ڊاڪٽر ۽ ٻئي ڊاڪٽر جي رايي جي وچ ۾- پنهنجي پنهنجي مخصوص ذهني پس منظر، توڙي اوهان لاءِ ذاتي طور جيڪي انهن مان نتيجا رونما ٿي سگهن ٿا، تن جي لحاظ کان،

جيڪو نمايان فرق موجود آهي، تنهن جي آهميت ظاهر آهي ته پن سر بندن، چاڙهو ۽ غير چاڙهوءَ، جي وچ ۾ جيڪو فرق ممڪن ٿي سگهي ٿو، تنهن ڪان گهڻي گهڻي وڌيڪ آهي (جيتوڻيڪ هن پوئين فرق جي اهميت به پنهنجيءَ جاءِ تي ڪافي آهي، جنهن ڪان اڪثر ماڻهو واقف ڪين آهن). تنهن هوندي به، توهان پنهنجي رضا خوشيءَ سان پنهنجن انهن روحاني معمارن (ڪليسا جي پادرين)، توڙي جسماني معمارن (ڊاڪٽرن) کي، بلا لحاظ سندن قابليت يا عدم قابليت جي، هڪجيتري في پري ٿا ڏيو، بلڪل ساڳيءَ طرح، منهنجي خيال موجب، اوهان پنهنجي گهرن جي معمارن (سر بندن ۽ رازن) کي، بلا لحاظ سندن چاڙهو يا اڻچاڙهو هئڻ جي، جيڪڏهن هڪجيتري اجرت ادا ڪندا، ته ان ۾ ڪو خاص اهم ڪونه آهي.

۳۰. "نه، پر آءٌ ڏسي وائسي، پنهنجي ڊاڪٽر ۽ (؟) پنهنجي پادريءَ جو انتخاب ڪندو آهيان، جنهن مان ظاهر آهي ته سندن لياقت ۽ عدم لياقت جو سوال منهنجي سامهون رهي ٿو." جيڪڏهن ائين آهي، ته پوءِ پڻ اوهان کي پنهنجي سر بند ۽ رازي جو به انتخاب ڪرڻ گهرجي، هڪ قابل ۽ چاڙهو ڪم ڪندڙ واسطي اهوئي صحيح انعام آهي... ته واقعي هن کي ئي منتخب ڪيو وڃي. دراصل صحيح ۽ فطري سرشتو هر پورهئي جي اجرت جو اهوئي آهي ته اها هڪجيتري ۽ مقرر نرخ مطابق ادا ڪئي وڃي، پر هر حالت ۾ لائق

مزور ڪسي ملازمت ۾ رکڻ وڃي ۽ اڻ لائق کي نه رکيو وڃي. برعڪس ان جي، باطل، غيرفطري ۽ تباهه ڪن دستور اهو آهي، جو هڪ بيڪار مزور لاءِ موقعا پيدا ڪيا وڃن ته هو پاڻ کي گهٽ اجرت تي ملازمت لاءِ پيش ڪندو رهي، تان ته هو هڪڙي ڪارائتي مزور کي بيدخل ڪري، وڃي ان جي جاءِ والاري، يا وري اهڙين ڇڙاپيٽيءَ جون حالتون پيدا ٿي وڃن، جو اهو لائق ۽ ڪارائتو مزور اڌوري معاوضي تي ڪم ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي وڃي.

۴۱. تنهنڪري، اسان جو پهريون مقصد آهي ته پورهئي لاءِ هڪجيتريءَ اجرت مقرر ڪرڻ واسطي ڪو سنئون سڌو رستو ايجاد ڪريون. اسان جو ٻيو مقصد اِهو آهي ته مزورن جا مستقل تعدد باروزگار رهن، بغير هن لحاظ جي ته جن شين جي ٺاهڻ ۾ هو لڳل آهن، تن جي طلب يا کپت بزار ۾ اتفاق سان وڌيل آهي يا گهٽيل.

۴۲. منهنجو اهو قوي اعتقاد آهي ته ڪاپي جي سلسلي ۾ جيڪي وڏيون ۽ اتفاقي ڦيريون گهيريون هڪ ذي حيات قوم جي تجارتي ڪارگذارين جي دائري ۾ پيدا ٿين ٿيون، سي ئي اسان جي واسطي واحد مشڪلاتون آهن، جن کي سر ڪرڻ سان ئي پورهئي جي منصفانه انتظام جو قيام ممڪن ٿي سگهي ٿو. زير بحث موضوع مان ڪيترائي قابل غور مسئلا پيدا ٿي

پون ٿا، جن مٿي جو مطالعو هتي ممڪن نٿو ٿي سگهي؛ پر هيٺيون عام حقيقتون، جن جو سڌيءَ طرح تعلق هن موضوع سان آهي، تن کي البت پوريءَ طرح ڌيان ۾ آڻڻ ضروري آهي.

۴۳. جيڪڏهن مزور سان هروقت ملازمت جي ختم ٿيڻ جو خطرو لاڳو آهي ۽ هن جي ملازمت لاڳيتي ملازمت نہ آهي، تہ ان حالت ۾ هن جي اجرت، جنهن تي سندس گذارو ممڪن ٿي سگهي، لازمي طور انهيءَ اجرت کان گهري ٿيڻي آهي، جيڪا سندس ملازمت جي دائمي ۽ مستقل هئڻ جي حالتن ۾، هن لاءِ ڪافي ٿي سگهي ٿي؛ ۽ پورهئي جي چٽاڀيٽيءَ جي ڪهڙي بہ شديد صورتحال درپيش اچي، تہ بہ هن عام قانون جو لاڳاپو هرحالت ۾ لازمي ۽ اٽل آهي تہ جيڪڏهن سراسري طرح روزگار جا فقط ٽي ڏينهن هفتي ۾ شمار ڪيا وڃن، تہ ان حالت ۾ مزور پنهنجي اجرت هرصورت ۾ انهيءَ اجرت کان زياده گهرندا، جيڪا هفتي ۾ ڇهن ڏينهن جي روزگارميسر هجڻ جي حالت ۾ هو طلبيندا. سمجهو تہ هڪڙي ماڻهوءَ جو روزانو گذران بهرحال هڪ شلنگ (A Shilling) کان سواءِ ٿي نٿو سگهي، تہ پوءِ ظاهر آهي تہ هو پنهنجي هفتي جا گهربل ست شلنگ مجبوراً ٽن ڏينهن جي محنت سان، يا دستوري ڇهن ڏينهن جي پورهئي دواران ـ مطلب تہ هرصورت ۾، حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو.

٤٤. هر جديد تجارتي ڪاروبار جو ظاهر ظهور رجحان هيءُ آهي ته اجرت ۽ واپار، ٻنهي هڪ ئي گڏيل "صورتيءَ جي چڪر" ۾ داخل ڪيا وڃن ٿا، جنهن جو نتيجو هيءُ ٿو نڪري ته مزور جي اجرت جو دارومدار هن جي مذڪور غير مسلسل روزگار تي، ۽ مالڪ جي نفعي جو محض انڪل بازيءَ سان هٿ ڪيل موقعي جي استعمال تي ئي رهي ٿو.

٤٥. آءٌ هتي پيهر به هيءَ ڳالهه دهرايان ٿو ته ڪيتريءَ حد تائين مذڪور طريقي ڪار جديد تجارتي ڪاروبار جي تقاضائن مطابق ضروري آهي - ان مسئلي جي آپٽار هتي آءٌ ڪونه ٿو ڪريان. آءٌ هتي فقط هن حقيقت جي اظهار تي ئي اڪتفا ڪرڻ مناسب ۽ ڪافي ٿو سمجهان ته تجارتي ڪاروبار جو اهو طريقي ڪار پنهنجي مهلڪ ترين صورتن ۾ بلاشبه فضول ۽ غير ضروري آهي، ۽ درحقيقت مالڪن جي حالت ۾ محض سٽي بازيءَ جي شوق، ۽ مزورن جي حالت ۾ محض نادانيءَ ۽ عياشيءَ جو ئي نتيجو آهي. مالڪ ڪنهن به حالت ۾ جيڪڏهن ٿوري نفعي جي جهلڪ ڏسن ٿا، ته اهڙي موقعي کي وسان وڄائڻ برداشت نٿا ڪن، ۽ ان ڪري بدحواس ٿي، نصيب جي سبز باغ جي هر غنچي ۽ هر گل کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪن ٿا- انهيءَ تمنا سان ته هو اچا به زياده شاهوڪار ٿين، ۽ ائين ڪندي حرص جي انڌ ۾ تباهيءَ جي هر ممڪن جوکم کي پنهنجي مٿان عائد ڪن ٿا. ٻئي طرف مزور وري

ٿن ڏينهن جي سخت ڪم ۽ ٿن ڏينهن جي شرابخوريءَ جي بدمستيءَ کي ڇهن ڏينهن جي معتدل پورهئي ۽ هڪ ڏينهن جي معقول آرام کان زياده پسند ڪن ٿا.

٤٦. اهي مالڪ، جي دل سان مزورن جي مدد ڪرڻ چاهين ٿا، انهن لاءِ پيو ڪوبه اثرائتو طريقو ڪونهي، سواءِ انهيءَ جي، جو هو پنهنجي ۽ مزورن جي مذڪور بچڙاين کي قبضي هيٺ آڻين (٥٠)؛ ڪين پنهنجو ڪاروبار اهڙي پيماني تي هلائڻ گهرجي، جو پنهنجي ڏنڌي کي بنا ڪنهن خطري جي سنڀالي سگهن ۽ قياسي نفعي جي لالچ اڳيان نه جهڪي پون؛ ۽ ساڳئي وقت پنهنجي مزور کي ريتائتي محنت ڪرڻ ۽ معقول زندگي گذارڻ جو قائل بنائين؛ ۽ ڪين آماده ڪن ته هو هڪ مستقل هلڪي تنخواه کي غيرمستقل ڳريءَ اجرت تي ترجيح ڏين، چاڪاڻ ته، پوئين حالت هيٺ ڪين ملازمت مان نڪرڻ جو هر وقت انديشو درپيش آهي؛ مگر جيڪڏهن ائين ناممڪن هجي ته پوءِ نالي ماتر ڳريءَ اجرت وارن ڏينهن تي سخت پورهئي ڪرڻ جي رواج کي، جيئن پوءِ تيئن گهٽائين، ۽ پنهنجن ماڻهن جي انهيءَ ڏس ۾ رهنمائي ڪن ته هو مستقل، مسلسل ۽ معتدل محنت لاءِ ٿوري تنخواه قبول ڪرڻ لاءِ آماده ٿين.

٤٧. هن قسم جي بنيادي ڦيرين گهيرين کي عمل ۾ آڻڻ واريءَ تحريڪ جا باني لاشڪ اهم نقصان ۽ زحمتون

پنهنجي سر تي کڻندا، پر اها به حقيقت آهي ته آسانيءَ سان ۽ بنا هرج جي ٿي ويندڙ ڳالهه کڏهن به اهڙي ڳالهه نٿي ٿي سگهي، جنهن جو ڪرڻ انسان لاءِ بهرحال ضروري هجي، يا جنهن جي بهر صورت پوري ڪرڻ جو فرض انسان مٿان لازمي طور عائد ٿيل سمجهي سگهجي.

۴۸. هن کان اڳ، سون پڻ قسمن جي انساني جماعتن جي باهمي امتياز جو اشارتاً ذڪر ڪيو آهي- منجهانئن هڪ جماعت جي باهمي شرڪت تشدد جي ڪاروائين لاءِ آهي، ۽ ٻيءَ جي، ڪارخانيداريءَ جي مقصدن لاءِ؛ ان سلسلي ۾ ڏٺو ويو ته انهن ٻنهي مان پهرين جماعت (فوج) خود قربانيءَ جي جذبي جي حامل آهي، ۽ ٻي جماعت بلڪل نه؛ ۽ اهائي واحد حقيقت آهي جا، فوجي پيشي جي مقابلي ۾، تجارتي پيشي جي عزت کي پست ڪرڻ جو سبب بني آهي. فلسفيانه روشنيءَ ۾ پهرينءَ سٽ ته اها ڳالهه معقول نظر نٿي اچي (ڪيترن مصنفن ان کي صريحاً نامعقول ثابت ڪري ڏيکارڻ جي ڪوشش پڻ ڪئي آهي) ته هڪ صلح پسند ۽ شائسته ماڻهو جنهن جو شغل خريد ۽ فروخت ڪرڻ آهي، سو هڪ زورآور، غير سمجهدار ۽ غيرشائسته ماڻهوءَ کان، جنهن جو ڌنڌو خونريزي آهي، عزت ۾ گهٽ ٿي سگهي ٿو، تاهم، فيلسوفن جي برعڪس، عوام هميشه اتفاق راءِ سان سپاهيءَ کي واپاريءَ مٿان ڏئي وائٺي ترجيح ڏني آهي.

٤٩. ۽ اهو بلڪل صحيح آهي.

٥٠. چاڪاڻ ته هڪ سپاهيءَ جو ڏنڌو، دراصل ۽ لازمي طرح، قتل ڪرڻ ڪونهي، پر قتل ٿيڻ آهي. دنيا هن ڳالهه کي چڱيءَ طرح سمجهڻ کان سواءِ به، صرف اِنهيءَ ڳالهه سبب ئي هين ڌنڌي جي ايتري عزت ڪري ٿي.

٥١. هڪ خونخوار ماڻهوءَ جو ڌنڌو خونريزي آهي؛ پر دنيا ڪڏهن به خونين کي واپارين کان وڌيڪ عزت نه ڏني آهي. سپاهيءَ کي عزت جي نگاهن سان انهيءَ ڪري ڏٺو وڃي ٿو، جو هو پنهنجي زندگي ملڪ جي خدمت ۾ قربان ڪري ٿو.

٥٢. سپاهي ڪيترو به بيباڪ ۽ بي احتياط هجي، لذت ۽ عيش عشرت جو شائق هجي، اهو جوڪائتو ڪم ڪهڙن به خسيس مقصدن ۽ نيچ اثرات جي ڪري انتخاب ڪيو هجيس؛ ۽ هن جي روزمره جي زندگيءَ جا محرڪات (هر ظاهري صورت ۾) ڪٿي اهي ئي مقصد ۽ ارادا هجن، ته به اسان جي راءِ سندس متعلق فقط مذڪور بنيادي اصول تي ئي ٻڌل آهي-۽ ان جي پختگيءَ ۾ اسان کي ڪافي يقين پڻ آهي: هڪ طرف، مثلاً هن کي قلعي جي بچاءَ لاءِ هڪ چونڪيءَ تي بيهاري ڇڏيو، پوءِ ڪٿي سڄي دنيا جي لذت ۽ مزي جو سامان پوئتان پڪڙيو پيو هجيس، ۽ ٻئي طرف محض فرض ادائي ۽ موت ئي هن جي سامهون هجن، ته به هي

پنهنجو رخ هميشه جنگي محاذ جي طرف رکندو. هن کي اها خبر آهي ته اهڙي قسم جي امتحاني مهم کنهن به گهڙيءَ سندس سپرد ڪئي ويندي، بلڪ هن اڳيئي اهڙين گهڙين جو تجربو ڪري ڇڏيو آهي- عملي طور اهڙا تجربا هر گهڙيءَ هو ڪندو ئي رهي ٿو، جنهن جو مطلب هيءُ ٿيو ته موت ۽ حياتيءَ جي هيءَ راند، درحقيقت هو هر روز کيڏندو ٿو رهي.

٥٣. وڪيل ۽ طبيب کي پڻ اسان گهٽ عزت نٿا ڏيون، ڇاڪاڻ ته سندن ڪم به خود قربانيءَ جي اصول تي مدار رکي ٿو. ڪنهن به وڏي وڪيل کي هوندئن ڪٿي علم ۽ هشياريءَ جو ڪيڏو به درجو حاصل هجي، پر اسان جي دل ۾ هن لاءِ عزت فقط انهيءَ اعتقاد تي مدار رکي ٿي ته ڪيس جيڪڏهن هڪ منصف جي مسند تي ويهڻ جو موقعو ملندو، ته هو هر حالت ۾ نتيجن کان بنهه بيپرواهه، خالص انصاف روءِ ئي فيصلن ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو. جيڪڏهن اسان کي انهيءَ ڳالهه جو انديشو رهي ته هو رشوت وٺندو ۽ پنهنجي تيز فهمي ۽ قاعديداني استعمال ڪري غير منصفانه فيصلن کي ظاهري انصاف جو رنگ ڏيندو، ته پوءِ خاطري ڪريو ته هن جي علمي ۽ قانوني ڄاڻ جي ڪيتري به حد هجي، ته به اسان جي طرفان هو قطعاً عزت حاصل ڪري نه سگهندو. اسان جي عزت ۽ اعتماد صرف اهڙي وڪيل کي حاصل ٿي سگهي ٿو، جنهن جي زندگيءَ جي اهم ڪارگذارين جو اولين

مقصد، اسان جي پنهنجي اعتقاد موجب، انصاف ۽ صرف انصاف هجي، ۽ بعد ۾ سندس ذاتي مفاد.

٥٤. طبيب جي حالت ۾، تعظيم لاءِ اسان وٽ جيڪو دليل آهي، سو ذڪر ڪيل مٿئين دليل کان به وڌيڪ ظاهر آهي. سندس سائنسداني ڪيڏي به هجي، پر جيڪڏهن اسان کي خبر پوي ته هو مريضن کي محض تجربي جون شيون ڪري تصور ٿو ڪري، ته خوف ۽ نفرت وچان، اسين ڪانئس هوند ڪوهين پري پڇي وڃون، انهيءَ کان به وڌيڪ، جيڪڏهن اسان کي اها خبر پوي ته جيڪي سندس مريضن جي خاتمي جا مشتاق آهن، تن کان رشوتون وٺي، هي (طبيب) مريضن کي دوا جي صورت ۾ دير اثر زهر پياري ٿو ڇڏي، ته هن کان نفرت ۽ خوف جي اسان جي دلين ۾ هوند ڪا حد ئي نه رهي.

٥٥. آخر ۾ مذهبي پيشوائن متعلق ته اهو اصول نهايت واضح آهي. هڪ ڊاڪٽر جيڪڏهن پنهنجي سائنس ۾ اڻڄاڻ آهي، ۽ هڪ وڪيل ۾ جيڪڏهن معاملي فهميءَ جو ڪال آهي، ته هو ڪيترا به نيڪ هجن، ۽ ڪيتريقدر به نيڪيءَ جو برتاءُ ڪندا هجن، تڏهن به سندن اها جهالت ۽ ڪمفهمي ڪڏهن به قابل معافي ٿي نٿي سگهي. پر هڪ پادريءَ جي حالت ۾، جيتوڻيڪ سندس ذهني صلاحيت ڪيتري به مختصر هجي، هن جي عزت ۽ عقيدتمندي اصولاً صرف هن جي لاطمعيءَ ۽ خدمتگاريءَ جي جذبن سبب ئي ڪئي ٿي وڃي.

٥٦. هن ۾ ته ڪنهن اختلاف جي گنجائش ڪانهي ته تجارتي ڪاروبار کي ڪاميابيءَ سان هلائڻ لاءِ، جنهن حرفت، احتياط، ثابت‌قدميءَ ۽ ٻين ذهني طاقتن جي ضرورت آهي، تن جو مقابلو جيڪڏهن هڪ وڏي وڪيل، فوجي سپه سالار يا روحاني پيشوا جي صلاحيتن سان ڪجهه ڪرڻو پوي، ته به اهي بهرحال ڪنهن جهاز يا فوجي دستي جي نائب آفيسرن، يا ٻهراڙيءَ جي ڪنهن ننڍي پادريءَ جي صلاحيتن ۽ قابليتن سان ته آسانيءَ سان پيٽي سگهجن ٿيون. تنهنڪري جيڪڏهن انهن سڀني نام نهاد وسيع‌المشرب ڏنڊن جا سڀ ننڍا وڏا بااختيار آفيسر اچا تائين عوام جي نظرن ۾ هڪ تجارتي اداري جي مختار اعليٰ کان وڌيڪ معزز آهن، ۽ کين بهرصورت هن تي ترجيح ڏني ٿي وڃي، ته ان جو سبب ظاهر آهي ته سندن ذهني صلاحيتن ۽ تجرباتي لياقتن جي موازني تي نه، پر ٻيءَ ڪنهن زياده بنيادي ڳالهه تي مدار ٿو رکي.

٥٧. انهيءَ ترجيح يا قدر افزائيءَ جو اصلي سبب انهيءَ حقيقت ۾ سمايل نظر ٿو اچي ته هڪ تاجر لاءِ هرڪنهن کي هميشه اهو گمان رهي ٿو ته هن جي روش خودغرضيءَ کان خالي ڪانهي. هن جو ڪم قوم جي واسطي ڪيترو به ڪٿي ضروري هجي، پر ان جي ٻوڏواريءَ ۾ هن جي نيت، ائين سمجهيو وڃي ٿو، ته محض ذاتي مفاد جو حصول ئي آهي.

٥٨. تاجر جو پهريون مقصد (عوام جي اعتقاد موجب) لازمي طرح اهوئي آهي ته پنهنجي لاءِ جيترو به گهڻو نفعو هٿ ڪري سگهي اوترو حاصل ڪري، ۽ پنهنجي پاڙيسريءَ (يا گراهڪ) لاءِ جيترو به گهٽ ممڪن ٿي سگهي، اوترو گهٽ بچائي پوئتي ڇڏي. تجارت جي هن طريقي ڪار کي سياسي قانون جي صورت ڏيئي، ان جي عمل پيرائيءَ کي تاجر لاءِ گويا لازمي ٺهرائي ڇڏڻ، هرموقعي تي انهيءَ طريقي ڪار تي ئي عمل ڪرڻ جي هن کي سفارش ڪرڻ، ۽ سوٽ ۾ خود پاڻ به ان تي سختيءَ سان عمل پيرا رهي، وڏي وات اهو عام اعلان ڪندو رهڻ ته عالمي اصول هيءُ آهي ته خريدار جو ڪم آهي ته سستائي ڳولي ۽ وڪڻندڙ جو ڪم آهي ته ساڻس ٺڳي ڪري ـ انهن سڀني ڳالهين ڪرڻ کان پوءِ، اهو ساڳيو عوام وري به تاجر کي ئي گنهگار ٺهرائي ٿو، جنهن جو گناهه دراصل صرف هيءُ آهي ته هو سندن ئي تجويز ڪيل انهن مٿين اصولن ۽ طريقن تي عمل ڪندو ٿو رهي... ۽ پوءِ ان گناهه جي سزا ۾ هن تي هميشه لاءِ اهو ٺپو لڳايو ٿو وڃي ته هو نوع انسانيءَ جي هڪ بنهه ڪوڙي ۽ قابل نفرت جنس آهي.

٥٩. جيڪڏهن ڪين (عوام کي) انهيءَ نڪتي جو پتو پئجي وڃي، ته هوند اها روش هڪدم ڇڏي ڏين. ڪين "خودغرضيءَ" کي ڌڪارڻ هرگز بند ڪرڻ نه کپي، پر سندن ڪم آهي ته اهڙي قسم جي تجارت

ايجاد ڪن، جا محض خود غرضيءَ تي ٻڌل نہ هجي. ٻين لفظن ۾، ڪين معلوم ڪرڻو ٿي پوندو تہ صحيح معنيٰ ۾ آن ڪان علاوه ٻي تجارت، نہ اڳ قائم هئي ۽ نہ ٿي سگهي ٿي، ۽ جنهن ڪي اڄ هو تجارت سڏين ٿا، اها تجارت نہ آهي، پر محض فريب يا ٺڳي آهي، "صحيح معنيٰ ۾ تاجر" ۽ "سياسي اقتصاديات جي اصولن موافق اچوڪي تاجر" جي وچ ۾ ايترو ئي امتياز آهي، جيترو "ايڪسڪرشن" ("Excursion") جي سورمي(٥١) ۽ آٽوليڪس (Autolycus)(٥٢) نالي ڳنڍيچوڙ جي وچ ۾ هو.

٦٠. پوءِ ڪين نيٺ اٿين ڏسڻ ۾ ايندو تہ آها نيڪ تجارت هڪ اهڙو ڌنڌو آهي، جنهن ۾ نيڪ ۽ شريف انسان شرڪت ڪرڻ جي روزبروز زياده ضرورت محسوس ڪندا رهندا- برعڪس ان جي، جو هو ماڻهن کي 'وعظ ڪرڻ' يا 'قتل ڪرڻ' جي ڌنڌن ۾ وڃي شرڪت ڪن، هو اهو پڻ محسوس ڪندا تہ جهڙيءَ طرح حقيقي تبليغ ۽ لڙائيءَ ۾، تهڙيءَ طرح تجارت ۾ پڻ لازمي طرح ڪڏهن ڪڏهن نقصان سهڻا پون ٿا،- ڇهن پينسن، توڙي حياتين جي قرباني، فرض ادائيءَ جي ميدان ۾ بهرحال ڏيڻي ئي آهي، ڪليسا جي منبر تي، توڙي مارڪيٽ ۾، ٻنهي هنڌ ممڪن آهي تہ شهادت جا درجا حاصل ڪري سگهجن، ۽ تجارت جي ميدان توڙي جنگ جي ميدان، ٻنهي ۾ شجاعت

جي ڪارنامن جي گنجائش ۽ ضرورت ممڪن آهي ته هروقت موجود ني هجي.

٦١. 'ممڪن آهي' - آخري صورت ۾، بنهه لازمي آهي - ۽ جيڪڏهن هيلتائين ائين نه ٿيو آهي ته صرف انهيءَ ڪري، جو باهمت ۽ بلند حوصلي وارا انسان، جوانيءَ ۾ ئي زندگيءَ جي ٻين ميدانن ڏانهن گمراهه ٿي گهلجي وڃن ٿا - سواءِ انهيءَ ڳالهه سمجهڻ جي ته تجارت جو ميدان، هن زماني ۾، غالباً زندگيءَ جو زياده ۾ زياده اهم ميدان آهي؛ جنهن جو نتيجو هي ٿو نڪري ته مقدس انجيل جي تبليغ ڪندي ڪيترائي جوشيلا شخص پنهنجيون 'جانيون' قربان ڪري ٿا ڇڏين، پر ان جي هڪڙي اصول تي عمل ڪندي هڪ سو 'پائونڊن' جي نقصان برداشت ڪرڻ لاءِ ڪي قليل شخص ئي تيار ٿي سگهن ٿا.

٦٢. حقيقت اها آهي ته ماڻهن ڪڏهن به هڪ تاجر جا سچا پڇا فرض، جي هن کي ٻين ماڻهن جي بنسبت پورا ڪرڻا آهن، نه سمجهيا آهن. آءٌ چاهيان ٿو ته پڙهندڙ انهيءَ مسئلي کان چڱيءَ طرح واقف ٿين.

٦٣. پنج دماغي پيشا، جيڪي روزمره جي ضروريات زندگيءَ سان تعلق رکن ٿا - جن مان ٽن جو وجود هرصورت ۾ لازمي آهي - سي اڄ ڏينهن تائين هرسڌريل قوم وٽ موجود رهيا آهن:

سپاهيءَ جو پيشو آهي قوم جي حفاظت ڪرڻ.
پادريءَ يا عالم جو پيشو آهي قوم کي تعليم ڏيڻ.

طبيب جو پيشو آهي قوم جي صحت بحال رکڻ.
وڪيل جو پيشو آهي قوم ۾ عدل ۽ انصاف کي قائم رکڻ.
تاجر جو پيشو آهي قوم لاءِ سامان مهيا ڪرڻ.
۽ هنن سڀني ماڻهن جو فرض آهي قوم تان، ضرورت وقت، مري قربان ٿيڻ.

٦٤. "ضرورت وقت" لفظ جي معنيٰ:

سپاهيءَ لاءِ آهي ته مري وڃي، پر هلنديءَ جنگ ۾ سپرد ٿيل جاءِ تان نه هٽي.
طبيب لاءِ آهي ته مري وڃي، پر وبا جي زماني ۾ سپرد ڪيل فرض تان دستبردار نه ٿئي.
پادريءَ لاءِ آهي ته مري وڃي، پر ڪوڙ نه سيکاري.
وڪيل لاءِ آهي ته مري وڃي، پر بي‌انصافي برداشت نه ڪري.

تاجر — هن جي مري وڃڻ لاءِ "ضرورت جو وقت" ڪهڙو آهي؟ اهو سوال خود تاجر لاءِ، توڙي اسان سڀني لاءِ، هڪ اهم سوال آهي. چاڪاڻ ته جيڪو ماڻهو نٿو ڄاڻي ته ڪهڙي موقعي تي ڪيس مرڻ گهرجي، سو جيئڻ جي وري ڪهڙي شناس رکي ٿو سگهي؟

٦٥. غور ڪريو: هڪ تاجر (يا ڪارخانيدار - لفظ "تاجر" جنهن وسيع مفهوم سان هتي استعمال ڪيو ويو آهي، ان ۾ پيئي مطلب سمايل آهن) جو ڪم آهي قوم لاءِ سامان مهيا ڪرڻ. هن جو اهو ڪم نه آهي

ته ان سامان مهيا ڪرڻ جي عمل ذريعي پاڻ لاءِ هو نفعو حاصل ڪري- بلڪل ائين جيئن هڪ پادريءَ جو اهو ڪم نه آهي ته پنهنجو وظيفو ئي وصول ڪري. پادريءَ لاءِ وظيفو هڪ واجبي ۽ ضروري، پر ساڳئي وقت هڪ ثانوي چيز آهي- وظيفو هن جي زندگيءَ جو مقصد نه آهي، بشرطيڪ صحيح معنيٰ ۾ هو پادري آهي ته، عين اهڙيءَ طرح جهڙيءَ طرح هڪ طبيب جي زندگيءَ جو مول مقصد فِي (يا پاڪر_or honorarium) جي وصولي نه آهي. ساڳيءَ طرح هڪ صحيح ۽ سالم تاجر لاءِ نفعي جو حاصل ڪرڻ زندگيءَ جو مول مقصد هئڻ نه گهرجي.

٦٦. انهن ٽنهي شخصن کي، بشرطيڪ هو صحيح معنيٰ ۾ اهي ئي آهن جنهن جي دعوا ڪن ٿا، تہ فيءَ جي وصوليءَ يا غير وصوليءَ جي خيال کان سواءِ- بلڪ ڪڏهن ڪجهہ پنهنجي هٿان ڏيئي به، پنهنجو پنهنجو مخصوص ٽيل ڪم پورو ڪرڻو آهي؛ يعني پادريءَ کي تعليم ۽ هدايت ڏيڻي آهي، طبيب کي بيماري دفع ڪرڻي آهي، ۽ تاجر کي، جيئن مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان، سامان مهيا ڪرڻو آهي. ان جي معنيٰ هيءَ ٿي ته جنهن به قسم جي سامان جو هو ڪاروبار ڪري ٿو، تنهن جي هر خصوصيت کان بنيادي طرح، ۽ ان جي پيداوار ۽ حاصلات جي ذريعن وغيره کان هر صورت ۾، کيس واقف ۽ باخبر رهڻو آهي. هن کي پنهنجي ڪلي طاقت ۽ فهم استعمال ڪرڻا آهن،

تہ جيئن ان سامان جي پيداوار يا حاصلات نج ۽ خالص صورت ۾ ميسر اچي سگهي، ۽ ساڳئي وقت ان جي ورهاست، امڪان جي حدن اندر، سستي ۾ سستي اگهہ ۾، ضرورت وارين جاين تي، آسانيءَ سان عمل ۾ اچي سگهي.

٦٧. چاڪاڻ تہ هرجنس جي پيداوار ۽ حصول ۾، گهڻن انسانن جو واسطو رهي ٿو، ان حالت ۾ تاجر کي، پنهنجي ڌنڌي جي انهن مخصوص تقاضائن سبب، ديول جي پادريءَ يا لشڪر جي سپہ سالار جي پيٽ ۾، وڏيڪ سڌيءَ طرح - مگر ظاهري طور ان جي اعتراف ڪئي بغير- ماڻهن جي وڏي هجوم جي مالڪ ۽ مهندار جي حيثيت حاصل رهي ٿي؛ ۽ انهيءَ حيثيت سبب مٿس انهن ماڻهن جي معيار زندگيءَ ۽ رهائش جي طور طريقي جي جوابداري بہ اوتروئي وڌيڪ عائد ٿئي ٿي: مٿس اهو بہ فرض عائد ٿئي ٿو تہ نہ صرف پنهنجي سامان جي خالص ۽ نج پيداوار ۽ ان جي سستي ۾ سستي نيڪال جو خيال ڪري، پر ان سان گڏ اهو بہ ويچار ڪري تہ ان جي پيداوار ۽ ورهاست لاءِ جنهن جنهن قسم جي پورهئي يا محنت جي ضرورت رهي ٿي، ڪهڙيءَ ڪهڙيءَ صورت ۾ ۽ ڪهڙن ڪهڙن طريقن سان اهو پورهيو سندس ملازمن ۽ مزورن لاءِ زياده ۾ زياده وندرائيندڙ ۽ فائديمند ثابت ٿي سگهي ٿو.

٦٨. ۽ جيئن تہ هڪ تاجرُ انهن پنهي ڪمن پٺيان، چاڪاڻ تہ اهي سندس انتهائي عقلُ، حرفت، صبرُ ۽ شفقت کانئس گهرن ٿا، پنهنجون سموريون قوتون صرف

ڪرڻ لاءِ پڌل آهي، تنهنڪري انهن جي مڪمل ۽ بهترين سرانجاميءَ لاءِ، هو هڪ سولجر يا هڪ طبيب وانگر، اڻ تر ضرورت جي وقت، جنهن به نموني حالتن جي تقاضا هجي تنهن نموني، پنهنجي جان جي قرباني ڏيڻ لاءِ پڻ پڌل آهي.

۶۹. سامان مهيا ڪرڻ واري ڪم جي دائري ۾، تاجر کي هر وقت پن گراهڪن جو خيال رکڻو آهي: پهرين گراهڪ، پنهنجا اقرارناما (اقرارنامن جي بجا آوري تجارت جي تمام ممڪنات جي جڙ آهي)؛ ۽ ٻي گراهڪ، مهيا ڪيل جنس جي بهترين ۽ خالص صورت؛ ايتريقدر جو ڪنهن اقرارنامي جي پيچڪڙي ڪرڻ کان اڳ يا پنهنجي ڪنهن جنس ۾ اوٽائيءَ، ملاوت يا بيجا مهانگائيءَ جي واقعي ٿيڻ کان اڳ، جيڪڏهن مٿين ٻن گراهڪن تي محڪم ۽ اٽل رهڻ جي ڪوشش ڪندي، هن کي انتهائي محنت، غربت، يا ٻيءَ ڪنهن وڏي ۾ وڏيءَ مصيبت سان به دوچار ٿيڻو پوي، ته هو مردانه وار، ۽ آخري دم تائين، ان کي منهن ڏيڻ لاءِ پڌل آهي.

۷۰. ساڳئي وقت: پنهنجن مزورن ۽ ملازمن جي حاڪم هئڻ جي حيثيت ۾، هڪ تاجر يا ڪارخانيدار کي، هڪ خاص انداز ۾، والدين جهڙا اختيار ۽ ذميداريون حاصل رهن ٿيون.

۷۱. اڪثر حالتن ۾، هڪ نوجوان مزور، تجارتي اداري يا ڪارخاني ۾ داخل ٿيڻ بعد، گهر جي ماحول

ڪان يڪسر ڪٽجي ٿو وڃي، هن جي مالڪ لاءِ
لازمي آهي ته هو سندس والد تي رهي، ٻيءَ حالت ۾
ان نوجوان جي قدم بقدم ۽ عملي رهبريءَ لاءِ والد
جهڙو پيو ڪوبه مستقل ۽ پروسي جهڙو وسيلو ميسر
نٿو رهي. هر حالت ۾ خود مالڪ جو اختيار، ۽ ڪارخاني
جي عام ماحول ۽ ڌنڌي جي مخصوص فضا سان گڏ،
جن ماڻهن سان ان نوجوان کي ڪم جي دوران ۾
گڏجي گذارڻو پوي ٿو، تن جي چال چلگت، اٿڻ ويهڻ
وغيره، هن جي زندگيءَ تي، پنهنجي گهرو ماحول
کان زياده ترت ۽ نتيجه خيز نموني ۾، اثر انداز رهن ٿا-
بلڪ ڪافي حد تائين، هن جي گهرو اثر کي مفيد يا
مضر انداز ۾ بي اثر ۽ بي طاقت ڪري ڇڏين ٿا، آنهن
حالتن هيٺ، مالڪ جي هٿ ۾ پنهنجن مزورن ۽
ملازمن سان انصاف ڀريو روش اختيار ڪرڻ لاءِ فقط
هڪ ئي رستو وڃي ٿو رهي ته هو سختيءَ سان پاڻ
کان پڇي ته 'ڇا، سندس روش پنهنجن زيردستن سان
اها ساڳي آهي، جيڪا پنهنجي سڳي پٽ سان هوند
هو اختيار ڪري، جيڪڏهن هو حالتن جي مجبوريءَ
هيٺ وٽس ائين هڪ مزور يا ملازم جي حيثيت
۾ اچي ڪڏهن ڪم تي بيهي!'

٧٢. سمجهو ته هڪ جهاز جو ڪپتان، خود بخود
يا حالتن کان مجبور ٿي، پنهنجي پٽ کي هڪ رواجي
خلاصيءَ جي حيثيت ۾ پاڻ وٽ جهاز ۾ ڀرتي ٿو ڪري،
ظاهر آهي ته جيڪا روش هر حالت ۾ هو پنهنجي پٽ

سان اختيار ڪندو، بلڪل اهڙي ئي روش پنهنجي هرهڪ زيردست سان اختيار ڪرڻ لاءِ هر وقت هو پڌل آهي. ساڳيءَ طرح سمجهو ته هڪ ڪارخاني جو مالڪ، خود بخود يا حالتن ڪان مجبور ٿي، پنهنجي پٽ کي هڪ رواجي مزدور جي حيثيت ۾ پاڻ وٽ ڪارخاني ۾ ڀرتي ٿو ڪري؛ ظاهر آهي ته هر حالت ۾ جهڙو سلوڪ هو پنهنجي پٽ سان اختيار ڪندو، بلڪل اهڙو ئي سلوڪ پنهنجن ساٿين سان اختيار ڪرڻ لاءِ هر وقت هو پڌل آهي. اهو ئي مؤثر، صحيح ۽ عملي قانون آهي، جو سياسي اقتصاديات جي انهيءَ مسئلي متعلق واقعي پيش ڪري سگهجي ٿو.

۷۳. ۽ جيئن جهاز جو ڪپتان، جهاز جي تباهيءَ وقت، سڀني خلاصين ڪان پوءِ ئي جهاز کي ڇڏيندو آهي، ۽ جهاز ۾ سامان جي اٿاث جي موقعي تي، پنهنجن خلاصين سان ڀچاڙيءَ جو بچيل مانيءَ ٽڪر به ونڊي کائيندو آهي، بلڪل انهيءَ طرح هڪ ڪارخانيدار، ڪنهن به تجارتي بحران يا مشڪلات جي وقت، پنهنجي مزورن سان مشڪلات ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ لاءِ به اهڙو ئي پڌل آهي- نه فقط ايترو، پر هو، جهاز جي ڪپتان وانگر، پنهنجن ساٿين کي مشڪلات کان بچائڻ لاءِ، انهن کان وڌيڪ مشڪلات پنهنجي سر تي کڻڻ لاءِ پڻ ساڳيءَ طرح پڌل آهي؛ بلڪل اهڙيءَ طرح جيئن هڪ پيءُ، ڏڪر ۾، جهاز جي غرقابيءَ وقت، يا لڙائيءَ ۾، پٽ تان پاڻ کي

قربان ڪري ڇڏيندو آهي.

٧٤. هي سڀ ڳالهيون عجيب نظر اچن ٿيون؛ عجب جي چيز انهن ۾، بهرحال، فقط هيءَ آهي ته اهي عجيب نظر ٿيون اچن. ڇاڪاڻ ته اهي سڀ ڳالهيون صحيح آهن، نه محض اڏوگابرو يا نظرياتي طور، پر عملاً ۽ دائمي طرح؛ ترقي پسند قومي زندگيءَ جي تقاضائن جي روشنيءَ ۾، سواءِ هنن جي ٻيا سڀ اصول، جن جي سياسي مسئلن سان واسطيداري آهي، مقصد ۾ باطل، نتيجن ۾ ناسعقول ۽ عمل ۾ ناممڪن آهن؛ هڪ قوم جي حيثيت ۾ جيڪا زندگي هن وقت اسان کي ميسر آهي، تنهن سڀ جو وجود فقط تڏهن ممڪن ٿي سگهيو آهي، جو انهن باطل اقتصادي اصولن جو جن جي تعليم بدقسمتيءَ سان بيشمار ماڻهن ۾ پکيڙي ويئي آهي، ڪي چند با همت، وسيع نظر رکڻ وارا ۽ ايماندار شخص، قولاً ۽ عملاً، هميشه انڪار ڪندا آيا آهن، ۽ ڪندا رهن ٿا. اهي ئي باطل اصول آهن، جيڪي جنهن به حد تائين قبول ڪجن ٿا، ان حد تائين اهي قوم کي سڌو تباهيءَ ۽ بربادي ڏانهن وٺي ٿا وڃن.

٧٥. تباهيءَ جي جن قسمن ۽ طريقن ڏانهن اهي باطل اصول اسان کي وٺي وڃن ٿا، ۽ ٻئي طرف مذڪور صحيح ۽ صحت بخش اصولن جون عملي صورتون کهڙيون ٿي سگهن ٿيون - انهن ٻنهي ڳالهين جو ذڪر اميد ته ٻئي مقالي ۾ پيش ڪندس.

# مقالو ٻيو

## دولت جون رڳون

٧٦. اڳئين مقالي ۾ جيڪي ڳالهيون پيش ڪيون ويون آهن، تن جي جواب ۾ هرڪو سياسي اقتصاديات جو ماهر هيئين لفظن ۾ ٿي خيال آرائي ڪري سگهي ٿو:

٧٧. ”تحقيق، هنن سماجي احساسات جي فروغ معرفت ڪي عام قسم جا فائدا حاصل ڪري سگهجن ٿا، پر سياسي اقتصاديات جي ماهرن، نہ ڪڏهن ڪن عام قسم جي فائدن کي خيال ۾ آڻڻ جي دعوا ڪئي آهي، ۽ نہ هاڻي ئي اهڙي ڪا دعوا اٿن.

٧٨. ”اسان جي سائنس (٣.) صرف اهو سيکاري ٿي تہ ماڻهو ڪيئن شاهوڪار بنجي سگهي ٿو. تجربي مان ثابت ٿي چڪو آهي تہ آها غلط يا محض خيالي هئڻ بجاءِ، عملي طرح هڪ نهايت مؤثر ۽ ڪارگر سائنس آهي. هن سائنس جي اصولن جي باقاعدي پيروي ڪندڙ ماڻهو شاهوڪار ٿين ٿا، ۽ نافرماني ڪندڙ غربت جو شڪار ٿين ٿا. يورپ جي هر سرمائيدار هن علم جي عام مڃيل اصولن جي پيروي ڪري دولت ڪئي آهي، ۽ انهن ئي اصولن تي ثابت قدم رهي هو روز بروز پنهنجي سرمايي ۾ اضافو آڻي رهيو آهي. ڏٺل وائٺل واقعات جي صداقت خلاف محض

منطقي دليل پيش ڪرڻ بيسود آهن. هر ڪاروباري ماڻهو تجربي جي بنا تي هن حقيقت کان اڄ پوريءَ طرح واقف آهي ته پئسا ڪيئن اچن ٿا ۽ ڪيئن وڃن ٿا.“

۷۹. گستاخي معاف. ڪاروباري ماڻهن کي واقعي پوريءَ طرح خبر آهي ته ڪيئن هنن مايا ميڙي، ۽ ڪهڙيءَ ريت ڪنهن موقعي تي وڃائڻ اها گم ٿي ويئي. اها واپار جي پتن-راند طويل عرصي کان کيڏندي، واپاري ان راند جي هر داءُ پيچ جا ڪافي راز محرم ٿي وڃن ٿا. ۽ پوريءَ طرح پنهنجي نقصانن ۽ فائدن جي اسبابن جي تشريح ڪرڻ چاهن ٿا. پر کين انهيءَ ڳالهه جي پروڙ نه آهي ته هن قمارخاني جي اصلي بئنڪ ڪنهن جي قبضي ۾ آهي، ۽ نه انهيءَ کان واقف آهن ته ساڳين پتن سان ٻيون ڪهڙيون ڪهڙيون رانديون ڪري سگهجن ٿيون. نه وري کين اها خبر آهي ته نفعي نقصان جي هنن دائن تي، جيڪي هو ظاهرظهور ڏٺائيل ۽ روشن ڪمرن ۾ لڳايو ويٺا آهن، ڪهڙن ٻين نفعن ۽ نقصانن جو دارومدار آهي، جن لاءِ خفيه مڪانن جي اونداهن ڪمرن ۾ اهڙي ٻي قسم جا ٻيا داءَ کيڏيا وڃن ٿا. انهن کي تجارتي اقتصاديات جا مختصر، بلڪل مختصر، قانون ته واقعي ياد آهن، پر سياسي اقتصاديات جي هڪ به قانون کان هو واقف نه آهن.

۸۰. منهنجي نظريه سڀ کان اول ڳالهه، جا تمام حيرت انگيز ۽ نمايان آهي، سا اها آهي ته هي واپاري

ماڻهو "شاهوڪار" لفظ جي اصل مفهوم کان قطعي نا آشنا آهن. جيڪڏهن ڪٿي آشنا به آهن، ته به پنهنجي دليل دلائل ۾ هوڪڏهن به ان ڳالهه جي گنجائش نٿا رکن ته لفظ "شاهوڪار" هر حالت ۾ هڪ نسبتي لفظ آهي، جنهن سان ان جو ضد "غريب" هر حالت ۾ ڳنڍيل آهي- بلڪل اهڙيءَ طرح جهڙيءَ طرح لفظ "اتر" سان ان جو ضد "ڏکڻ" ڳنڍيل آهي.

٨١. اڪثر ڪري ماڻهو پنهنجن تحريرن ۽ تقريرن ۾ ائين ظاهر ڪندا آهن ته شاهوڪاري ڄڻ هڪ مطلق شيءِ آهي، ۽ هر هڪ ماڻهو سياسي اقتصاد جي ڪن اصولن جي پيروي ڪرڻ سان شاهوڪار ٿي سگهي ٿو. حالانڪ شاهوڪاري، برقي طاقت وانگر، هڪ طاقت آهي، جنهن جو عمل اندروني مخالف جزن جي باهمي تصادم يعني پنهنجي پاڻ کي متائڻ سان ئي ظاهر ٿي سگهي ٿو. جهڙيءَ طرح برقي طاقت جو وجود اثباتي ۽ منفي قوتن تي مبني آهي، تهڙيءَ طرح شاهوڪاري غربت تي پلجي، وڌي ۽ ويجهي ٿي. اوهان جي "گينيءَ" جي طاقت صرف تڏهن آهي، جڏهن اوهان جي ڪنهن پاڙيسريءَ وٽ ان جي گهرج آهي. جيڪڏهن هن کي ان جي ضرورت نه هجي، ته آها 'گيني' اوهان لاءِ گويا ڪنهن به ڪم جي نه رهي؛ ان جي طاقت جو درجو صرف ان ڳالهه تي مدار رکي ٿو ته اوهان جي پاڙيسريءَ کي ان جي ڪيتري گهرج يا خواهش آهي. تنهنڪري پاڻ کي شاهوڪار

بنائڻ جو فن، هڪ رواجي واپاريءَ جي خيال کان، صرف انهيءَ چاڻ يا ترتيب ۾ سمايل آهي ته پنهنجي پاڙيسريءَ کي ڪنهن طرح هر وقت غريب رکبو اچجي.

٨٢. هن مسئلي ۾ (توڙي ٻئي هنڌ ڪٿي به) آءٌ محض لفظن کي قبول ڪرائڻ جي ڪوشش ڪانه ٿو ڪرڻ گهران، پر منهنجي اها دلي چاهنا آهي ته ناظرين ٻن قسمن جي اقتصاد (٥٤) کي گهريءَ نگاهه سان ڏسن، ۽ ٻنهي قسمن يعني سياسي اقتصاد ۽ واپاري اقتصاد کي هم معنيٰ ڪري نه وٺن.

٨٣. سياسي اقتصاد يات (ملڪ ۽ ماڻهن جي اقتصاديات) فقط 'ڪارآمد ۽ دلپسند شين جي پيداوار، حفاظت ۽ سندن وقتائتي ۽ جائيتي ورهاست' تي مشتمل آهي. هاري، جو پنهنجو فصل پوري وقت تي لٽي ٿو؛ جهاز ٺاهيندڙ مستري، جو جهاز جي ڪاٺ ۾ مضبوط ڪليون ٺوڪي ٿو؛ سيربند، جو پنهنجون سرون خوب ملايل ۽ وليل گچ مان ٻڌي ٿو؛ گهرڌياڻي، جا پنهنجي بورچي خاني ۾ ڪاڌي جي زيان کي خبرداريءَ سان روڪي ٿي، ۽ ڳائڻو، جو صحيح نموني پنهنجي آواز کي ضابطي هيٺ رکي ٿو ۽ ڪڏهن به ان تي حد کان زياده بوجو نه ٿو وجهي-سي سڀ قطعاً ۽ حقيقتاً سياسي اقتصاد يات جا ڄاڻو يا عامل آهن، ۽ منجهائن هرهڪ پنهنجي پنهنجي منهن هرروز قوم جي سرمايي ۽ خوشحاليءَ ۾ اضافو ڪندو رهي ٿو.

٨٤. پر واپاري يا تجارتي اقتصاد (هر ڳالهه

پنهنجي نفعي ويچارڻ واري اقتصاد) جي اها مراد آهي ته چند ماڻهن کي، قانوني صورت ۾ يا 'اخلاقي' آڙ ۾، ٻين جي پورهئي تي 'حق' يا طاقت حاصل ٿئي. انهيءَ قسم جي حق جي اثر هيٺ ايتري ئي غربت ۽ زيرباري هڪ طرف پيدا ٿئي ٿي، جيتري دولت ۽ حقداري ٻئي طرف.

٨٥. تنهنڪري، انهيءَ قسم جي اقتصاد جو لازمي نتيجو هرگز هيءُ نٿو ٿي سگهي ته ان جي فروغ معرفت ملڪ جيي فلاح و بهبود حاصل ٿئي يا ملڪ جي حقيقي ملڪيت ۾ اضافو رونما ٿئي. پر، چاڪاڻ ته هيءَ تجارتي دولت، يا هيءُ ٻين جي پورهئي تي قبضو، تقريباً هروقت ۽ هڪدم جنسي دولت ۾ تبديل ٿي سگهي ٿو، پر جنسي دولت هروقت ۽ هڪدم ٻين جي پورهئي تي قبضي جي صورت ۾ تبديل ٿي نٿي سگهي، تنهنڪري سڌريل قومن جي چست ماڻهن جي نگاهہ ۾ شاهوڪاريءَ جو مفهوم عام طرح صرف تجارتي دولت ئي رهيو آهي؛ ۽ هو پنهنجي املاڪ جي تخميني ڪرڻ وقت پنهنجي گهوڙن ۽ زمين وغيره جي قيمت گينين جي صورت ۾ ڪٿيندا آهن، جيڪي کين انهن جي عيوض حاصل ٿي سگهن ٿيون، ۽ نہ پنهنجين گينين جي قيمت زمين ۽ گهوڙن وغيره جي صورت ۾، جيڪي هو انهن گينين وسيلي خريد ڪري ٿا سگهن.

٨٦. هن ذهني خصلت جو هڪڙو ٻيو بہ سبب آهي— ۽ اهو هيءُ تہ جنسي دولت جو انبار ان جي مالڪ

لاءِ تيستائين ڪنهن ڪم جو ڪونه ٿو ٿئي، جيستائين ان سان گڏ هن کي پين جي پورهئي تي تجارتي قبضو حاصل نه ٿيو آهي. مثال طور، ائين ڪٿي سمجهو ته هڪ شخص کي زمين جي هڪ وسيع زرخيز ايراضيءَ جو قبضو ڏنو ٿو وڃي، ۽ ان زمين ۾ سون جي کاڻ پڻ موجود آهي، تنهن سان گڏ ان زمين جي سبز چراگاهن تي انيڪ چوپايو مال، باغ، مڪان، ۽ هر گهربل چيز سان ڀَمٽار گدام به موجود آهن؛ پر فرض ڪريو، هن سيني ڳالهين هوندي به هن کي ڪي نوڪر يا ڪمي نٿا ملي سگهن. هن کي نوڪر ملي سگهن، تنهن لاءِ لازمي آهي ته سندس پاڙي ۾ يا آسپاس ڪي غريب ۽ مفلس رهندڙ هجن، جن کي سندس آن سون ۽ اناج جو احتياج هجي. فرض ڪريو ته ڪنهن کي به پنهي چيزن جو احتياج ڪونهي، ۽ ڪو به نوڪر هن کي ڪونه ٿو ملي سگهي.

٨٧. انهيءَ حالت ۾، ڪيس پنهنجن هٿن سان ماني پچائڻي پوندي، ڪپڙا سبڻا پوندا. زمين کيڙڻي پوندي، ۽ پنهنجا ڍڳ پاڻ چارڻا پوندا. سندس سون ڪيس اوتروئي ڪم ڏيئي سگهندو، جيترو پيا زرد رنگ جا ٺڪر پٿر، جي سندس زمين تي اڻ ميا موجود آهن. سندس ذخيرن کي سڙو ۽ اڌوهي وٺي ويندي، ڇاڪاڻ ته هو انهن کي استعمال ڪرڻ کان قاصر آهي. هو نه ڪنهن ٻئي انسان کان وڌيڪ کائي سگهي ٿو،

نہ وڌيڪ چوڙي سگهي ٿو. رواجي ضرورتن ۽ رواجي آسائش لاءِ بہ ڪيس سخت ۽ دستوري پورهيو ڪرڻو پوندو؛ آخرڪار هو پنهنجي جاين جڳهن کي سلامت ۽ پنهنجي زمين کي آباد رکڻ کان لاچار ٿي پوندو؛ ۽ مجبور ٿي بيابان جهڙيءَ غيرآباد ۽ ڦٽل زمين جي وچ ۾ - جتي جهنگلي جانور پيا اونائيندا، ۽ جنهن ۾ هر هنڌ زبون حال ۽ سڃين عمارتن جا ڪنڊر پڪڙيا پيا هوندا، جن کي پنهنجو ڪري سڏڻ ۾ بہ هن کي شرم پيو محسوس ٿيندو - اتي هو پنهنجي لاءِ هڪ غريباڻي جهوپڙي اڏي، ۽ زمين جو هڪڙو ننڍڙو ٽڪر ڪيڙي، پنهنجي مشڪل زندگيءَ جا ڏينهن ڪاٽڻ شروع ڪري ڏيندو.

٨٨. اڄ سمجهان ٿو تہ حد کان زياده حريص انسان بہ اهڙي قسم جي ”شاهوڪاريءَ“ کي، انهن شرطن تي، ڪڏهن بہ خوشيءَ سان قبول ڪين ڪندو. دولتمند ماڻهوءَ جي، دولت جي آڙ ۾، اصلي تمنا اها هوندي آهي تہ ڪيس ماڻهن تي قبضو هجي؛ جنهن جو سادي ۾ سادو مطلب هيءُ هوندو آهي تہ ڪيس اها طاقت حاصل هجي، جنهن جي مدد سان، پنهنجي فائدي ۽ سهوليت لاءِ، هو ملازمن، ڪاريگرن ۽ فنڪارن جون خدمتون حاصل ڪري سگهي؛ ۽ ان جو پيچيده ۾ پيچيده مطلب هي هوندو آهي تہ ڪيس اهو اختيار ميسر هجي، جنهن سان هو قوم جي ڪثير فردن کي، ڪن خاص مقصدن جي حصول لاءِ، جيئن وڻيس تيئن، هلائي چلائي سگهي

(پوءِ اهي مقصد نيڪ هجن، خسيس هجن، يا هاڃيڪار هجن ـ جنهن جو دارو مدار وري به خود سندس ئي ذهنيت تي قائم آهي). ٤ دولت جي هن طاقت جي گهٽائيءَ يا ٿورائيءَ جي سڌي نسبت ماڻهن جي غربت سان آهي، جن تي اها طاقت استعمال ٿئي ٿي ـ يعني جيترا ماڻهو گهٽا غريب، اوتري دولت جي هيءَ طاقت گهٽ. ساڳئي وقت، دولت جي هن طاقت جي گهٽائيءَ يا ٿورائيءَ جي ابتي نسبت پاڻ جهڙن ٻين دولتمند ماڻهن جي موجود هئڻ سان پڻ آهي، جيڪي سيئي هر انهيءَ چيز جي خريدڻ لاءِ ساڳين پئسن خرچڻ لاءِ تيار آهن، جيڪا شيءِ مجموعي طور گهربل انداز کان گهٽ ملڪ ۾ موجود آهي.(٥٥)

٨٩. جيڪڏهن هڪڙو موسيقار احتياجمند آهي ته هو تيستائين ٿورڙي اجوري تي ڳائڻ لاءِ مجبور رهندو، جيستائين ڪيس اجوري ڏيڻ وارو فقط هڪڙوئي شخص موجود آهي. جيڪڏهن سندس ٻڌندڙن جو تعداد هڪ مان وڌي ٻه ٤ ٻن مان وڌي ٽي ٿيندو، ته ظاهر آهي ته هو منجهانئن فقط انهي وٽ ڳائيندو، جو کيس زياده ۾ زياده اجورو آڇيندو. ٤ اهڙيءَ طرح سرپرست جي دولت جي طاقت (جا ڪٿي ڪيتري به بااختيار هجي، پر هميشه آڏيوري ٤ مشڪوڪ رهي ٿي ـ جيئن هيٺ ان جو ذڪر ايندو) اول فنڪار جي غربت تي مدار رکي ٿي، ٤ بعد ۾ انهن هڪجهڙن سرمايدارن جي تعداد تي، جي سندس فن کان لطف اندوز ٿيڻ جا خواهشمند آهن.

انهيءَ ڪري جيئن مٿي پڻ بيان ڪيو ويو، ائين سمجهڻ درست ٿيندو ته عرف عام ۾ شاهوڪار پنجڻ جو هنر، آخرين طور، ۽ مطلقاً، صرف پنهنجي لاءِ ڪثير دولت جمع ڪرڻ تي مبني نه آهي، پر تنهن سان گڏو گڏ پنهنجي همساين کي ڪنهن نه ڪنهن طرح غريب رکڻ جي حرفت تي پڻ منحصر آهي. ائين چوڻ زياده موزون ٿيندو ته هي اهو هنر آهي، جنهن جي ذريعي، پاڻ کي اوچي ڪان اوچو رکيي، ٻئي کي هيٺ ڪان هيٺ اڇلي، انسانن ۾ گهٽي ڪان گهٽي غير برابري قائم ڪئي وڃي ٿي.

٩٠. هاڻي اهڙيءَ غير برابريءَ جي قائم ڪرڻ کي، ماورائي طور، قوم جي وجود لاءِ ڪڏهن به مفيد يا غير مفيد ثابت نٿو ڪري سگهجي. مگر موجوده سياسي اقتصاديت جو بنياد هن نا انديش ۽ غير معقول خيال تي ٻڌل آهي ۽ اهڙيون برابريون قوم لاءِ لازمي طور مفيد ۽ ڪار آمد آهن.

٩١. هن معاملي ۾ ابدي ۽ اٽل قانون هيءُ آهي ته غير برابريءَ جي فائديمنديءَ جو انحصار (١) انهن طريقن تي آهي، جن سان ان کي قائم ڪيو ويو هجي، ۽ (٢) انهن مقصدن تي آهي، جن لاءِ اها استعمال ٿئي ٿي. غير منصفانه قائم ڪيل دولت جون غير برابريون جنهن قوم ۾ موجود آهن، بي شڪ و شبه انهن جي قائم ٿيندي ٿيندي، ان قوم کي عظيم نقصان پهتا آهن، ۽ انهن جو غير منصفانه استعمال، اوستائين جيستائين اهو جاري

رهي ٿو، اُن قوم کي تنهان ٿي زياده نقصان پهچائي ٿو. پر منصفانه قائم ڪيل دولت جون غيربرابريون، قائم ٿينديون ٿينديون، قوم کي ضرور فائدا پهچائين ٿيون. ۽ انهن جو شريفانو ۽ شانائتو استعمال قوم جي وجود لاءِ تنهان ٿي زياده برڪت جو باعث ثابت ٿئي ٿو.

٩٢. انهيءَ مان اهو مطلب نڪتو ته ذي حيات ۽ منظم قومن ۾ فردن جي جدا جدا طاقت ۽ صلاحيت کي جڏهن خالص پورهئي جي معيار تي آزمايو وڃي ٿو، ۽ خاص طرح جڏهن ان جو جدا جدا قومي ضرورت وارن ڪمن لاءِ موزون استعمال ڪيو وڃي ٿو، تڏهن نتيجي طور جدا جدا حالت ۾ جدا جدا حاصلاتون پلئه پون ٿيون - جيڪي، انداز ۽ اهميت ۾ الڳ الڳ هونديون به، باهمي موافقت ۽ خوشگواريءَ جو باعث رهن ٿيون - ۽ پوءِ فردن مان هر هڪ کي سندس محنت ۽ صلاحيت جي مناسبت* سان جدا جدا انعام ۽

---

* مون ڪان ڪيترا مرتبا پهرئين مقالي ۾ ڪم آيل لفظن - اڻ لائق (مزور) کي ملازمت ۾ نه رکيو وڃي"- متعلق پڇيو ويو آهي ته "پوءِ پيلا، تون انهن اڻ لائق بيروزگار زورن کي ڪيڏانهن ڪندين؟" آءٌ سمجهان ٿو ته هي سوال اوهان کي هونئن ٿي خيال ۾ اچڻ گهربو هو. جڏهن اوهان جي گهر ۾ نوڪرياڻيءَ جي جڳهه خالي ٿئي ٿي، ۽ اوهان ان جي پرڻ واسطي ويهه پائونڊ ساليانو تنخواه ڏيڻ جي پڌرائي ٿا ڪريو.

(ڏسو صفحو ٨٧)

معاوضا ادا ٿين ٿا. برخلاف ان جي، هڪ بيعمل ۽
غير منظم قوم جي ماڻهن ۾ ڪاميابيءَ ۽ ناڪاميابيءَ،
انعام ۽ سزا، حاڪميت ۽ غلاميءَ، جا اسباب ۽ وسيلا
اهي ٿا وجي بيهن ته ڪي محض ڪنهن حادثي يا

(آندل صفحي ٨٦ تان.)
۽ ان جڳهه لاءِ ٻه ڇوڪريون اميدوارن جي حيثيت ۾ اوهان وٽ پيش ٿين ٿيون-جن مان هڪ خوشپوش آهي ۽ ٻي غليظ ڪپڙن ۾ ملبوس؛ هڪ کي چڱيءَ چال جي زوردار سفارش هٿ ۾ آهي ۽ ٻيءَ وٽ اهڙي سفارش ڪانهي-تڏهن اوهان غليظ پوشاڪ واريءَ کان اهو ڪونه پڇندا آهيو ته هوءَ پندرهن پائونڊ يا ٻارهن پائونڊ قبول ڪندي، يا جيڪڏهن هوءَ ازخود گهٽ اجرت لاءِ اوهان کي چوي ٿي ته اوهان هُن سفارش واريءَ ڇوڪريءَ کي ريتي، هين کي نوڪريءَ ۾ دخلڪار ڪرڻ لاءِ تيار ڪونه ٿيندا آهيو؛ نڪي وري اوهان ان کان ٻه نيچ ٻنجي هيئن ڪندا آهيو، جو ٻنهي کي هڪٻئي جي خلاف واڪ ڏياري ايتريءَ گهٽ اجرت تي ملازمت اختيار ڪرڻ لاءِ آماده ڪندا آهيو، جو هڪ کي ٻارهن پائونڊن ۽ ٻيءَ کي انن پائونڊن جي ساليانيءَ اجرت تي، هڪئي وقت پاڻ وٽ ملازم رکي سگهو. اوهان ته رڳو هيئن ڪندا آهيو، جو انهن ٻنهي ڇوڪرين مان، جنهن کي وڌيڪ لائق سمجهندا آهيو، تنهن کي پاڻ وٽ ملازم رکي، ٻيءَ کي چپ چاپ هٿين خالي موٽائي ڇڏيندا آهيو-۽ ان ڳالهه جو غالباً ڪو به

(ڏسو صفحو ٨٨.)

بدقسمتيءَ سبب زوال جو شڪار آهن، ۽ ڪي رڳو خود غرضيءَ، انڪلبازيءَ ۽ قوم سان غداريءَ جي ڪارروائين معرفت وڃي ٿا عروج حاصل ڪن؛ ۽ نتيجيطور، ان قومجون اندروني ناهمواريون ۽ غيربرابريون، جنت ۽ صلاحيت جي اندازي آهميت جي اختلاف سبب عين لازمي ۽ منصفانه هجڻ بدران، محض ظلم ۽ بيچارگيءَ،

(آندل صفحي ۸۷ تان.)
خيال ڪونه ڪندا آهيو، جيڪو هوئن او هان ڪي واقعي ڪنهن حد تائين ڪرڻ ئي گهرجي، ته ”ويچاريءَ هن ٻيءَ چوڪريءَ جو ڪهڙو حشر ٿيندو؟“ ۽ اهوئي سوال اوهان هاڻ سون ڪان ٿا پڇو! بهرحال، منهنجي صلاح اوهان ڪي هيءَ آهي ته اوهان مزورن جي سلسلي ۾ به اهائي روش اختيار ڪريو جيڪا پنهنجن خانگي نوڪرن جي حالت ۾ اختيار ڪريو ٿا؛ تحقيق، هي سوال پنهنجيءَ جاءِ تي تمام وڏيءَ اهميت وارو آهي ته ”جيڪڏهن ڪو مزور خراب، سست ۽ بدمعاش آهي، ته ان کي ڪيڏانهن ڪجي؟“

انهيءَ ڳالهه جو يقيناً، اڳتي هلي، هتي اسين ويچار ڪنداسون، پر ياد رکو ته قومي تجارت ۽ صنعتڪاريءَ جي مڪمل نظام جو تفصيلوار بيان ٻارهن صفحن ۾ آڻڻ ناممڪن آهي. تنهن وچ ۾ اوهان فقط هن ڳالهه تي ويچار ڪريو ته سُستن ۽ بدمعاشن کان بچڻ يا انهن کي ضابطي ۾ رکڻ لاءِ جا هيتري ساري زحمت برداشت ڪرڻي پوي ٿي، تنهن کان

(ڏسو صفحو ۸۹.)

طاقت ۽ محتاجيءَ، خوش قسمتيءَ ۽ بدقسمتيءَ جي بنياد تي ٻيٽل هڪ ذليل ۽ زهريليءَ لعنت جي صورت وٺي وڃي ٿيون بيهن.

٩٣. مطلب ته ڪنهن قوم جي دولت جي وار ڦير به هڪ ساهواري جي رت جي دوري مثل آهي، جنهن ۾ هڪڙي تيز رفتاري خوشيءَ جي جذبي يا صحت بخش ڪسرت جي ذريعي واقع ٿئي ٿي ۽ ٻي شرمساريءَ يا بخار جي اثر هيٺ. هڪڙو منهن ۽ بدن جو سرخ

---

(آندل صفحي ٨٨ تان.)

هي بهتر نه آهي ته اهڙو ڪو بندوبست رکجي، جو سماج ۾ اهي سست ۽ بدمعاش جيترا گهٽ پيدا ٿين، اوترو چڱو! جيڪڏهن اوهان هنن سستن ۽ بدمعاشن جي زندگين تي نظر وجهندا، ته اوهان کي ڏسڻ ۾ ايندو ته اهي به، ڪارخانن ۾ ٺهندڙ پين شين وانگر، سماج ۾ گويا هٿ سان ٺاهيا ۽ پيدا ڪيا وڃن ٿا؛ ۽ چاڪاڻ ته گهٽيءَ قدر اسان جي موجوده سياسي اقتصاديات ئي انهن جي پيدا ٿيڻ کي همٿائي ۽ سمڪن بنائي ٿي، تنهنڪري جيڪڏهن اسين ان کي غلط ۽ بنهه بيڪار سمجهون، ته ان ۾ اسين حق بجانب چئباسون. اسان کي اهڙو سرشتو ايجاد ڪرڻ گهرجي، جنهن ۾ ايماندار ۽ اشراف ماڻهو پيدا ٿين، ۽ نه اهو جيڪو بدمعاشن کي منهن ڏيڻ لاءِ رکيو اسان کي حرفتبازيءَ جا رستا سيکاري. اچو ته پنهنجن اسڪولن جي اصلاح ڪريون: ائين ڪرڻ سان قيدخانن ۾ اصلاح آڻڻ جي اسان کي ضرورت ئي ڪانه پوندي.

رنگ زندگيءَ ۽ زندگيءَ جي گرميءَ ۽ تازگيءَ جو نشان آهي، ۽ پيو محض بيماريءَ ۽ عفونت جي علامت.

٩٤. هيءَ تمثيل باريڪ کان باريڪ نقطي تائين به جائز طور استعمال ٿي سگهي ٿي. چاڪاڻ ته جيئن بدن ۾ ڪنهن به هڪ جاءِ تي رت جو خراب ٿي جمي پوڻ جسم جي سڄي سوافق نظام تي سستي يا ملال ڇانئي ڇڏيندو آهي، اهڙي نموني دولت جي هڪ جاءِ تي ڪٺي ٿي بيهڻ جا بُرا اثر به سڄي قومي نظام جي بنيادن کي نستو ۽ کوکلو بنائي ڇڏين ٿا.

٩٥. قومي نظام جي بنيادن جي هيءَ نستائي ۽ ضعف ڪهڙي طريقي واقع ٿئي ٿو، تنهن جي خبر، ممڪن کان ممڪن ساده ترين حالتن ۾ دولت ڪيئن وڌي ويجهي ٿي، تنهن جي هڪ ٻن مثالن مان آسانيءَ سان پئجي سگهندي.

٩٦. سمجهو ته هڪڙا ٻه خلاصي آهن، جيڪي پنهنجي جهاز تان ٿيلهجي ڪنهن اڻ وسايل سمنڊ جي ڪناري تي وڃي ٿا پون، ۽ مجبوراً کين پنهنجي پروش لڳا تار ڪيترن ئي سالن لاءِ پنهنجي هٿ-پورهئي سان پاڻ ڪرڻي پوي ٿي.

٩٧. جيڪڏهن هو تندرست رهيا، ۽ هڪٻئي سان اتفاق ۾ رهي، مسلسل پورهئي کي سرانجام ڏنائون، ته ممڪن آهي ته هو پنهنجي واسطي هڪ آسائشي گهر اڏي وجهندا، ۽ ٿوري عرصي ۾ ڪافي آباد زمين به پنهنجي ڪري وٺندا، ۽ ان سان گڏ مستقبل لاءِ وڏي

انداز ۾ طرح طرح جا ذخيرا پڻ پاڇي ڪري سگهندا. هي سڀ چيزون هنن جي واسطي سچو پچو ڌن ۽ دولت آهن. ۽ سمجهو ته پنهي ماڻهن انهيءَ دوران ۾ هڪجيترو سخت پورهيو ڪيو آهي، ان حالت ۾ لازمي طور گڏ ڏيل مال ۽ ملڪيت جي استعمال يا مالڪيءَ ۾ پڻ پنهي جو هڪجيترو حصو رهندو. تنهن جي معنيٰ ته سندن سياسي اقتصاديات جي مراد محض هيءَ رهندي ته گڏ ڪيل مال ۽ ملڪيت جي واجبي حفاظت ڏئي ۽ منجهائن پنهي ۾ ان جي منصفانه ورهاست ڏيندي رهي.

٩٨. هاڻي سمجهو ته اهڙو اتفاق ٿئي ٿو، جو ڪجهه وقت کان پوءِ هو پائيواريءَ واريءَ پوک جي ڳالهين تان هڪٻئي سان ناراض ٿي ٿا پون، ۽ ان جو اهو نتيجو ٿو نڪري، جو آباد ڏيل زمين هو ٻن حصن ۾ تقسيم ٿا ڪن ته جيئن هرهڪ پنهنجي زمين جو ٽڪر پاڻ سنڀالي ۽ ان جي پيدائش تي پنهنجو گذران ڪري. سمجهو ته اهڙي بندوبست طي ٿي وڃڻ کان پوءِ، منجهانئن هڪ اگهو ٿي، ڪري ٿو پوي، ۽ ضرورت سارو (يعني، پوکڻ يا لڻڻ وقت)، پورهئي ڪرڻ جي توفيق نٿي رهيس.

٩٩. ظاهر آهي ته ان حالت ۾، لازمي طور، پنهنجي ٻنيءَ جي پوکڻ يا لڻڻ لاءِ هو ٻئي کي منٿ ڪندو.

١٠٠. اهڙيءَ صورت ۾ عين انصاف ڏيندو، جيڪڏهن سندس ساٿي کيس چوي ته ”آءٌ هي واڌو ڪم تنهنجي

واسطي ڪندس، پر ان سان اهو شرط لاڳو آهي ته تون به منهنجي واسطي ايتروئي ڪم ٻئي ڪنهن موقعي تي سرانجام ڏيندين. آءٌ چاهيان ٿو ته جيترا ڪلاڪ آءٌ تنهنجي ٻنيءَ ۾ پورهيو ڪريان، موٽ ۾ تون به اوترا ڪلاڪ مون لاءِ پورهئي ڪرڻ جو انجام مون کي لکي ڏين، انهيءَ لاءِ ته جڏهن مون کي تنهنجي پورهئي جي درڪار ٿئي ۽ جڏهن تون به ڪم ڪري سگهڻ جهڙو هجين، تڏهن تون به مون لاءِ اوترا ڪلاڪ ڪم ڪري مون کي ڏيندين."

١٠١. سمجهو ته ناچاق ماڻهوءَ جي بيماريءَ ۾ اجا ناغو نه پيو آهي، ۽ ڪيترين ضرورتن سبب ڪافي سال لڳاتار هُن ٻئي شخص جي مدد جي درڪار رهيس ٿي، ۽ هرهڪ موقعي تي پنهنجي ساٿيءَ کي اهو قسمنامو لکي ڏيندو ٿو اچي ته "جڏهن ڪم لائق ٿيندس، ته اوتروئي وقت جڏهن چوندين تڏهن ڪم ڪري عيوضو پاڙيندس." هاڻي پڇايو ته جڏهن اهو بيمار شخص پنهنجي ڪم تي چڙهڻ لائق ٿيندو، تڏهن مالي لحاظ کان هنن ٻنهي جي ڪهڙي حيثيت وڃي رهندي؟

١٠٢. جماعتي يا 'راڄنيتي' نقطہ نگاهہ کان ائين چئي سگهجي ٿو ته هو اڳي کان هينئر زياده غريب آهن: ڇاڪاڻ ته بيمار ماڻهو جيڪڏهن تندرست هجي ها، ته جيڪو عرصو هو بيمار رهيو، اهو عرصو بہ ضرور هو پورهيو ڪري ها، ۽ ان عرصي ۾ هو گهڻوئي پيدا ڪري سگهي ها. ممڪن آهي ته سندس

دوست سخت ضرورت کي سامهون رکندي پنهنجي
کلي طاقت سان پورهيو ڪيو هوندو، پر هي به ظاهر
آهي ته خود سندس پنهنجي ملڪيت ۽ زمين به هن
جي پوريءَ محنت ۽ ڌيان نه هئڻ سبب ڪافي نقصان
سٺو هوندو، ۽ هين کان ته اِنڪار ٿي نٿو سگهي ته
جيڪي ڪجهه هو پيئي چڱا تندرستيءَ جي حالت ۾
پنهنجي پورهئي سان پيدا ڪري سگهن ها، ان کان
بهرحال گهٽو گهٽ پيدا ٿي سگهيو هوندو.

٣.١. ساڳئي وقت خود سندن باهمي لاڳاپن ۾
به وڏي تبديل اچي ويئي آهي. بيمار ماڻهو نه فقط
ڪيترن سالن لاءِ عيوضي ۾ پورهئي ڪرڻ جو انجام
لڪي ڏنو آهي، پر هو تحقيق پنهنجي گڏ ڪيل ذخيري
جو ڪافي حصو به کائي کپائي چڪو آهي. انهيءَ
ڪري کاڌي پيتي واسطي به هاڻي سندس دوست جي
ذخيري تي پروسو رکي ويهڻ کان سواءِ ٻيو ڪو
چارو ڪونه اٿس، جنهن جي عيوض ۾ ظاهر آهي ته
هو وري به پنهنجي اچائي وڏيڪ پورهئي لڪي ڏيڻ
لاءِ مجبور آهي.

٤.١. سمجهوته لکيل انجام حرف بحرف ادا ڪرڻا آهن
(سڌريل قومن ۾ ته دستاويزن جي ادائگي قاعدي قانون*

* پئسي جي اصلي نوعيت بنسبت اختلاف محض پئسي جي
مختلف استعمال جي بنياد تي پيدا ٿين ٿا، ورنه آن سلسلي

(ڏسو صفحو ٩٤)

ذريعي ڪرائي ويندي آهي)، انهي حالت ۾، جنهن ماڻهوءَ هين ڪان اڳ پنهي جي واسطي پورهيو ڪيو آهي، ڪاٿي تنهن جي مرضيءَ تي ڇڏيل آهي ته هُن ٻئي ڪي پنهنجي ڪم ۾ جوٽي، هو پاڻ پلي آرام ڪري

(آندل صفحي ٩٣ تان.)

۾ ڪنهن اختلاف جي گنجائش ئي ڪانهي. هر قسم جو پئسو، جنهن کي واقعي پئسو چئي سگهجي ٿو، سو هڪُ "قرض جو اعتراف" آهي؛ ۽ آن سلسلي ۾ آهو يا ته پئسي واري يا قرضخواهه جي محنت ۽ ملڪيت جي ترجماني ٿو ڪري يا هڪ اڻ هوند واري ۽ قرضدار جي بيڪاريءَ ۽ محتاجيءَ جيِ. هن مسئلي جي پيچيدگي انهيءَ ڪري ٻه زياده وڌي ويئي آهي، جو پئسي کي قيمت يا سلامتي بخشڻ لاءِ خريدجڻ جهڙيون شيون (جي هيلتائين آن مقصد لاءِ لازمي پڻ هيون) جهڙوڪ سون، چاندي، لوڻ، سپون، وغيره ڪم ۾ آنديون ويون آهن؛ پر پئسي جي آخرين ۽ بهترين وصف وري به هيءَ ئي آهي ته آهو هڪ دستاويزي اقرارُ آهي، جنهن جي تصديق ۽ بحالي سچيءَ قوم طرفان ٿيل آهي، ته گهُرَ ڪرڻ تي آن جي عيوض ماڻهوءَ جي محنت يا پورهئي جو هڪڙو خاص مقدار حاصل ڪري سگهبو. اِنهيءَ مراد سان، قيمت يا اگهه جي معيار طور، ٻيءَ هر قسم جي شيءِ جي ماپي ڪان ماڻهوءَ جي روزانه محنت يا پورهيو هڪ بهتر ماپو آهي؛ ڇاڪاڻ ته ماڻهوءَ جي پورهئي ڪان زياده ڪنهن به ٻيءَ شيءِ جي پيداوار جي رفتار مستقل ۽ هڪ ساريڪي ڪانه ٿي رهي.

۽ پنهنجو سڄو وقت عيش و عشرت ۾ گذاري، ۽ نه فقط پنهنجي ساٿيءَ کي طي ڪيل انجامن ۽ اقرارن جي پوري ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري، پر ڪاڏي واسطي ڪيس جو ڪجهه اڳي هو ڏيئي چڪو آهي يا هاڻ ڏيئي رهيو آهي، تنهن جي عيوض جيئن هو چاهي تيئن وڏيڪ پورهئي لاءِ هن کان انجام ۽ اقرار ناما لکائي وٺي.

١٠٥. هنن ٻنهي جي مٿين لاڳاپن ۾ شايد اول کان آخر تائين ذري جيتري به ڪا بيقاعدگي (ان لفظ جي رواجي مفهوم موجب) نه هجي؛ پر سندن "سياسي اقتصاديات" جي هن منزل تي، جيڪڏهن ڪو اجنبي ماڻهو وٽن اچي نڪرندو، ته منجهانئن هڪ کي هو واپاري لحاظ کان بلڪل شاهوڪار ڏسندو، ۽ ٻئي کي بلڪل غريب. هي صورتحال ڏسي، هن کي ڪافي تعجب ٿيندو ته منجهانئن هڪ عيش ۽ آرام جي زندگي بسر ڪري رهيو آهي؛ ۽ ٻيو سخت محنت ۽ ڪشالي جي- هو پنهنجي توڙي هُن ٻئي جي پالنا لاءِ اڪيلي سر پورهئي ۾ ڳهي رهيو آهي، ۽ ڏاڍي سانگ صرفي سان گذر بسر ڪري رهيو آهي ته جيئن اڳتي هلي هو پنهنجي آزادي ۽ خودمختاري وري حاصل ڪري سگهي.

١٠٦ هتي فقط هڪڙي سادي ۾ سادي طريقي جو مثال پيش ڪيو ويو آهي، جنهن جهڙا طريقا ڪيترائي آهن، جن جي ذريعي مختلف شخصن جي

درميان ملڪيت جون ابتدائي غير برابريون وجود ۾ اچن ٿيون، جي اڳتي هلي شاهوڪاريءَ ۽ غربت جي مختلف ۽ دائمي تجارتي صورتن ۾ نمودار ٿين ٿيون.

١٠٧. اسان جي اڳيان جيڪو مثال پيش آهي، تنهن ۾ عين ممڪن آهي ته هڪڙي ماڻهوءَ ڇاڻي ٻجهي پنهنجي واسطي سستالوجوديءَ جي زندگي منتخب ڪئي هجي، ۽ فوري آرام خاطر پنهنجي زندگي وچي پنهنجي ٻئي ساٿيءَ وٽ گروي رکي هجي؛ يا هن پنهنجي سڄي زمين غفلت ۽ بيپرواهيءَ سبب بگاڙي خراب ڪري ڇڏي هجي، ۽ پوءِ مجبوراً وڃي پنهنجي پاڙيسريءَ کان مدد ۽ کاڌ خوراڪ جي طلب ڪئي هجيس، ۽ ان جي عيوض هن کي آئينده پورهئي ڪري ڏيڻ جو دستاويز لکي ڏنو هجيس. بهرحال آءٌ چاهيان ٿو ته پڙهندڙ خاص طرح هن حقيقت کي ڌيان ۾ رکن- جا حقيقت هوبهو مذڪور مثال جهڙن ٻين اڪثر مثالن ۾ عام طرح موجود هوندي آهي- ته تجارتي دولت، جا صرف ٻين جي پورهئي کي پنهنجي وس ۾ ڪرڻ جو ٻيو نالو آهي، تنهن جي جمع ٿيڻ جو نتيجو آخرين طرح صرف هي ٿو نڪري وڃي ٻيهي ته حقيقي دولت جا سڄيءَ پڇيءَ جنسي مال ملڪيت جو ٻيو نالو آهي، تنهن ۾ لازمي طور ڪمي ۽ تخفيف واقع ٿئي ٿي.

١٠٨. هتي ٻيو مثال، جو رواجي تجارتي وهنوار سان ميل کائي ٿو بيهي، آهو پيش ڪجي ٿو. سمجهو ته ٻن جي بدران ٽي ماڻهو آهن، جي ملي، هڪ جدا

"راڄ" ٿا هين ٿا. ڪجهه وقت گذرڻ بعد، هو هڪٻئي کان علحده ٿيڻ تي مجبور ٿين ٿا، ۽ ان ساڳيءَ سرزمين تي، جدا جدا ٽڪرن تي، پنهنجي پوک ڪرڻ شروع ڪري ٿا ڏين. سنجهانئن هرهڪ پنهنجي ٻنيءَ ۾ جدا جدا قسم جي پيداوار آپائي ٿو، ۽ هرهڪ کي ٻئي جهڙي زمين جهڙي پيداوار جي ٿوري گهڻي درڪار رهي ٿي. سمجهو ته اڳتي هاي، سنجهانئن هڪڙو ماڻهو سڀني جي وقت بچائڻ خاطر، هڪ ٻنيءَ تان جنس کڻي ٻيءَ زمين تي پهچائڻ جو ڪم پاڻ تي هموار ڪري ٿو، ۽ اهو ڪم انهيءَ شرط تي ڪرڻ لاءِ تيار ٿئي ٿو ته ڪيس جنس جهڙي اهڙيءَ لازمي مٽا سٽا جي ڪم کي سرانجام ڏيڻ ڪري، عيوض ۾ هين مال مان يا هُن مان مناسب حصو ڏنو وڃي.

۹ • ۱• جيڪڏهن هيءُ باربردار يا مٽاسٽا جو ايجنٽ هرهڪ ٻنيءَ تي ضروري جنسون بلڪل ٺيڪ وقت تي پهچائيندو رهي ٿو، ته هُنن ٻن آبادگارن جو ڪاروبار ڏينهون ڏينهن ترقي ڪندو رهندو، ۽ آخر هي "ننڍڙو راڄ" زياده ۾ زياده پيداوار يا دولت جو مالڪ بنجي پوندو.

۱۱• سمجهو ته انهن ٻنهي آبادگارن جي وچ ۾ ڪوبه ڪاروباري ميل جول، سواءِ هن گشتي گماشتي جي، نا ممڪن آهي. ۽ هي گماشتو جنهن کي ٻنهي ٻنين جي پيداوار جي صورتحال جي سُڌ آهي، سو آهي شيون، جي ڏي وٺ لاءِ سندس حوالي ڪيون وڃن

آهن، سي تيستائين پاڻ وٽ لڪائي رکي ٿو، جيستائين هين يا هُن طرف انهن جي سخت طلب ٿئي. پوءِ، هو منجهانئن ڪنهن به هڪ ضرورتمند آبادگار کي مجبور ڪري، ڪانئس انهن شين جي عيوض، پنهنجي مرضيءَ موجب، ڪافي مقدار ۾ پيون ڪيتريون ئي پيداوار جون شيون حاصل ڪري سگهي ٿو. پوءِ هُن جي واسطي اها نهايت آسان ڳالهه بنجي وڃي ٿي، جو هو دانائيءَ سان اهڙا موقعا تڪيندو وتي، ۽ ٻنهي آبادگارن جي جيڪا زائد پيداوار آهي، ان جو وڏي وڏو حصو ڏينهون ڏينهن پنهنجي قبضي ۾ آڻيندو وڃي. عين ممڪن آهي ته، هلندي هلندي، آخرڪار ڪنهن سخت آزمائش ۽ قلت واري سال ۾ اهڙي منزل درپيش اچي، جو ٻنهي آبادگارن جي ملڪيت هو مرڪوئي خريد ڪري وٺي، ۽ ٻنين جي ٻنهي اڳوڻن مالڪن جو ڦري پاڻ سنڀاليندڙ ۽ آقا بنجي پوي، ۽ هو ڦري سندس پورهيت ۽ ملازم بنجي پون.

۱۱۱. جديد سياسي اقتصاديات جي پورن پورن اصولن مطابق حاصل ڪيل تجارتي دولت جو هيءُ هڪ موزون ۾ موزون مثال آهي. پر ساڳئي وقت اڳئين مثال کان وڌيڪ هن مثال ۾ اها ڳالهه چٽي آهي ته هڪ مملڪت جي دولت يا ٽن ماڻهن تي مشتمل هڪ ننڍڙي راڄ جي دولت مجموعي طور انهيءَ دولت کان گهٽي گهٽ رهي ٿي، جيڪا هوند وٽن موجود هجي ها، بشرطيڪ سندن درميان جيڪو

”تاجر“ آهي، سو ڪنهن طرح پنهنجي منصفاڻي يا جائز نفعي تي راضي ٿيو ويٺو رهي ها.

۱۱۲. مٿئين مثال ۾، ظاهر آهي ته پنهي ڪاشتڪارن جو ڪاروبار هروقت حد کان زياده آجو رهيو. گهرج وقت شين جي مهيا نه ٿيڻ ۽ ان سان گڏ پنهنجي وجود کي قائم رکڻ جي سرتوڙ ڪوشش ۾ هروقت دلشڪستگيءَ سان دوچار رهڻ سبب، ڪاشتڪارن جي پيداوار کي ڪاپاري ڌڪ لڳندو رهيو. ۽ ٻئي طرف هن وچ واري باربردار واپاريءَ جو هنن طريقن سان گڏ ڪيل ذخيرو يا خزانو، ڪنهن به حالت ۾ انهن خزانن ۽ ذخيرن جيترو نه ٿي سگهيو هوندو، جن سان سندس ايماندارانه روش ڪري، هوند نه فقط سندس پنهنجو گهر زياده ڀريل رهي ها، پر هُنن ڪاشتڪارن جا گهر پڻ هميشه ڀرپور رهن ها.

۱۱۳. تنهنڪري قومي دولت جي نه صرف افاديت، بلڪ ان جي انداز ۽ مقدار جو هيءُ مسئلو آخرين طرح صرف خالص ’انصاف جي هڪ سوال‘ جي صورت وٺي ٿو اچي بيهي. ڪنهن به حاصل ڪيل دولت جي ذخيري متعلق، فقط ان جي موجودگيءَ جي بناء تي، اهو اندازو لڳائڻ ناممڪن آهي ته جنهن قوم جي اندر اها دولت موجود آهي، تنهن کي اها فائدو رسائيندي يا نقصان. انهيءَ دولت جي حقيقي قيمت جو دارومدار ان جي اخلاقي نوعيت تي منحصر آهي، بلڪل ائين جيئن رياضيءَ جي ڪنهن عدد جي قيمت

جو دارومدار آلجبرا جي انهيءَ نشان (يعني، جنس) تي رهي ٿو، جيڪو ان سان شامل هوندو آهي.

١١٤. ممڪن آهي ته ڪا تجارتي دولت ايماندارانه مشقت، ترقي پذير قوت ۽ زرخيز صنعتگريءَ جي پيداوار هجي، ۽ ساڳئي قسم جي ئي دولت موتمار عيش، بيپناهه ظلم ۽ تباهه ڪن دغابازين جو نتيجو. جيئن لاپرواهيءَ سان رکيل فصل جا انبار ڪُمهاي مينهن سبب پيجي بارگير ۽ بيڪار ٿي پوندا آهن، تيئن ڪيترا دولت جا انبار وري بيڪس انسانن جي لُڙڪن سان پريل ۽ بارگير رهن ٿا. ۽ ڪيترو اهڙو سون آهي، جو صرف 'سج جي تيزڪي' ۾ ئي وڏيڪ جلويدار نظر اچي ٿو.

١١٥. غور فرمايو ته دولت جون اهي صفتون، جيڪي مٿي بيان ٿي چڪيون، رڳو افسوسناڪ يا محض اخلاقي نوعيت جون ئي نه آهن، جو دولت جو هڪ طلبگار جيڪڏهن چاهي ته انهن کي ڏڪاري سگهي يا انهن کان پاسو ڪري سگهي-اهي ته دولت جون بنيادي ۽ لازمي مادي صفتون آهن، جي پنهنجيءَ پنهنجيءَ جاءِ تي دولت جي نقدي اهميت کي انتهائي طور گهٽائينديون ۽ وڌائينديون رهن ٿيون. پئسن جو هڪڙو ذخيرو هڪ اهڙي عمل جو نتيجو آهي، جو ان دوران ۾ ئي ڏهوٽي دولت اپائي ٿو؛ ٻيو ذخيرو اهڙي عمل جو نتيجو آهي، جو ڏهوٽيءَ بربادي جو

ڪارڻ ٿو بڻجي - ڪيئي طاقتور هٿ بيحس ۽ بيوس ٿي وڃن ٿا، ڇڻ تہ 'سَڪو جي ٻوٽي' (٥٦) جي اثر هيٺ سُڪي ساٽا ٿي پيا آهن، ڪيترن حوصلہ مند ماڻهن جي همت ٽُٽي پوي ٿي، ۽ ڪيترا آپائيندڙ ڪاروبار هميشه لاءِ بند ٿي وڃن ٿا؛ ڪانہ ڪا پورهئي کي اهڙي غلط ترغيب ۽ ڪونہ ڪو ان جو اهڙو غلط استعمال عمل ۾ اچي ٿو، ۽ هي آسودگيءَ جو ڪوڙو پاڇو 'دُرا جي ميدانن' (٥٧) تي، ست ڀيرا زياده تتل ڪورن کي ڪوٺي، ڪڙو ڪيو وڃي ٿو.

١١٦. جا ظاهري دولت نظر اچي ٿي، ممڪن آهي تہ اها درحقيقت صرف سونن پترن سان ڍڪيل بي انتها تباهيءَ جي علامت هجي؛ بلڪل ائين جيئن هڪ دريائي چور جي مٺ ۾ سونا سڪا، جيڪي هن دلبو ڏيئي ڪنهن باربردار جهاز کي تباهہ ڪري حاصل ڪيا هجن؛ يا ائين جيئن لشڪر جي ڪنهن غيراوجي پونيَر جي پٺيءَ تي قاتل ڪپڙن جي بيدڙي، جيڪي هن لڙائيءَ ۾ شهيد ٿيل بهادر سپاهين جي پٺن تان لاهي هٿ ڪيا هجن؛ يا اها خسيس رقم (٥٨) جنهن سان 'ڪنڀر جي نهائينءَ واري زمين' خريدي ويئي، تہ جيئن اتي شهر جا رهواسي توڙي ٻاهريان سڀ گڏي دفن ڪيا وڃن.

١١٧. تنهنڪري دولت جي اخلاقي سرچشمن کي ويچارڻ کان سواءِ، دولت کي حاصل ڪرڻ جون

کي هدايتون مرتب ڪري سگهجن ٿيون يا خريداريءَ ۾ نفعي خوريءَ جو ڪو عام ۾ دستوري قاعدو قومي استعمال لاءِ مقرر ڪري سگهجي ٿو. هيءُ خيال هڪ اهڙو ته گهمنڊ پريو ۽ بيسود خيال آهي، جو ان کان بدتر ٻيو ڪو خيال، جيڪو انسان کي گمراهه ڪري بداعماليءَ ڏانهن زياده مائل ڪري سگهي، تصور ۾ ٿي نٿو اچي سگهي. جيتريقدر مون کي خبر آهي، تاريخ جي ورقن ۾ انساني فهم کي رسوا ڪرڻ وارو ٻيو ڪو اهڙو خيال موجود ڪونهي، جهڙو اڄوڪي زماني جو هيءُ خيال ته ''سستي ۾ سستو خريد ڪريو ۽ مهانگي ۾ مهانگو وڪڻو' وارو تجارتي اصول قومي اقتصاد جو واقعي هڪ ڪارآمد اصول آهي يا ڪنهن صورت ۾ ٿي سگهي ٿو."

١١٨. سستي ۾ سستي مارڪيٽ ۾ خريد ڪريو! — سو ته ٺيڪ، پر اوهان جي انهيءَ مارڪيٽ کي سستو ڪنهن ڪيو؟ اوهان جي عمارتي ڪاٺ جي گدامن کي باهه لڳندي، ته ضرور انهن جو ڪوئلو سستو ٿيندو، ڌرتي ڌٻڻ کان پوءِ اوهان جي ڪِري پيل جاين ۾ آڪڙيل گهٽين جون سرون ضرور سستيون ٿينديون؛ پر انهيءَ ڪارڻ اوهان باهه يا زلزلي کي شايد قومي فائدن ۾ شمار ڪونه ڪندا. مهانگي ۾ مهانگي مارڪيٽ ۾ وڪڻو؟ سو به ٺيڪ؛ پر اوهان جي مارڪيٽ کي مهانگو ڪنهن ڪيو؟ اوهان اڄ پڪل نانُ ڏاڍي چڱي اگهه ۾ وڪيو؛ پر ڪنهن

مرڊينگ ماڻهوءَ کي ته ڪين وڪيوَ، جنهن ان لاءِ پنهنجو آخرين پئسو اوهان کي ڏنو ۽ پڻ نان وڻڻ جي هن کي ضرورت ئي ڪانه رهندي، يا انهيءَ شاهوڪار ماڻهوءَ کي وڪيوَ، جو سياڻي توهان جي زمين ئي توهان کان خريد ڪري وٺندو، يا مرڳوئي انهيءَ سولجر کي وڪيوَ، جو بنهه انهيءَ بئنڪ کي لٽڻ پيو وڃي، جنهن ۾ اوهان جي سموري ميڙي چونڊي رکيل آهي!

١١٩. انهن صورتن سان اوهان کي هڪڙيءَ صورت جي به خبر پئجي ڪين سگهندي. اوهان کي فقط هڪڙيءَ چيز جي خبر پئجي ٿي سگهي- ۽ هن سلسلي ۾ اها ئي اوهان جي لاءِ سمجهڻ ضروري ۽ ڪافي آهي- اها هيءَ ته ڇا، اوهان جي روش انصاف ۽ ايمانداريءَ تي بيٺل آهي؟ ڇا اوهان کي خاطري آهي ته اوهان جي اها روش دنيا ۾ انهيءَ صورتحال پيدا ڪرڻ ۾ مدد ڪندي، جنهن ۾ ڪنهن به قسم جي ڪا ڦرلٽ يا قتل غارت (٥٩) پيدا نه ٿي سگهي؟ حاصل مطلب ته هنن ڳالهين سان تعلق رکندڙ هرهڪ سوال آخرڪار وڃيو عدل ۽ انصاف جوئي هڪڙو سوال بنجيو بيهي، ۽ ان جي سمجهڻ لاءِ هيستائين ڪافي ميدان صفا ٿي چڪو آهي، تنهنڪري ان جو وڌيڪ بيان اڳتي پڻ مضمون ۾ ڪندس. هتي ناظرين ڪرام جي ويچار لاءِ باقي فقط ٽي نڪتا پيش ڪرڻا اٿم.

۱۲۰. مٿي ڏيکاريو ويو آهي تہ پئسي جي مکيہ خاصيت ۽ قدر و قيمت صرف ايتريقدر آهي جيتريقدر ان ۾ ساٿين مٿان اختيار حاصل ڪرڻ جي قوت آهي- انهي قوت کان سواءِ وڏي کان وڏا خزانا بہ بيڪار آهن، ۽ ٻئي طرف جنهن شخص کي اها قوت حاصل آهي، تنهن لاءِ اهي خزانا نسبتاً غيرضروري آهن. پر انسانن مٿان اختيار حاصل ڪرڻ لاءِ دولت کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترا ڪارگر ذريعا آهن. جيئن سون گذريل ورقن ۾ چيو هو، پئسي جي دولت جيي طاقت غيرمڪمل ۽ ناقابل اعتبار آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪيتريون ڳالهيون آهن، جي دولت جي پهچ کان ٻاهر آهن، ۽ ٻيون وري اهڙيون ڳالهيون آهن، جي ان جي روڪجڻ تي رڪجي نٿيون سگهن. ڪيتريون خوشيون آهن، جي انسانن کي ميسر ٿي سگهن ٿيون، پر آهي سون وسيلي هرگز حاصل نہ ٿيي ٿيون سگهن، ۽ ڪيترا اهڙا انساني گڻ آهن جن جو بدلو دولت جي صورت ڪڏهن بہ ادا ٿي نٿو سگهي.

۱۲۱. پڙهندڙ جي نظر ۾ اها برابر هڪ معمولي ڳالهہ نظر ايندي، پر درحقيقت اها معمولي ڳالهہ ڪانهي- ڪاش، واقعي اها معمولي هجي ها! انسان جي هيءَ اخلاقي قوت، جا هونئن سمجهہ کان ٻاهر ۽ ڪٿ کان بعيد آهي، سا درحقيقت جنسي نقدي صورت ۾ پڻ خزانن جي ڳرن کان ڳرن انبارن کان بہ وڌيڪ اهم ۽ قيمتي آهي. هڪ ماڻهوءَ جي سٺ

اخلاقي سون سان پريل آهي. تحقيق آن هت جي اڻ لڪي جنبش، پئي ساٿهوءَ جي پنهي هٿن ڪان و ڏيڪ اثردار ۽ نتيجه خيز ٿيندي، جن سان هو هرطرف سونن سڪن جا وسڪارا ڪري رهيو هجي. تنهن ڪان سواءِ هي اخلاقي سونُ خرچڻ سان ڪڏهن به گهٽجي نٿو. سياسي اقتصاديات جا ماهر ڪنهن ڏينهن ان ڏانهن توجهه ڪرڻ تي مجبور ٿيندا، جيتوڻيڪ هو موجوده وقت ان جو اندازو لڳائي نٿا سگهن.

١٢٢. ٿورڙو اڳتي هلو. جيئن ته دولت جو جوهر ماڻهن مٿان اختيار هلائڻ ۾ سمايل آهي، انهيءَ ڪري جيڪڏهن ظاهري يا نالي ماتر دولت هن اختيار رکڻ يا هلائڻ ۾ ناڪامياب ٿئي، ته پوءِ يقيناً اها دولت دولت سڏجڻ جي قابل نٿي رهي. ڪجهه وقت ڪان وٺي، انگلنڊ ۾ ائين نظر اچڻ شروع ٿيو آهي ته اسان ڪي ماڻهن مٿان سچ پچ ڪلي اختيار حاصل نه آهي. چنانچه ملازمن انهيءَ گمان هيٺ ته ڪين آجرت مناسب نٿي ڏني وڃي، بي ضابطيءَ جي عالم ۾ اچي پنهنجن مالڪن جي ماڙين تي حملا ڪيا آهن. اسان اهڙي مالڪ جهڙي ملڪيت جهڙي آئيندي جهڙي ڪهڙي خاطري ڏيئي سگهون ٿا، جنهن سان سندس ملاقاتي ڪمري ۾ اهڙا ناخوشگوار حادثا هرروز پيش ايندا رهندا هجن.

١٢٣. اهڙيءَ طرح دولت جو اختيار نوڪرن جي حاجت رسائيءَ جي باري ۾ به اهڙوئي محدود معلوم ٿئي ٿو، جهڙو سندن وفاشعاريءَ ۽ زبان بنديءَ جي

باري ۾، بورچيخاني ۾ ڪم ڪندڙ، لباس ۾ غليظ، شڪل ۾ ميرا ۽ اڌ بک ۽ اڌ ڍو َ تي گذران ڪندڙ آهن. اهڙين حالتن هيٺ واقعي هن ويچار ظاهر ڪرڻ کان رهي نه ٿو سگهجي ته آقائن جي دولت فقط قياسي ۽ ڪاغذي نوعيت واري ٿي آهي ۽ بس.

١٢٤. آخرين ڳالهه. جيئن ته دولت جو سچو پچو جوهر ماڻهن جي مٿان اختيار هلائڻ ۾ ئي سمايل آهي، ته پوءِ چا، ان مان هيءُ نتيجو ڪين ڪڍي سگهبو ته جيترن گهڻن ۽ شريف ماڻهن جي مٿان ڪنهن کي اختيار حاصل هوندو اوترو ئي ان جي دولت تعداد ۽ طاقت ۾ زياده ليکبي؟ اهڙيءَ طرح شايد ڪجهه ويچار بعد ائين به معلوم ٿئي ته اِهي ماڻهوئي خود دولت آهن- ۽ هي سون جا ٽڪر جن جي ذريعي اسان ڪين هلايون چلايون ٿا، سي درحقيقت سندن 'بازنطيني(٦٠) سازن سنجن ۽ آرائش جي سامان' کان وڌيڪ ڪجهه نه آهن، اهي ساز سنج ۽ آرائش جا سامان وحشيانه نگاهن ۾ ته ڏاڍا چمڪندڙ ۽ حسين آهن - ۽ اسان هنن جيٽرن جا ڳنڍن ماڻهن کي انهن ئي سون جي ٽڪرن جا لغام ڏيئي هلائيندا چلائيندا ٿا رهون- پر، جيڪڏهن هن ساڳيءَ مخلوق کي اهي ڪڙڪندڙ 'بازنط' (٦٠) سندن واتن ۽ ڪنن ۾ وجهڻ ۽ پيءَ اهڙي ئي طرح کين مجبور ۽ پريشان ڪرڻ کان سواءِ ڪنهن ڍنگ سان هلائي چلائي سگهون،

تہ هوند هو پاڻ انهن پنهنجن سازن سنجن ۽ لغاسن
کان اسان لاءِ بدرجها زياده قيمتي بڻجي پون.

۱۲۵. درحقيقت هيءَ ڳالهہ واضح ٿي سگهي ٿي
تہ دولت جون سچيون پچيون رڳون (٦١) سرخ رنگ
جون آهن- انهن جو وجود "جبل" ۾ نہ پر "ماس"
۾ آهي- ۽ شايد آخري نتيجو ۽ عاقبت انهيءَ دولت جي
اها آهي تہ جيترا جسم ۽ صحتمند، روشن چشم ۽
خوش مزاج انسان گهڻا پيدا ٿي سگهجن اوترا ٿين.
آءٌ سمجهان ٿو تہ اسان جي جديد دولت جو لاڙو وري
ان جي برعکس آهي. کيترا اقتصاديات جا ماهر ڏسڻ
۾ اچي ٿو تہ ائين تصور کن ٿا تہ انسانن جي کثرت
دولت جي پيداوار ۽ اضافي لاءِ فائديمند نہ آهي، ۽
جيکڏهن آهي تہ صرف ان حالت ۾، جڏهن سندن
اکثريت بيمار، کمزور ۽ کم همت هجي ۽ دائمي طور
ان حالت ۾ رهندي اچي.

۱۲٦. تاهم آءٌ هن ڳالهہ کي هک پيرو وري بہ
پيش کريان ٿو تہ هيءُ سوال انتهائي سنجيدگيءَ سان
ويچارڻ جوڳو آهي، ۽ ان جو فيصلو آءٌ ناظرين کرام
جي ئي غور و فکر تي ڇڏيان ٿو، تہ آيا نيک دل
۽ صالح ضمير انسانن جي تخليق جي صنعت قوسي
صنعتڪاريءَ جي دنيا ۾ آخرڪار سڀ کان زياده
ڪارگر ۽ آپت واري ثابت ٿيي نتيي سگهي ڇا؟ آءٌ
يقين سان چئي سگهان ٿو تہ کو وقت ايندو، جڏهن
انگلنڊ کي پنهنجا مايا ميرڻ وارا خيال انهن جهنگلي

قومن ڏانهن منتقل ڪري ڇڏڻا پوندا جن وٽان انهن جي ابتدا ٿي هئي، ۽ ائين ڏسڻ ۾ ايندو ته هڪ پاسي ڪٽي ’سنڌ وندي‘ جي واري ۽ گولڪنڊا جا سخت پٿر (٦٢) اچا جنگي گهوڙن جي سنجن ۽ وَسلن جي سينگار طور ۽ غلامن جي سروپا ۽ دستار جي سونهن لاءِ پيا استعمال ٿيندا ته ٻئي پاسي انگلنڊ هڪ مسيحي ماءُ جي حيثيت ۾ نيٺ هڪ ڪافر ماءُ (٦٣) جون نيڪيون ۽ ان جا دلگهريا خزانا پاڻ وٽ پيدا ڪندو ۽ ان وانگر پنهنجن پٽن کي هيئن چئي دنيا جي آڏو پيش ڪري سگهندو ته ”منهنجا لعل، منهنجا هيرا، هي آهن!“

# مقالو ٽيون

## عدل جي حڪومت

١٢٧. عيسوي سن کان ڪي صديون اڳي، هڪ يهودي واپاري (٦٤) ’گولڊ ڪوسٽ‘ ۾ وڏي پيماني تي واپار ڪندو هو. چيو وڃي ٿو ته پنهنجي زماني ۾ اڻ مئي مايا ميڙي هئائين، (۽ حڪمت عليءَ ۾ پڻ نامور هو). پنهنجن ڪاتن ڪرڻ ۾ دولت متعلق ڪي عام مقولا لکي ڇڏيا هئائين، جي، حيرت انگيز ڳالهه آهي، جو اڄ ڏينهن تائين اسان وٽ جيئن جو تيئن محفوظ آهن. وچئين دور جا هوشيار واپاري خاص طرح ’وينس‘ (Venice) جا باشندا انهن مقولن جي تمام گهڻي عزت ڪندا هئا، ۽ انهي ڪري انهيءَ واپاريءَ لاءِ ايتري ته دل ۾ عزت پيدا ٿي هين، جو سندس بوتو چوسول جي هڪ مشهور جاءِ جي چوٽيءَ تي يادگار طور نصب ڪري ڇڏيو هئائون.

١٢٨. ويجهڙائيءَ ۾ آهي چوٽيون ۽ قول عزت ۾ ڪيري پيا آهن، ڇاڪاڻ ته آهي جديد تجارت جي اصول جي خلاف آهن. تنهن هوندي به آءٌ منجهانئن چند مقولا هتي پيش ڪريان ٿو-ڇاڪاڻ ته نئين هئڻ سبب پڙهندڙ لاءِ شايد آهي دلچسپيءَ جو باعث ٿين، ۽ خاص طرح انهيءَ لاءِ، جو آهي ڪيس هيءُ ثابت

ڪري ڏيکاريندا تہ هڪ ملڪيت ميڙيندڙ ۽ عملي قسم جي واپاريءَ لاءِ عين ممڪن آهي تہ هو پنهنجي ڪامياب تاجرانہ زندگيءَ جي دوران ۾ جائز ۽ ناجائز طريقي سان گڏ ڪيل دولت جو هميشه امتياز قائم رکي سگهي. انهي جائز ۽ ناجائز جي امتياز متعلق مون ڪي قدر زور پنهنجي اڳئين مقالي ۾ ڏنو آهي، ۽ اسان جي واسطي اها ڳالهہ ضروري آهي تہ وڌيڪ مڪمل طرح ان جو اپياس هن مضمون ۾ ڪريون.

۱۲۹. مثال طور، هو هڪ هنڌ فرمائي ٿو تہ "دروغگوئيءَ سان دولت دستياب ڪرڻ هڪ بيسود ۽ بي بقا ڏيکٽ آهي، جو هميشه موت جي مشتاقن جي چوڌاري جلوه افروز رهي ٿو." ساڳئي مفهوم وارو مقولو هڪ ٻئي هنڌ بہ آندو اٿس (بلاشڪ، هو مقولن کي ٿورن ٿورن لفظن ۾ ادا ڪرڻ جو ماهر آهي): جيئن، "ظلم جي خزانن مان ڪجهہ بہ حاصل نہ آهي: پر انصاف موت کان نجات ڏياري سگهي ٿو." هي مقولا انهيءَ ڪري اهم حيثيت رکن ٿا، جو انهن پٽاندر، دولت جي غير منصفانہ تدبير سان حاصلات جو لازمي نتيجو ۽ عاقبت موت ۽ صرف موت ئي آهي. جيڪڏهن مذڪور مقولي ۾ "دروغگوئيءَ" جي جاءِ تي "جڙتو چٺڪي (ليبل)، مارڪو، نمائش، يا اشتهار" داخل ڪنداسون، تہ ان جي لفظ لفظ جو جديد تجارت ڏانهن اطلاق ۽ اشارو چٽيءَ طرح سان اسان کي معلوم ٿي ويندو.

١٣٠. جيڪي اهڙين فريبڪارين ۾ ڏينهن رات سر توڙ ڪوششون ڪندا رهن ٿا، تن کي تحقيق 'موت جا مشتاق' سڏڻ ئي صحيح ۽ عين مناسب آهي. اسين اڪثر ائين چوندا آهيون ته 'موت اسان جي پُٺيان لڳو وتي ۽ اسين ان کان ڀڄندا وتون.' پر اهڙو اتفاق ڪن جزوي حالتن ۾ ٿئي ٿو. رواجي طرح موت پاڻ کي هميشه پردي ۾ رکي ٿو- پاڻ کي حسين بلڪ چمڪدار بنائي ٿو، ان شهزاديءَ وانگر ني، جا واقعي حسين ۽ شاندار آهي، مگر هن جو صرف ٻاهريون پيڪو آهي: هن جا رڳو ڪپڙا سون مان تيار ٿيل آهن. ۽ اسين مستن وانگر سڄي عمر سندس پيڇو ڪندا وتون، ۽ هو اسان کان ڀڄندو ۽ ٽهندو وتي. پوءِ اسين ستر سالن جي عمر ۾، هُن کي سندس لافاني شان ۽ شوڪت سوڌو يعني فريبي لباس، رنگ ۽ ڏيک سميت پڪڙي وٺڻ ۾ نيٺ وڃي ٿا ڪامياب ٿيون.

١٣١. واپاري وڏيڪ فرمائي ٿو، ”آهو ماڻهو جو پنهنجي خزاني کي ڀرُ ڪرڻ لاءِ غريبن کي پيڙي ٿو سو ضرور پاڻ به محتاجيءَ جو مُنهن ڏسندو.“ وري انهيءَ کان به وڌيڪ زوردار لفظن ۾ چوي ٿو: ”غريبن کي نه ڦريو چاڪاڻ ته هو غريب آهن؛ نڪي ڪاروبار جي دائري ۾ ستايلن کي ستايو. تحقيق خدا انهن جي روح کسي تباهه ڪندو، جن هنن کي تباهه ڪيو هوندو.“

١٣٢. "غريب کي غريب هئڻ سبب ٺڳڻ". — تجارتي ڏاڙي جو اهوئي خاص طريقو آهي، هن ۾ انسان جي ضرورتن جو ناجائز فائدو وٺي، سندس محنت ۽ ملڪيت کي سستي ملهه ۾ حاصل ڪيو ٿو وڃي. رواجي ڏاڙيلن جي ڦُر جيڪا هن تجارتي ڦر کان مختلف هوندي آهي. چاڪاڻ ته ان ۾ شاهوڪار کي شاهوڪار هئڻ سبب ڦريو ويندو آهي. هيءَ پهريءَ واپاريءَ جي نظر ۾ ڪا خاص اهميت ڪانه ٿي رکي؛ چاڪاڻ ته آها ڦر غريبن جي مذڪور ڦر کان گهٽ فائدي‌مند ۽ وڌيڪ خطرناڪ آهي، ۽ انهيءَ ڪري ڪو به سمجهدار ماڻهو انهيءَ ڪم ۾ تڪڙ ڪري هٿ ڪونه وجهندو آهي.

١٣٣. پر، معنيٰ ۽ اهميت جي لحاظ سان سڀ کان زياده توجهه طلب مقولا به آهن، جي هيٺ ڏجن ٿا.

"غريب ۽ شاهوڪار اچي گڏيا آهن. ڏٺي انهن جو آپائيندڙ آهي."

"غريب ۽ شاهوڪار اچي گڏيا آهن. ڏٺي انهن جو سوجهرو آهي."

١٣٤. اهي "اچي گڏيا آهن"؛ وڌيڪ لفظي معنيٰ ۾، "هڪٻئي سان مُنهان منهن اچي ٿيا آهن." تنهن جي معنيٰ ته جيستائين دنيا قائم آهي تيستائين دولت ۽ غربت جو عمل ۽ رد عمل، مفلس ۽ مالدار جو مُنهان منهن بيهڻ، زندگيءَ جو ايتريقدر طي شده ۽ لازمي دستور آهي، جيتريقدر نهر جو مُنهن سمنڊ

ڏانهن يا برقي ڪرڻن ۾ طاقت جي ڏي وٺ جو فطري منظر: ”ڏٺي انهن جو اپائيندڙ آهي.“

۱۳۵. پر هيءَ عمل سانتيڪوءَ موزون صورت وارو ٿي سگهي ٿو، ۽ تباهه ڪُن ۽ هيبتناڪ پڻ، مليا ميٽ ڪندڙ ٻوڏِ جي قهرماني صورت وارو به، ۽ هندوري جي لوڏ جهڙيءَ خواب آور لهر وانگر پڻ، پيانڪ گجگوڙ سان ڪِرندڙ وڄ جي صورت وارو به، جنهن جي سامهون جو آيو سو ڀسم ٿي ويو، ۽ ان مٺيءَ ۽ سوپياوان باهه وانگر پڻ، جيڪا لڳاتار طاقت ۽ گرمي پهچائي سگهي ٿي، ۽ جنهن جي نرم نرم چپين جي پري ڪان ٻيهي نچڻ ۾ حسن جي نزاڪت ۽ عشق جي مدمستي ڏسي سگهجي ٿي. پر انهن ٻنهي صورتن مان هيءَ عمل ڪهڙي صورت وٺندو، ان جو مدار غريبَ توڙي شاهوڪار ٻنهي جي هين چاڻ ۽ ويساهه تي آهي ته ڏٺي تعاليٰ ئي هنن جي راهه جو سوجهرو آهي، ۽ انساني زندگيءَ جي هن مانداڻ ۾ اَن ڪان سواءِ ٻيو ڪو سوجهرو، يي ڪا روشني آهي ئي ڪانه، جنهن جي مدد سان هو هڪٻئي جا مهاندا ڏسي ۽ سڃاڻي سگهن ۽ هڪٻئي سان گڏجي گذاري سگهن. مٿي ذڪر ڪيل واپاريءَ جي هڪ ڪتاب ۾ ان روشنيءَ کي ”عدل (Justice) جو سچ“* ڪري

*اجا به جيڪڏهن ”عدالت يا عدلپٽي (Justness) جو سچ“ استعمال ڪجي ها، ته وڌيڪ درست (ڏسو صفحو ۱۱۴ تي)

ڪونيو ويو آهي، ۽ ان لاءِ اها خاطري ڏني ويئي آهي ته اهو آخر پنهنجي 'ڪنين جي سايي' ۾ شفا ڏيڻ (صحت بخشڻ، هٿي ڏيڻ، مڪمل بنائڻ، يا وحدت ۾ آڻڻ) لاءِ طلوع ٿيندو.

۱۳۶. چاڪاڻ ته ههڙي شفا سچ پچ ته فقط عدل سان ئي ممڪن آهي؛ ڪابہ محبت، ڪوبہ ايمان ۽

---

ٿئي ها. پر "عدلپڻو (Justness)" جهڙي اڻ تراشيل لفظ بدران انگريزي ٻوليءَ ۾ اِتي لفظ "حقانيت (Righteousness)" استعمال ٿيندو پئي آيو آهي، جيڪو وري لفظ "قدوسيت (Goddiness)" سان رلي ملي وڃڻ ڪري هڪ ڪان زياده معنائن وارو ۽ ڪافي مبهم ٿي چڪو آهي، جنهن سبب، جتي آهو لفظ آيل آهي، ان ٽڪري جي صحيح اهميت ماڻهن تي روشن نہ ٿي سگهي آهي. لفظ "حقانيت (Righteousness)" جو اشارو "حق جي عدل" ڏانهن آهي، ۽ 'حق' جو عدل 'قانون' جي عدل ڪان علحدو آهي، جو تہ قانوني عدل ۾ تفريق ۽ تقسيم جو عنصر غالب رهي ٿو. حقاني عدل سلطاني عدل آهي ۽ قانوني عدل قاضيانہ عدل ٿو ٿئي: سلطان سيني جا حق ويچار ۾ رکي، سندن سهارو ٿو بنجي ۽ سندن رهبري ٿو ڪري، ۽ قاضي ڌرين جي وچ ۾ فرق ۽ امتياز روا رکي ٿو ۽ مٿن فيصلا نافذ ٿو ڪري ۽ حڪم ٿو هلائي: حقاني عدل ڪي دليان تسليم ٿو ڪجي ۽ قانوني عدل جي محض فرمانبرداري تي ڪرڻي پوي.

ڪابہ اميد هرگز هيءَ شفا بخشي نٿا سگهن، جيڪڏهن انسان بنيادي طرح عادل ۽ منصف مزاج نہ آهن، تہ سندن ايمان ۽ محبت بيسود ۽ بي معنيٰ آهن، پيڙهين کان وٺي بهترين کان بهترين انسانن پڻ اهائي عظيم غلطي پئي ڪئي آهي، جو آنهن غريبن کي مدد ڪرڻ جي خيال کان فقط هنن کي خيرات ڏيڻ، ۽ صبر ڪرڻ يا بااميد رهڻ جي تلقين پئي ڪئي آهي، ۽ پڻ پين اهڙن طريقن سان ئي هنن کي مڪائڻ ۽ پرچائڻ جو ويچار پئي ڪيو آهي، هڪ ڳالهہ جنهن جو هنن خيال ئي نہ پئي رکيو آهي، سا هيءَ آهي تہ، جيئن رب تعاليٰ جو تاڪيد آهي، هنن غريبن سان عدل ۽ انصاف ڪيو وڃي.

١٣٧. پر هيءَ عدل ۽ انصاف جنهن ۾ پاڪيزگي ۽ اعانت پئي سمايل آهن ۽ جنهن ڏانهن بهترين انسانن بہ آزمائش جي زماني ۾ توجه ڏيڻ کان انڪار ڪيو آهي، تنهن کي اڪثر ماڻهن نفرت ۽ بيگانگيءَ جي نگاهن سان ڏٺو آهي، ايتريقدر جو جڏهن انهن کي هڪ ڏينهن انتخاب (٦٥) جو مبارڪ موقعو ڏنو ويو، تڏهن هنن پنهنجي دستگير ۽ نجات ڏيندڙ کان انڪار ڪيو، ۽ هڪ خونيءَ، مفسد ۽ ڌاڙيل جي طلب ڪئي، يعني خونيءَ کي مسيح حيات، مفسد کي امن جي علمبردار ۽ ڌاڙيل کي دنيا جي عادل منصف مٿان ترجيح ڏنائون.

١٣٨. مون ٿورو اڳ سمنڊ ڏانهن نهرن جي فطري وهڪري لاءِ چيو هو تہ آهو دولت جي عمل جو هڪ

اڏورو مثال آهي. هڪ ڳالهيئين اهو ان جو اڏورو نہ پر مڪمل مثال آهي. اقتصاديات جي عام ماهر کي پنهنجي عقلمنديءَ تي ڏاڍو فخر آهي، جو سمجهي ٿو تہ هي اصول سندس ئي ايجاد آهي تہ دولت يا هرقسم جي ملڪيت جو رخ هميشه ان طرف ڏانهن رهي ٿو جتي ان جي طلب ۽ ڇڪ آهي، يعني جتي طلب هوندي تہ رسد بہ ان جو پيڇو ڪندي. وڌيڪ سندس اهو بہ چوڻ آهي تہ طلب ۽ رسد جو هيءُ رخ ۽ سلسلو انساني قانونن وسيلي ڪڏهن بہ ڦيهاري يا بند ڪري نٿو سگهجي. بلڪل انهيءَ معنيٰ ۾، انهي ئي آڌل انداز سان، دنيا ۾ هرهنڌ پاڻي بہ انهيءَ طرف رخ رکي وهندو آهي، جيڏانهن ان جي طلب يا ڇڪ هوندي آهي. جنهن طرف زمين جو لاهہ آهي، ان طرف ئي پاڻيءَ جي وهڪ آهي. انساني منشا مطابق نڪي ڪڪرن جي ۽ نڪي ندين جي هن رخ کي بند ڪري يا ڦيهاري ٿو سگهجي.

١٣٩. پر انهن جي استعمال ۽ ضابطي کي سو انساني دورانديشيءَ سان بدلائي يا موڙي ضرور سگهجي ٿو. پاڻيءَ جي نهر جو زحمت يا رحمت ثابت ٿيڻ انسان جي محنت ۽ انتظامي فهم تي مدار رکي ٿو. ڏٺو ويو آهي تہ صدين جون صديون دنيا جا وسيع ڀاڱا، ڀلي زمين ۽ موافق آبهوا سان مالامال هوندي بہ، پنهنجين ندين جي غيظ ۽ غضب ڪري غيرآباد لڳا پيا آهن، نہ فقط غيرآباد، پر موتمار وبائن سان بنهہ وڪوڙيا

۽ نيست و نابود ٿيا پيا آهن. اها نهر، جنهن کي جيڪڏهن صحيح رستي سان نيو وڃي ها ته هوند نرم نرم زمين مان وهندي، ٻنيءَ ٻنيءَ سيراب ڪندي، هوا کي صاف ۽ پاڪ ڪندي، انسان ۽ حيوان کي کاڌو رسائيندي، ۽ اشرف‌المخلوقات جا ڳرا بار پنهنجي سيني تي کڻي دور دراز مفاصلن تي پهچائيندي، اڳتي وهندي وڃي ها، تنهن هاڻي ميدانن جا ميدان برباد ۽ هوائن کي زهرناڪ ڪري ڇڏيو آهي، سندس پاڻيءَ جي بدبوءِ مان بيماري پيدا ٿئي ٿي ۽ سندس ڪمي آهي قحط‌سالي ۽ گراني پيدا ڪرڻ.

١٤٠. ساڳيءَ طرح دولت پڻ "اتي وڃي ٿي، جتي ان جي طلب ۽ ڇڪ آهي." ڪي به انساني قاعدا سندس اهڙيءَ وهڪ ۽ اهڙي رخ ۾ اڏو نٿا اچي سگهن. آهي سندس اُن وهڪ کي فقط ضابطي ۾ رکي سگهن ٿا: ۽ اهو ايڏي ته مڪمل انداز سان، جو سندس "پيٽ ۽ بندن" کي ضرورت سارو ٻيهارڻ سان آها 'ڏاهپ جي هٿ جو ثمر'* يعني جنسي آبحيات بنجي سگهي ٿي. يا برعڪس ان جي، جيڪڏهن دولت جي هين وهڪ کي بنا ڪنهن قانوني روڪ ٺوڪ ۽ ضابطي جي ڇڏي ڏجي ته جيئن اڪثر ٿيندو پئي آيو آهي، هوءَ هڪ انتهائي سوتمار آجهل وبا بنجي

* "عمر جي درازي هن جي ساڄي هٿ ۾ آهي؛ ۽ هن جي کابي هٿ ۾ دولت ۽ عزت."

سگهي ٿي، جنهن کي 'آب سرح' (٦٧) سڏي سگهجي ٿو- ۽ هيءُ ئي آهو پاڻي آهي جنهن سان دنيا ۾ هر خرابيءَ جي پاڙ سڙجي ٿي ۽ سائي ٿي ٿئي.

۱۴۱. اسان جو هي عام اقتصادي ماهر پنهنجي هن خاص "سائنس" جي توصيف ڪندي، استعمال يا ورهاست ۽ ضابطي جي هنن قاعدن جي ضرورت کي عجيب نموني ۾ نظرانداز ڪري ٿو ڇڏي. آن جي بجاءِ، هو، ٿورن لفظن ۾، آن کي شاهوڪار بنجڻ جي سائنس" سڏي ٿو.

۱۴۲. پر شاهوڪار بنجڻ لاءِ انيڪ سائنسون ۽ پڻ انيڪ هنر موجود آهن. وچئين زماني ۾، وڏيءَ ملڪيت وارن ماڻهن کي زهر ڏيڻ وارو هنر وسيع پيماني تي استعمال ڪيو ويندو هو. موجوده وقت ۾ وري گهٽ ملڪيت وارن ماڻهن جي کاڌي ۾ غير شين جي ملاوت ڪرڻ وارو هنر اڪثر استعمال هيٺ آهي. جابلو ڀٽن جي قديم ۽ معتبر رهواسين وارو ڀُنگ ڏيڻ جو طريقو، ان کان ڪجهه گهٽ معتبر مگر جديد طريقو جنهن موجب مال جي خريد فروخت محض ڳالهين جي حرفت تي ٽيندي ٿي رهي، ۽ پڻ بيا اهڙا پرائي مال کي زوريءَ قبضي ۾ آڻڻ ۽ رکڻ جا سڌ ريل طريقا، -جي شاهوڪار بنجڻ جي صنعت جي نندي توڙي وڏي گُر کان وٺي ويندي ڪيسي ڪپڻ جي گُر تائين موجوده زماني جي مخصوص تيز فهميءَ جي ئي پيداوار

آهن - اِهي سڀئي ڳالهيون شاهوڪار ٿيڻ واريءَ سائنس ۽ فن جي تحت اچي وڃن ٿيون.

١٤٣. هن سان صاف ظاهر آهي ته هيءُ نامور اقتصادي ماهر، جيڪو پنهنجي اقتصاديات کي خالص شاهوڪار بنجڻ جي سائنس سڏي ٿو، تنهن لاءِ اُن سائنس جي نوعيت جي مزيد توضيح ۽ صفائي پيش ڪرڻ ضروري آهي. مون کي اميد آهي ته انهيءَ ڳالهه ۾ ڪا غلط بياني ڪانه ٿو ڪريان ته هو پنهنجي سائنس کي "قانوني يا منصفانه طريقي سان شاهوڪار بنجڻ" جي سائنس تصور ڪري ٿو. هاڻي، اهو ڏسڻو آهي ته سندس وصف ۾ آخرين طور ڪهڙي لفظ جو استعمال جائز رهي سگهندو - لفظ "قانوني" جو يا لفظ "منصفانه" جو! ڇاڪاڻ ته ڪن قومن يا ڪن حاڪمن جي تحت، يا وڪيلن جي مدد سان، اهو ممڪن آهي ته ڪارروائي ڪٿي عين قانوني هجي، پر ڪنهن به حالت ۾ اها منصفانه نه هجي. جيڪڏهن پوءِ اسان پنهنجي وصف ۾ لفظ "منصفانه" کي ئي فقط رهڻ ڏينداسون، ته صرف اهو هڪڙو ئي ننڍڙو ۽ واحد لفظ اسان جي هن سائنس جي 'گرامر' ۾ حيرت انگيز فرق آڻي ڇڏيندو.

١٤٤. ڇاڪاڻ ته ان سان پوءِ اهو مطلب نڪرندو ته ان سائنس جي منشا مطابق شاهوڪار بنجڻ لاءِ اسان کي منصفانه طريقي سان شاهوڪار بنجڻو پوندو، ۽ ان لاءِ اسان کي پهريائين خبر رکڻي پوندي ته عدل يا انصاف ڇا آهي؛ انهيءَ لاءِ ته اسان جي

اقتصاديات نہ فقط سياڻپ (Prudence) تي بلڪ 'عدالتي سياڻپ' (قانون) (Juris-prudence) تي مبني هجي- جنهن جو دارومدار انساني دستور تي نہ پر فطرت جي دستور تي هجي.

۱۴۵. ۽ اها سياڻپ ڪا جهڙي تهڙي درجي جي نہ آهي، آها ايتري تہ مٿانهين ۽ بلند آهي جيتري آسماني فضا بلند ۽ مٿانهين آهي- ان جي نگاهہ هميشہ آفتاب عدل جي روشنيءَ تي مرڪوز رهي ٿي. اهڙا روح جي انهيءَ روشنيءَ ڪان منور آهن، سي 'ڊانٽي' (٦٨) جي نظر ۾ اهڙا ستارا آهن جي عقابي اک وانگر آسمان ۾ بيٺا آهن-آهي جن تہ زندگيءَ ۾ تاريڪيءَ ۽ روشنيءَ جو صحيح سنڌو مقرر ڪن ٿا، ۽ ساريءَ انسان ذات لاءِ ائين آهن جيئن اکيون جسم لاءِ؛ ۽ آهي روح جي وري عقاب جي پرن جيان آهن (جن سان انصاف کي قوت ۽ اختيار ملي ٿو- "ان جي پرن ۾ شفا جي قوت آهي") سي ساڳئي وقت ان ئي روشنيءَ جي باڪن سان آسمان ۾ هي لفظ اکيري بيهن ٿا: "ڌرتيءَ تي انصاف ڪرڻ وارؤ، انصاف سان پيار رکو!"

۱۴٦. "اي انسانو! اوهان، جيڪي ڌرتيءَ تي انصاف ٿا ڪريو، انصاف سان رسمي پيار نہ پر دل جي خلوص سان پيار ڪريو": آهو پيار جيڪو دل جي سچيءَ چاهنا ۽ پسنديءَ وارو هجي، ۽ جنهن کي هر شيءِ تي فوقيت هجي.

١٤٧. هن ڏرتيءَ تي اهڙي قسم جو انصاف ڪرڻ يا انصافي فيصلا ڏيڻ، حيثيت ۽ رتبي سارو، نہ فقط قاضيءَ ۽ حاڪم جو بلڪ هر شخص جو فرض ۽ اختيار آهي:* هن حقيقت کي خود انهن ماڻهن بہ نهايت افسوسناڪ نموني ۾ نظرانداز ڪري ڇڏيو آهي، جيڪي پاڪ ڪتابن جا آهي حصا پاڻ ڏانهن منسوب ڪن ٿا، جن ۾ ڪرستانن کي 'ولي' (امداد ۽ شفا بخشڻ وارا) سڏيو ويو آهي، ۽ ڪين ئي 'بادشاهہ' بنجڻ جي لائق (عالم ۽ هادي) ڪري شمار ڪيو ويو آهي. واقعي، بادشاهت ۽ ولايت جهڙين پاڪ حيثيتن تي نااهل ۽ نالائق ماڻهن طرفان فريبڪاريءَ ۽ عياريءَ

* مون پڌو آهي تہ اسان جي ڪيترن وڪيلن کي منهنجي پهرئين مقالي جي هنن لفظن تي ڏاڍو عجب لڳو آهي تہ "وڪيل جو ڪم انصاف ڪرڻ آهي." درحقيقت هن خيال جو اظهار مون ڪنهن ننوليءَ جي خيال کان نہ ڪيو هو؛ بهرحال مٿئين تڪري ۾ ڏنو ويندو تہ انصاف ڪرڻ توڙي انصاف ڏيڻ رڳو وڪيلن جو ڪم ڪري تصور ڪونہ ڪيو ويو آهي. ۽ ممڪن آهي تہ جيترو زياده اسان جي سپاهين، پادرين (جن ۾ سڀ استاد ۽ معلم اچي وڃن ٿا) ۽ وڪيلن (جن ۾ قانون ساز توڙي قانون دان پيئي شامل آهن) جي هنن دائمي لشڪرن بدران ملڪ ۾ سياڻپ ۽ ايمانداريءَ جا گڻ پيدا ٿيندا، اسان جي قوم ۽ ملڪ لاءِ اوترو زياده اها ڳالهہ مفيد ۽ ڪارآمد ثابت ٿيندي.

جي عمل هنن لقبن جي حقيقي مراد ۽ مفهوم کي ختم ڪري ڇڏيو آهي. نه رڳو ايترو پر انهن جي صحيح مفهوم کي ختم ڪرڻ لاءِ گهٽي زماني ڪان هليو ايندڙ هيءَ خيال به جوابدار آهي ته ولايت ۽ بادشاهت رحم جي خزاني ۽ انصاف جي گهر هئڻ بجاءِ رڳو ڏکهن چوغن ڏيکڻ ۽ وڏي تاج پهرڻ جا پيا نالا آهن. درحقيقت پاڪيزگي ۽ قدوسيت بچائيندڙ ۽ پناهه ڏيندڙ طاقت آهي، ۽ بادشاهت حڪمراني ڪندڙ طاقت آهي؛ بي انصافي ان طاقت جي انڪار جي علامت آهي، جنهن بي انصافيءَ جي اثر هيٺ انسانن جي حيثيت محض سڙندڙ جيون جهڙي وجي بيهي ٿي، ۽ آهي سامونڊي مڇين وانگر ٿي پون ٿا، جن کي ڪو به حڪمران نه آهي*.

۱۴۸. تحقيق، مطلق صداقت وانگر مطلق انصاف حاصل ڪرڻ به مشڪل آهي؛ پر هڪ ديانتدار ماڻهوءَ کي غير ديانتدار ماڻهوءَ مٿان فقط سندس دل ۾ جيڪا انصاف جي خواهش ۽ اميد رهي ٿي، تنهن جي آڌار تي ترجيح ڏيئي سگهجي ٿي - بلڪل اهڙيءَ طرح، جهڙيءَ طرح هڪ سچي ماڻهوءَ کي ڪوڙي ماڻهوءَ

* مڇين جو به ڪوئن ۽ بگهڙن وانگر اِهوئي امتياز آهي ته ته هو محض طلب ۽ رسد جي قانونن مطابق زندگي گذارين ٿيون؛ پر انسان ذات جو اهو شرف آهي ته هو حق جي قانون موجب زندگي بسر ڪن.

تي ترجيح صرف هُن جي دل ۾ جيڪا سچ جي خواهش ۽ اميد موجود رهي ٿي، ان جي آڌار تي ڏيئي ٿي سگهجي. ۽ مطلق انصاف تائين رسڻ ڪٺي ناممڪن آهي، تنهن هوندي به جيتري انصاف جي اسان کي زندگيءَ جي عملي ڳالهين لاءِ ضرورت آهي، اوتري انصاف جي شناس هرهڪ جي حصي ۾ اچي سگهي ٿي، بشرطيڪ ان تائين پهچڻ جو هن جي دل ۾ مقصد موجود هجي.

١٤٩. هن وقت اسان کي زيرنظر موضوع جي سلسلي ۾ هي ڏسڻو آهي ته آهي ڪهڙا عدل ۽ انصاف جا اصول آهن، جي پورهئي جي اجرت سان تعلق رکن ٿا ۽ يقين سان چئي سگهجي ٿو ته گهٽي پاڳي اِهي اصول ئي آهن جي عدالتي قانون جا بنياد آهن.

١٥٠. مون پنهنجي اڳين مقالي ۾ پئسن (٦٩) جي ڏيتيءَ ليتيءَ جي اصول کي ايتريقدر ته چانگي، صاف ڪري، بلڪل آسان ۽ بنيادي صورت ۾ پيش ڪيو آهي، جو ان صورت ۾ ان جي ساخت ۽ ان متعلق عدل ۽ انصاف جي تقاضا چٽا آهي-اِها ڳالهه تمام چڱيءَ طرح سان معلوم ڪري سگهجي ٿي.

١٥١. جيئن آتي چاڻايل آهي، پئسن جي ڏيتي ليتيءَ جو بنيادي مطلب اسان جي هڪڙي ڪلئي واعدي يا انجام ۾ سمايل آهي، جو اسان ان ماڻهوءَ سان ڪريون ٿا جيڪو اسان جو ڪم ڪري ٿو، ته جيڪو وقت ۽ محنت اچوڪي ڏينهن هو اسان جي خدمت ۾ صرف

ڪري ٿو، اوترو وقت ۾ اوتري محنت مستقبل ۾ سندس تقاضا ڪرڻ تي اسين پاڻ به سندس خدمت ۾ صرف ڪنداسون يا ڪنهن ٻيءَ طرح ڪيس اها ميسّر ڪري ڏينداسون*.

١٥٢. جيڪڏهن هُن جي ڏنل پورهئي ڪان گهٽ پورهئي ڏيڻ جو ساڻس اقرار ڪنداسون، ته چئبو ته

*ظاهر ائين ٿو نظر اچي ته محنت جي عام بازاري بها اهڙيءَ ئي متاستا جو اظهار آهي، پر درحقيقت ائين نه آهي؛ ڇاڪاڻ ته بازار جي بها صرف گهربل قسم جي محنت جي هڪ وقتي قيمت آهي ــ محنت جي حقيقي قيمت ٻي ڪا ان جي برابر واري نفع بخش انساني محنت ئي ٿي سگهي ٿي. محنت جي قيمت جو هيءُ فرق پنهنجي موزون جاءِ تي واضح ڪيو ويندو. هيءَ ڳالهه پڻ ڌيان ۾ رکڻ کپي ته هتي اڄ فقط محنت جي متاستا واريءَ قيمت بابت ذڪر ڪريان ٿو ۽ نه جنس جي متاستا واريءَ قيمت جو. ڪنهن به جنس جي پيداوار لاءِ استعمال ڪيل محنت کي جيڪڏهن ان جي طلب جي طاقت سان ضرب ڪبو ته اها ضرب آپت برابر ٿيندي جنس جي متاستا واريءَ قيمت جي. جيڪڏهن محنت جي قيمت برابر آهي ج جي ۽ طلب جي طاقت برابر آهي د جي، ته انهيءَ جنس جي متاستا واري قيمت آهي ج x د جي؛ پوءِ جيڪڏهن اتفاق سان ج يا د برابر آهي ٻُڙيءَ جي، ته ج x د (جنس جي متاستا واري قيمت) به ٻڙيءَ جي برابر ٿيندي.

اسان هن کي گهٽ معاوضو ڏنو. جيڪڏهن سند س ڏنل پورهئي کان وڌيڪ پورهئي ڏيڻ جو هن سان انجام ڪنداسون، ته چئو اسان ڪيس حق کان زياده اجورو ڏنو. سمجهو ته طلب ۽ رسد جي قانونن مطابق ٻه ماڻهو آهن جي ڪنهن خاص ڪم ڪرڻ لاءِ تيار آهن، ۽ صرف هڪ ئي ماڻهو آهي جو ان ڪم جي سرانجامي چاهي ٿو، ته پوءِ هو ٻيئي ماڻهو ڪم حاصل ڪرڻ لاءِ هڪٻئي جي خلاف گهٽ مزوريءَ جو واڪ ڏيڻ شروع ڪندا، ۽ پوءِ منجهانئن جنهن کي ٻه اهو ڪم سونپيو ويندو، ته ان جو اجورو ٻه ضرور هن کي گهٽ ملندو. وري جيڪڏهن ٻن ماڻهن کي ڪم جي واسطي پورهيتن جي درڪار آهي ۽ ڪم ڪرڻ لاءِ فقط هڪ ماڻهو موجود آهي ته پوءِ هو ٻيئي ماڻهو جن کي پورهيت جي ضرورت آهي، هڪٻئي جي چڙهت ڪري مزوريءَ جي آڇ ڪندا، ۽ پورهيت کي وڌيڪ اجورو ملندو.

١٥٣. آءٌ بي‌انصافيءَ جي هنن ٻن نُڪتن متعلق پنهنجا ويچار تربيت وار اڳتي هلي پيش ڪندس. پر پهريائين آءٌ چاهيان ٿو ته ناظرين ڪرام انهن ٻنهي جي تهہ ۾ جيڪو صحيح ۽ منصفانہ اجرت جي ادائگيءَ جو مرڪزي اصول آهي، ان کي چڱيءَ طرح سمجهن.

١٥٤. جنهن وقت ڪنهن ماڻهوءَ کان خدمت جي طلب ڪئي ويندي آهي، ته اهو ماڻهو يا ته بنا اجوري خدمت سرانجام ڏيندو آهي، يا ان لاءِ اجوري جي

تقاضا ڪندو آهي. بلا معاوضي خدمت متعلق اسان ڪو بہ بحث نٿا ڪريون، ڇاڪاڻ تہ ان جو دارومدار محبت تي آهي ۽ نہ ڏي وٺ جي اصول تي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو ان لاءِ معاوضي جي طلب ٿو ڪري، ۽ اسين هن سان مڪمل انصاف وارو برتاءُ ڪرڻ چاهيون ٿا، تہ حق انهيءَ ۾ آهي تہ هن جي وقت جو عيوضو ڪيس وقت جي صورت ۾، زور جو زور جي صورت ۾ ۽ هنرمنديءَ جو هنرمنديءَ جي صورت ۾ ادا ڪيو وڃي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو اسان وٽ هڪ ڪلاڪ پورهيو ٿو ڪري ۽ اسين ان جي عيوض فقط اڌ ڪلاڪ ڪم ڪرڻ جو ساڻس انجام ڪريون ٿا، تہ پوءِ ائين چئبو تہ اسين منجهانئس غيرواجبي فائدو وٺي رهيا آهيون؛ جيڪڏهن اسين ساڻس ڏيڍ ڪلاڪ ڪم ڪرڻ جو واعدو ڪريون ٿا، تہ پوءِ چئبو تہ هن ڪي اسان وٽان غير واجبي فائدو حاصل ٿيو.

١٥٥. انصاف هيءَ ۾ سمايل آهي تہ ڏي وٺ يا مٽاسٽا پوري ۽ مڪمل ٿئي. هڪڙي انسان جي مفلسي ڪو معقول عذر نہ آهي تہ جي هو اڄ مون کي هڪ سير اٽي جو ڏئي تہ آءٌ کيس سوٽ ۾ سياڻي هڪ سير کان گهٽ ڏيان. ساڳيءَ طرح انسان جي بي علمي بہ ڪو معقول سبب نہ آهي، جو هو ڇاڻ ۽ محنت جو ڪو خاص انداز منهنجي خدمت ۾ استعمال ڪري، تہ آءٌ ان جي عيوض هن لاءِ ان کان گهٽ محنت ۽ گهٽ ڇاڻ استعمال ڪريان. شايد زياده

موزون ۽ خوشگوار ڳالهه آخرڪار پاڻ هيءَ ثابت ٿئي، ته مون کي جو ڪجهه ڪانئس حاصل ٿئي، ان کان ڪجهه وڌيڪ ئي آءٌ ڪيس ادا ڪريان.

١٠٦. پر هن وقت اسان جو ڌيان محض انصاف جي قانون ڏانهن ڇڪيل آهي، جنهن جو واسطو صرف پوريءَ ۽ مڪمل مٽا سٽا سان آهي. منصفانه اجرت جي هين سنئين سادي بنيادي اصول ۾ فقط هڪڙيءَ ڳالهه جي گنجائش آهي ۽ آها هيءَ ته جيئن محنت (ڪار آمد انتظام هيٺ) اهڙي بار آور آهي جهڙو ڪنهن به ٻوٽي جو تخم، اهڙي نموني پهريائين استعمال ڪيل محنت جو ميوو (يا "سود" جيئن به ڪيس سڏجي) ويچار ۾ آڻڻ گهرجي، ۽ پوءِ ان محنت جو عيوضو سندس ان ميوي جي عيوض سميت ادا ڪرڻ گهرجي.

١٠٧. فرض ڪري وٺو ته هيءُ عيوضو سال جي آخر ۾ يا ٻئي ڪنهن اهڙي مدي کان پوءِ ادا ڪرڻو آهي، ته ان حالت ۾ ان جو لڳ ڀڳ تخمينو سولائيءَ سان تيار ڪري سگهجي ٿو، پر جيئن پئسن يا زر جي ڏيڻ يا وٺڻ جو وقت سان ڪو خاص واسطو نه آهي (اهو آنهيءَ ماڻهوءَ جي اختيار تي آهي جنهن کي پئسا ڏيڻ ۾ اچن، ته هُو آهي هڪدم پنهنجي خرچ ۾ آڻي يا ڪن سالن کان پوءِ ائين ڪري)، تنهنڪري اسان صرف هي نتيجو قائم ڪري سگهون ٿا ته جيڪو شخص پهريائين پنهنجو پورهيو پيش ٿو ڪري، انصاف روءِ تنهن کي عيوض ۾ ان کان قدري زياده ملڻ گهرجي.

۽ انهيءَ ڪري اهو سود و هڪ خاص نوعيت جو ٿي ٿو پوي- يعني، جيڪڏهن اڄ توهان منهنجي خدمت ۾ هڪ ڪلاڪ صرف ٿا ڪريو، ته اوهان جي پيري مون کي اوهان وٽ هڪ ڪلاڪ پنج منٽ خدمت ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن اڄ مون کي آنني جو سير ٿا ڏيو ته مون کي اوهان جي ضرورت وقت اوهان کي سترهن آنا(۔۷) موٽائي ڏيڻ کپن، وغيره وغيره.

۱۵۸. هتي بهرحال ناظرين ڪرام لاءِ فقط هيءَ ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ ضروري آهي ته جيڪو معاوضو واپس ڪرڻ لازمي آهي، سو انصاف جي نقطهء نگاهه کان ڪنهن به حاصل ڪيل انداز کان گهٽ هئڻ نه گهرجي.

۱۵۹. مطلب ته مزدور جي حقي يا واجبي اجرت جو اصولي مفهوم هيءُ آهي ته ڪيس ايتري رقم ادا ڪئي وڃي جنهن سان هو پنهنجي لاءِ ڪنهن به وقت جيڪڏهن وڌيڪ نه ته به گهٽ ۾ گهٽ ايترو پورهيو خريد ڪري سگهي جيترو پورهيو اُن اجرت جي عيوض هن پاڻ ڪيو. ۽ ظاهر آهي ته هيءُ اجرت جو انصاف يا پورهئي جي حق رسي انهيءَ ڳالهه جي قطعاً لاتعلق آهي ته ماڻهن جو ڪيترو تعداد موجود آهي، جيڪي هڪ ئي وقت ڪنهن ڪم ڪرڻ لاءِ آماده آهن.

۱۶۰. مون کي پنهنجي گهوڙي لاءِ نعل ٺهرائڻو آهي. ويهه يا ويهه هزار لوهار ان جي ٺاهڻ لاءِ تيار آهن. ظاهر آهي ته نعل ٺاهيندڙن جي هن تعداد کي ان لوهار جي حقي اجرت جي معاملي ۾ رتيءَ ماتر به

دخل ڪونهي، جيڪي پوءِ منهنجو گهوڙي لاءِ نعل ٺيو، نعل جي ٺهڻ تي ڪاريگر پنهنجي زندگيءَ جو پاءُ ڪلاڪ، بازو جي قوت ۽ چڱو خاصو فن خرچ ڪيو، پوءِ حقي ڳالهه اها آهي ته آئنده ڪنهن وقت آءٌ پنهنجيءَ زندگيءَ جو (يا ٻئي ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ جي زندگيءَ جو، جيڪو منهنجي هٿ هيٺ هجي) آهوئي پاءُ ڪلاڪ، ۽ ٻن ڪي منٽ وڌيڪ، ۽ اوتري ئي بازوءَ جي قوت ۽ فن جي، لياقت، بلڪ ڪجهه ان کان وڌيڪ، ان ڪاريگر جي واسطي اهڙي ڪنهن ڪم ۾ خرچ ڪريان، جنهن جي هن کي ضرورت درپيش هجي.

١٦١. ياد رهي ته منصفاڻي اجرت يا پورهئي جي حق رسيءَ جو هيءُ مفهوم اصولي ۽ نظرياتي آهي؛ ان تي جڏهن عمل ٿئي ٿو تڏهن هيءَ حقيقت لازمي طور ان تي اثرانداز ٿئي ٿي ته اجرت جي نوعيت عام آهي، يعني ان سان ڪنهن به قسم جو پورهيو، جڏهن به ان جي ضرورت درپيش اچي تڏهن، خريد ڪري سگهجي ٿو، پر جنهن پورهئي جي عوض اها اجرت ادا ڪئي ويئي، اهو هڪ خاص قسم جو پورهيو هو، چالو سڪو، نوٽ يا هنڊي (پورهئي جي نقدي اجرت) قوم جي ٺالي گويا هڪ فرمان آهي ته ان جي عوض ان جي مالڪ لاءِ هيترو ڪي هيترو پورهيو جنهن به ڪم لاءِ ۽ جڏهن به هن کي ان جي ضرورت پوي، تڏهن هڪدم ادا ڪيو وڃي؛ ۽ هي ترت گهرجڻ

پوريون ڪندڙ عام قسم جو فرمان (يعني نقدي معاوضو) پنهنجي انهيءَ عام نوعيت سبب خاص قسم جي هر پورهئي کان ايترو تہ زياده ڪمائتو ۽ قيمتي ٿئي ٿو، جو عام پورهئي جي گهٽ انداز واري ملبل فرمان (يعني گهٽ نقدي معاوضي) کي بہ هميشه خاص پورهئي جيتي عين منصفانہ اجرت سمجهيو ۽ قبول ڪيو وڃي ٿو. چنانچہ هرڪو ڪاريگر پنهنجي رضا خوشيءَ سان اهڙي "قومي ڪم" جي اڌ ڪلاڪ يا ان کان بہ گهٽ ڪم واري فرمان جي بدلي ۾ پنهنجي سڄي ڪلاڪ جي خاص ڪم پيش ڪرڻ لاءِ هميشه تيار ۽ آماده رهي ٿو.

۱۶۲. اجرت جي مقرريءَ جي اها غير يقيني صورت ۽ ان سان گڏ پيسن جي صورت ۾ ڪاريگريءَ يا قابليت*

* "ڪاريگري يا قابليت" مان منهنجي مراد جسماني پورهئي تي آزمودي، ذهن ۽ جذبي يا ولولي جي گڏيل طاقت جو عمل ۽ اثر آهي: 'ولولي' مَ وري اخلاقي احساسات جو سمورو زور ۽ اثر اچي وڃن ٿا - رواجي مهب ۽ دل جي ڪوملتا وارين صفتن کان وني، جيڪي هنرمند جي هٿ کي پائداري ۽ سونهن بخشين ٿيون يا هڪڙي هنرمند کي سواءِ تَڪَ جي ۽ چڱيءَ طرح ٻئي هنرمند کان ٻيٽي ڪم ڪرڻ ۾ مدد ڪن ٿيون، ويندي سياءَ جي انهن خصوصيتن تائين، جن سان علم جي حاصلات ۽ ترقي ممڪن ٿئي ٿي — (حسد ۽ بغض سبب علمي پيشقدميءَ ۾ جيڪا رڪاوٽ آئي آهي، تنهن هن صديءَ (ڏسو صفحو ۱۳۱)

جي بها ڪٿڻ جي دشواري- اِهي ٻہ ڳالهيون واقعي ڪنهن پورهئي لاءِ چالو نائي جي صورت ۾ مناسب ( يا تقريباً

---

جي سماج کي هيبتناڪ نقصانَ رسايا آهن)-۽ پڻ اهو تخيل ۽ آهي امنگ، جي بيان تہ نتا ٿي سگهن پر فن جي سمورن قدرن جا عظيم سرچشما آهن.

هيءَ سچ پچ هڪ عجيب ڳالھ آهي، جو اقتصاديات جي ماهرن کي اڄ ڏينهن تائين پنهنجي علمي تخمينن ۾ اخلاقيات جو عنصر تہ نہ، پر رڳو جذبات ۽ ولولي جو لازمي عنصر بہ نظر نہ چڙهيو آهي. آءٌ ان ڳالھ جو تصور ئي نتو ڪري سگهان تہ ڪهڙي نموني سان اها ڳالھ ممڪن هئي تہ مسٽر ميل (Mr: Mill...) کي ايترو صحيح نشان يا پتو تہ هٿ آيو، جو لکي ٿو تہ "چڙي خيال جهي اهميت جيي حد-رڳو پيداوار ۽ مادي نقطي نگاہ کان بہ-پوريءَ ريت ڪڍهن ڪٿي ڪانہ ٿي سگهجي"، پر ان سان گڏ هيءَ ڳالھ هن جي ويچار ۾ ئي ڪانہ آئي، تہ 'چڙي خيال' سان "چڙا احساس" منطقي طور ڳنڍيل آهن ۽ آنهن جي اهميت جي حد بہ مقرر ڪري ڪانہ ٿي سگهجي. وڌيڪ تعجب جي ڳالھ آهي تہ هُن پورهئي جي جيڪا پهريائين وصف ڏني آهي، آن ۾ آهي سڀ "ناموافق يا ناگوار قسم جا احساسات شامل ڪيا اٿس، جي خيالن کي ڪنهن خاص ڏندي ۾ يا خاص مشغوليءَ ۾ مصروف رکڻ سان واسطو رکن ٿا." سو تہ برابر، پر "موافق ۽ خوشگوار قسم جا احساسات" پڻ چو نہ؟ اها ڳالھ سمجهڻ کان ٻاهر آهي تہ اهي احساسات، جي پورهئي

(ڏسو صفحو ١٣٢)

مناسب) اجرت جي تعين ۾ ڪافي رڪاوٽون ثابت ٿين ٿيون. پر اهي رڪاوٽون ڏي وٺ يا مٽا سٽا جي اصول کي ريٽين يا ڪمزور ڪونہ ٿيون ڪن.

ڪنهن ڪم جي قيمت سولائيءَ سان معلوم نہ بہ ٿي سگهندي هجي، پر آن جي قيمت بهرحال آهي-

---

تي پابندي ۽ روڪ وجهن ٿا، سي انهن احساسات کان وڌيڪ پورهئي جو لازمي حصو آهن، جيڪي پورهئي ۾ اضافو آڻين يا ان کي تيز ڪن ٿا. پورهيت کي پهرين احساسات جي قيمت نرد ۽ پيڙا جي صورت ۾ ادا ڪرڻي ٿي پوي ۽ ٻئي قسم جي احساسات جي طاقت جي ادائگيءَ ۽ استعمال ۾ هن کي فقط پهرئين قسم جي احساسات جو معاوضو ڏنو وڃي ٿو، پر ٻئي قسم جا احساسات بہ ڪم جي مٽا سٽا جي قيمت جو حصو پيدا ڪن ٿا ۽ ان جي حقيقي مقدار ۾ پڻ اضافو آڻين ٿا.

"فرٽز (Fritz,...) اسان سان شامل آهي. هو پنجاهہ هزار ماڻهن جي پٺ رکي ٿو." واقعي اهو مادي طاقت ۾ هڪ نمايان اضافو ٿيو. پر ياد رکڻ جي قابل ڳالهہ هيءَ آهي تہ اهو اضافو فرٽز جي دماغ ۾ جيڪي وهي واپري ٿو ان تي ايترو مدار ٿو رکي جيترو هن جي لشڪر جي دلين ۾ جيڪي وهي واپري ٿو تنهن تي ٿو رکي." چڱي خيال جي اهميت جي ڪا حد ٿي مقرر نہ ٿي ڪري سگهجي." شايد نہ! پر تنهن کان بہ وڌيڪ، سمجهو تہ هيءُ "چڱو خيال" ڪنهن ڏينهن اهڙي هڪ قيمتي وٿ تسليم ٿي وڃي ٿو، جو ان جي پيداوار بذات خود هڪ پسنديده چيز بنجي ٿي پوي، ۽ ٻي سموري مادي پيداوار صرف انهيءَ هڪ ٿي ٻي مثل ۽ اسلهہ، غير مادي چيز جي حاصلات لاءِ عمل ۾ ايندي ٿي رهي؟

بلڪل آهڙي ئي مقرر ٿيل ۽ يقيني، جيئن ڪنهن جسم جو مخصوص وزن، پوءِ اهو وزن سردست سولائيءَ سان معلوم ڪٿي نہ بہ ٿي سگهندو هجي، ڇاڪاڻ جو ان مهل اهو جسم ٻين جسمن سان خلط ملط ٿي ويل هجي. ۽ نہ ئي وري آخري طور ان قيمت جو اندازو لڳائڻ ايڏو ڪو مشڪل يا گمان آلود ڪم آهي، جيڏو عاميانہ سياسي اقتصاديات جي معمولي 'وڌ ۾ وڌ ۽ گهٽ ۾ گهٽ' انگن اکرن جي مقرر ڪرڻ جو ڪم.

١٦٣. اهڙو ڪو سودو آهي ئي ڪونہ، جنهن ۾ خريدار کي انهيءَ ڳالهہ جي پوري خاطري ٿي سگهي تہ وڪڻندڙ جنهن رقم ۾ ڪيس شيءِ ڏني تنهن کان گهٽ رقم ۾ بہ ڪيس هو اها شيءِ وڪڻي سگهيو ٿي، يا وڪڻندڙ کي پورو اطمينان ٿي سگهي تہ خريدار جنهن رقم ۾ کانئس شيءِ ورتي ان کان وڌيڪ رقم ۾ بہ کانئس اها شيءِ هو خريد ڪري سگهيو ٿي يا نہ. جيتوڻيڪ هن قسم جي پوري خبر رکڻ ڪنهن لاءِ ناممڪن آهي، تڏهن بہ هو ٻئي هڪٻئي جي وڌ ۾ وڌ دل آزاري ڪرڻ ۽ هڪٻئي کي وڌ ۾ وڌ نقصان رسائڻ کان پاڻ کي روڪي ئي نٿا سگهن، ۽ نہ ئي وري هو هن ڳالهہ کي هڪ سائنسي اصول طور قبول ڪرڻ کان باز رهي ٿا سگهن تہ منجهانئن هڪڙي کي وڌ ۾ وڌ ممڪن رقم ۾ شيءِ وڪڻي آهي ۽ ٻئي کي گهٽ ۾

گهٽ ممڪن رقم ۾ شيءِ وڪڻي آهي، توڙي جو سچي پچي وڌ ۾ وڌ رقم يا سچي پچي گهٽ ۾ گهٽ رقم ڪهڙي ٿي سگهي ٿي، تنهن جو پنهي مان ڪنهن کي به علم ڪونهي.

۱٦۴. آنهيءَ سا ڳڻي نموني، هڪ منصف مزاج ماڻهو پنهنجي لاءِ هيءَ هڪ علمي اصول ڪري وٺي ٿو ته هن کي واجبي ۽ منصفانه قيمت ادا ڪرڻي آهي، ۽ جيتوڻيڪ ان قيمت جون صحيح حدون هو معلوم نٿو ڪري سگهي، تڏهن به هو ڪوشش ڪري انهن جي لڳ ڀڳ قيمت ادا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. عملي طور، منصفانه قيمت جو اهڙو معقول تخمينو يا اندازو لڳائڻ هن لاءِ عين ممڪن پڻ آهي. علمي طور پڻ اها ڳالهه معلوم ڪرڻ وڌيڪ آسان آهي ته هڪ ماڻهوءَ کي سنڌس ڪم لاءِ ڇا ڏيڻ گهرجي، بنسبت انهيءَ جي جو معلوم ڪجي ته سندس ضرورتون ڪيس ڇا وٺڻ تي مجبور ڪنديون. سندس ضرورتن متعلق رڳو آنومان ۽ اندازا ئي لڳائي سگهجن ٿا، پر سندس حق ڇا آهي، سو ڳالهين جي ڇنڊڇاڻ سان ڪافي حد تائين معلوم ٿي سگهي ٿو. پهرينءَ حالت ۾ توهان کي هڪڙي پريشان دماغ يا موڳي اسڪولي ڇوڪري وانگر ڏکي جو جواب ڪٿي بار بار حساب سان لڳائي ڏسڻو ٿو پوي ته صحيح آهي يا نه ۽ اها ڪوشش ايستائين جاري رکو ٿا جيستائين توهان کي حساب جو صحيح جواب ملي، ۽ ٻيءَ حالت ۾ توهان سڌيءَ سڌي ڳڻ ڳوت

ڪري، حسابي حساب سان، ڪن حدن اندر پنهنجا صحيح نتيجا يا جواب حاصل ڪري سگهو ٿا.

١٦٥. هاڻي، سمجهو ته ڪنهن پورهئي جي خاص مقدار جي واجبي اجرت معلوم ٿي چڪي آهي، - ته پوءِ اچو ته ڏسون آن لاءِ جيڪڏهن واجبي يا غير واجبي اجرت ادا ڪئي وڃي، ته ان مان ڪهڙا اوائلي نتيجا نڪرندا، خاص طرح تڏهن جڏهن صورتحال پورهئي جي خريدار يا مزدوري ڏيندڙ شخص لاءِ فائديمند هجي- يعني تڏهن جڏهن ڪم ڪرڻ لاءِ ٻه ماڻهو تيار هجن ۽ مزدوري ڏيندڙ صرف هڪڙو شخص موجود هجي.

١٦٦. بي انصاف خريدارُ پنهي کي مجبور ڪري هڪٻئي جي خلاف تيستائين واڪ ڏياريندو رهندو، جيستائين هو پنهنجي طلب کي گهٽائي گهٽائي، ٻنهي پَٽ نه آڻي ڇڏين. هاڻي، فرض ڪري وٺو ته منجهانئن گهٽ ۾ گهٽ واڪ ڏيندڙ مزدور اهو ڪم ان جي واجبي قيمت کان ٻنهي اڌ قيمت تي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو.

١٦٧. مزدوري ڏيندڙ شخص پوءِ انهي مزدور کي ملازمت ۾ رکي ٿو، ۽ ٻئي مزدور کي جواب ڏيئي، موٽائي ٿو ڇڏي. جنهن جو پهريون يا ڪُلِيل نتيجو هي ٿو نڪري ته انهن ٻنهي مان هڪُ بي روزگار رهي ٿو، يا ٻک ۾ پاهه تيئي لاءِ مجبور ٿئي ٿو، - بلڪل اهڙيءَ

طرح جهڙيءَ طرح هوائين ني بيروزگار رهڻ ۽ بک ۾ پاهه ٿيڻ لاءِ مجبور رهي ها، جيڪڏهن انصاف کان ڪم وٺي، واجبي اجرت ادا ڪري، ان ڪم لاءِ انهن پنهي مزدورن مان جيڪو بهتر مزدور هجي ها، تنهن کي ان ڪم تي مقرر ڪيو وڃي ها. جي ليڪن سنهنجي پهرئين مقالي ۾ پيش ڪيل مثئين نظريي کي باطل ٺهرائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، تن انهيءَ نڪتي ڏانهن توجهه ني ڪونه ڏنو آهي، ۽ ڪٿي گهڻي پڏي اٿن ته بيانصاف مزدوري ڏيندڙ شخص جڏهن پنهي مزدورن کي پاڻ وٽ ملازمت ۾ رکي ٿو. حقيقت هيءَ آهي ته پنهي مزدورن کي پنهنجي ملازمت ۾ نه واجبي اجرت ادا ڪندڙ شخص رکي ٿو، نه بيواجبي اجرت ادا ڪندڙ شخص ني ٿو رکي. پنهي حالتن ۾ (شروعاتي) فرق فقط هيءُ ٿو رهي ته منصف مزاج شخص هڪڙي مزدور کي ملازمت ۾ رکي، ان کي واجبي ۽ مناسب اجرت ڏئي ٿو، ۽ بيانصاف شخص آن کي بلڪل ناڪافي ۽ غيرواجبي اجرت ادا ٿو ڪري.

١٦٨. آءٌ چوان ٿو ته پنهي حالتن ۾ "شروعاتي" فرق اهو آهي، ڇاڪاڻ ته اهو شروعاتي يا ظاهري فرق ڪوسندن اصلي فرق ڪونهي. غيرمنصفانه طريقي جي استعمال سبب ڪم جهي واجبي قيمت جهي اڌ جيتري رقم مزدوري ڏيندڙ شخص وٽ باقي رهي ٿي. ان باقي رهيل رقم مان هُو ڪنهن ٻئي ڪم لاءِ ماڻهوءَ کي بيواجبي اجرت تي هڪڙي ٻئي ماڻهوءَ کي پاڻ وٽ

ملازم رکي سگهي ٿو، جنهن جو آخري نتيجو اهو ٿو نڪري، جو وٽس به ماڻهو اڌ قيمت تي ملازمت ۾ لڳي وڃن ٿا، ۽ ان جي بدران ٻه ماڻهو اهوئي ملازمت کان خارج رهجي ٿا وڃن.

۱٦۹. منصفاڻي طريقي جي استعمال سان پهرئين ڪم جي سڄي قيمت انهيءَ ماڻهوءَ کي ملي وڃي ٿي، جيڪو آهو ڪم ڪري ٿو. ملازمت ڏيندڙ شخص وٽ آن مان باقي رقم ڪانه ٿي رهي، تنهنڪري هو ٻيو ماڻهو ٻئي ڪم واسطي پاڻ وٽ نٿو رکي سگهي. پر جيتري هن جي ملازمت ڏيڻ جي طاقت گهٽجي ٿي، اوتري وٽس بيڪار ملازم جي اها طاقت وڌي ٿي، ڇاڪاڻ جو جيڪا وڌيڪ اڌ قيمت هن کي دستياب ٿي، تنهن سان هو پاڻ وري ڪنهن ٻئي کي پنهنجي ملازمت ۾ رکي سگهي ٿو. ٿوريءَ گهڙيءَ لاءِ، هتي آءٌ گهٽ ۾ گهٽ فائدي واري صورتحال فرض ڪري ٿو وٺان- جيتوڻيڪ آها عين ممڪن صورتحال پڻ آهي- ته آهو ملازمُ، اگرچه سائنس منصفاڻي روش اختيار ڪئي ويئي، پاڻ وٽ ملازم بيهارڻ لاءِ ٻئي سان آهائي ساڳي غير منصفاڻي روش اختيار ڪري ٿو، ۽ جي سندس اختيار ۾ آهي ته آن کي اڌ قيمت ۾ ئي پاڻ وٽ ڪم تي لڳائي ٿو.

۱۷۰. هين جو آخرين نتيجو هي وڃي بيهندو ته هڪڙو ماڻهو هڪڙي مالڪ وٽ پوريءَ قيمت تي ملازمت ۾ لڳل رهندو، ۽ هڪڙو ماڻهو وري خود

ان ملازم وٽ اڌ قيمت تي وڃي ڪم تي چڙهندو، ۽ ۾ چٽا اهوئي، پهرين حالت وانگر، ملازمت کان خارج رهندا. اهي ٻه ماڻهو، جيئن مون اڳي چيو آهي، ٻنهي حالتن ۾ ملازمت کان ٻاهرئي رهندا. منصفانه ۽ غيرمنصفانه طريقن جي وچ ۾ جو فرق آهي سو ملازمت ۾ لڳل ماڻهن جي تعداد جو فرق نه آهي، پر ڪين جا اجرت سلي ٿي، ان جو، ۽ آها اجرت ڪين ڪير شخص ڏين ٿا، انهن جو فرق آهي. ٻنهي حالتن ۾ جو لازمي فرق پڙهندڙ جي سامهون آڻي صاف طرح آڻڻ گهران ٿو، سو هي ته آهي ته غيرمنصفانه صورتحال ۾ ٻه ماڻهو هڪ ئي شخص وٽ، يعني پهرئين ئي مالڪ وٽ، ملازم بيهن ٿا. هيڏانهن منصفانه صورتحال ۾، هڪڙو ڪمي پهرئين مالڪ وٽ ڪمائي ٿو، ٻيو وري خود ان ڪميءَ وٽ ڪمائي ٿو، ۽ اهڙيءَ طرح ملازمت جي مختلف درجن پٺاندر هيٺيرو يا مٿيرو اهوئي ساڳيو نمونو رهي ٿو، انصاف ان سلسلي کي اڳتي ٿو نيئي، ۽ بي انصافي ان جي خاتمي جو سبب ٿي بڻجي.

١٧١. هن معاملي ۾ انصاف جو دائمي ۽ عالمگير عمل هيءُ ٿو رهي ته گهڻن ماڻهن مٿان دولت جي طاقت جيڪا هڪڙي ماڻهوءَ جي هٿ ۾ اچيو ٿي وڃي، تنهن کي گهٽايو وڃي، ۽ ان کي هڪ کان ٻئي، ٻئي کان ٽئين ... اهڙيءَ طرح مختلف ماڻهن ۾ تقسيم ڪيو وڃي. دولت جي اصلي ۽ مجموعي طاقت

پنهي حالتن ۾ ساڳي ٿي رهي، پر غير منصفانہ حالت ۾ آها هڪ ئي ماڻهوءَ جي هٿ ۾ رهي ٿي، جنهن سبب هو ساڳئي وقت ۾ پوري زور سان پنهنجي اردگرد وارن سيني ماڻهن جي پورهئي تي قبضو ڄمائي ٿو ويهي، منصفانہ صورتحال ۾ هُن کي فقط پنهنجي قريب ترين ماڻهوءَ يا ماڻهن سان اهڙيءَ نسبت جو موقعو ميسر رهي ٿو، جن جي معرفت، نسبتاً گهٽ شدت سان دولت جي آها طاقت هڪڙن وٽان ٻين تائين منتقل ٿيندي رهي ٿي، تان جو ٿيندي ٿيندي، نيٺ اها گهٽجي گهٽجي، مرڪوئي ختم ٿي وڃي ٿي.

١٧٢. مطلب تہ انصاف جي هن عمل جو فوري نتيجو هن سلسلي ۾ هيءُ ٿو نڪري تہ دولت جي طاقت عيش عشرت جي حاصل ڪرڻ لاءِ توڙي عام خلق تي پنهنجي اثر رسوخ قائم ڪرڻ جي ذريعي طور، گهٽجي ٿي وڃي. هڪڙو مالڪ نہ ايترن بيشمار ماڻهن جو پورهيو پنهنجن ذاتي ڪمن ڪارين ۾ سفادن لاءِ مخصوص ڪري سگهي ٿو، ۽ نہ انهن جي ذهن ۽ راءِ کي ئي ان حالت ۾ پنهنجي مرضيءَ جو مطيع ڪري ٿو سگهي.

١٧٣. پر انصاف جي عمل جو ثانوي اثر ۽ نتيجو ڪو هن کان گهٽ اهم نہ آهي. جڏهن اڻپوريءَ اجرت تي گهڻا ماڻهو هڪڙي مالڪ وٽ ڪم ڪرڻ تي مجبور ٿين ٿا، تڏهن سنجهائن سيني جي سامهون پاڻان مٿانهين درجي تي رسڻ ۽ ترقي ڪرڻ جا

دروازا تقريباً بند ٿي وڃن ٿا. هن قسم جي واڌاري ۽ ترقيءَ جي آڏو رڪاوٽون پيدا ڪرڻ هين سرشتي جي گويا لازمي صفت آهي، برعڪس ان جي، جڏهن پوري ۽ منصفانہ آجرت مڙان ڪان وٺي هيٺ تائين درجيوار* هرهڪ ملازم کي ملي ٿي، تڏهن ان جي

* افسوس [redacted] بر کن ليڪن جي بي معنيٰ نڪتہچينين کي، هيٺن ترتڪز ۾ جواب ڏيندي بہ، مون کي هيئن وقت وڃائڻو پوي ٿو، جن سنهنجي پهرئين مقالي ۾ پيش ڪيل "منظم محنت" وارن مثالن کي منجهائڻ جي ويهي ڪوشش ڪئي آهي ۽ انهن ۾ محنت جي قسمن، درجن ۽ مقدارن کي ان جي وصفن سان خواه مخواه ويهي ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. مون اثين ڪڏهن بہ ڪونہ چيو تہ هڪ ڪرنل کي ايترو پگهار ملڻ گهرجي جيترو ڪنهن عام سپاهيءَ کي، نڪي هڪ وڏي پادريءَ کي ايترو پگهار ملڻ گهرجي جيترو سندس نائب پادريءَ کي. مون اثين بہ ڪڏهن ڪونہ چيو تہ گهٽي ڪم جو اجورو ان کان گهٽ ڪم جي اجوري جي برابر هئڻ گهرجي (جو ٻن هزار جماعتين جي پادريءَ کي پنج سو جماعتين واري پادريءَ کان وڌيڪ تنخواه نہ ملي). پر مون فقط هيءَ چيو تہ جيڪڏهن اوهين خراب ڪميءَ کي پاڻ وٽ بيهاريو ٿا، تہ پوءِ هن جي آجرت سٺي ڪميءَ کان گهٽ نہ هئڻ گهرجي؛ جيئن هونئن بہ هڪ خراب پادري پنهنجي مقرر

(ڏسو صفحو ۱۴۱)

زير اثر هرڪنهن زيردست کي پاڻان مٿين درجي تي رسڻ جا سڀ موقعا ۽ سهوليتون ميسر رهن ٿيون،

ادائگي، هڪ خراب ڊاڪٽر پنهنجي مقرر في ۽ هڪ خراب وڪيل پنهنجي مقرر رقم اوهان کان هرصورت ۾ وصول ڪندائي ٿا رهن. ۽ هيءَ مون انهيءَ ڪري چيو، ۽ چوان ٿو، ۽ آخر ۾ اهو آءٌ ثابت پڻ ڪري سگهندس، جو هڪ ته سٺو ڪم ڀيسن جي ڪري نه ڪڏهن ٿيو آهي نه ڪڏهن ٿيڻوئي آهي؛ ۽ ٻيو ته جڏهن ماڻهو ڏسندا ته ڪين خراب ڪميءَ توڙي سٺي ڪميءَ کي هڪجيتري ئي اجرت ڏيڻي آهي، تڏهن هڪدم هو ٻنهي جي وچ ۾ تفاوت ڏسندا ۽ خراب ڪميءَ کي پاڻ وٽ ڪين ٻيهاريندا. هڪڙو عقلمند ليکڪ ”سڪاٽسمن“ اخبار ۾ مون کان پڇي ٿو ته ڇا، اهو آءٌ پسند ڪندس ته ”ميشرس سمٿ اينڊ ڪمپنيءَ“ (٧١) وارا پنهنجي هڪ رواجي لکڻيداس کي به ايترو اجورو ڏين، جيترو هو پنهنجن مقبول عام اديبن کي ڏين ٿا!“ هائو، جيڪڏهن هو ان کي پاڻ وٽ رکن ٿا ته آءٌ اهوئي چاهيندس- پر آءٌ ڪين سفارش ڪندس ته هو آن غريب لکڻيداس کي، پنهنجي توڙي خود هُن جي ڀلائيءَ خاطر، پاڻ وٽ ملازمت ۾ نه رکن. جيڪي پئسا ملڪ ۾ اڄ اهڙن لکڻيداسن تي خرچ ٿي رهيا آهن، آهي پنهنجي حاصلات پٽاندر هوئڻ به ڪي ايترا مفيد خرچ ڪونه ٿا ٿين؛ خود هيءُ انتهائي عقلمند آدمي، جنهن جي آڏو اهو سوال ايري آيو، سو انهيءَ سوال جي سوچڻ ۽ ڇاپڻ بدران شايد ڪنهن ٻئي بهتر ۽ مفيد ڪم لاءِ ئي لائق هو.

جن کي هو جيئن چاهي تيئن استعمال ڪري سگهي ٿو، ۽ اهڙيءَ طرح نه رڳو خود دولت جي فوري طاقت گهٽجي ٿي، پر غربت جون بدترين ڪمزوريون ۽ حد بنديون پڻ ختم ٿي وڃن ٿيون.

١٧٤. هيءُ هڪ نهايت اهم مسئلو آهي، جنهن تي مزدور جي ساريءَ قسمت جو دارو مدار آهي. ڪيترائي نندا نندا سوال پيا آڏي سگهن ٿا، جيڪي ائين معلوم ٿيندو ڄڻ هن بنيادي مسئلي کي ريٽي ٿا ڇڏين، پر درحقيقت آهي مڙيئي ان جي تحت اچي ٿا وڃن. مثال طور هيٺئين طبقي وارا ماڻهو جڏهن ڏسن ٿا ته کين پنهنجي ڪمائيءَ مان ظاهريءَ طرح ڪافي حصو (منهنجي اندازي مطابق پنجٽيهه يا چاليهه سيڪڙو (٪٢))، محصول طور جو درحقيقت نالي ماتر ئي آهي، ڏيڻو پوي ٿو، تڏهن سندن دلين ۾ ڪافي اضطراب پيدا ٿئي ٿو. ۽ ڏسڻ ۾ اهو واقعي افسوسناڪ پڻ آهي، پر حقيقت هيءَ آهي ته اهو محصول مزدور پاڻ ڪونه ٿو ادا ڪري، پر سندس مالڪ کي ئي ادا ڪرڻو ٿو پوي. جيڪڏهن اهو مزدور کي ائين ڏيڻو نه پوي ها، ته سندس اجرت اوتريقدر گهٽ هجي ها؛ ڇاڪاڻ ته پيٽيءَ ۾ سندس اجرت پوءِ به گهٽجيي، اوتريءَ حد تائين وڃي بيهندي، جتي هن جو محض گذارو ممڪن هوندو.

١٧٥. ساڳيءَ طرح هيٺئين طبقي وارن ماڻهن ائين

سمجهي ”اناج جي قانونن“* جي منسوخ ٿيڻ لاءِ هلچل هلائي ته جيڪڏهن روٽي سستي هوندي ته سندن زندگي زياده آسان نموني ۾ گذري سگهندي. ڪين

*”چوٽ واپار- يا آزاد تجارت“ جي موضوع تي پيزلي (Paisley) کان مون وٽ هڪ نهايت دلچسپ تحرير پهتل آهي، جنهن لاءِ آءٌ سندس ٿورائتو آهيان (-”شهر جي هڪ خيرخواه“ وٽان هڪڙو ننڍو خط پهتو اٿم، جنهن لاءِ هن جو پڻ شڪرگذار آهيان). پر مون کي ڏپ آهي ته اِسڪاٽلنڊ جي هين مهربان ليکڪ کي هيءَ ڳالهه ٻڌي ڪجهه ناموافق حيرت ٿيندي ته آءٌ پاڻ نه فقط هاڻي، پر هميشه کان، ”آزاد تجارت“ جو انتهائي بي ڌڙڪ ۽ سواءِ ڪنهن شرط شروط جي سخت حمايتي رهيو آهيان. ست سال اڳ، يورپ جي ”ذهني پالڪپٽي“ جو ذڪر ڪندي (’استونس آف وينس،‘ جلد ٽيون، صفحو ١٦٨)، مون لکيو هو ته ”تجارت جا اوائلي ۽ ابتدائي اصول انگريزي پارليامينٽ محض ڪجهه مهينا اڳي پنهنجن ’آزاد تجارت‘ وارن فيصلن جي صورت ۾ تسليم ڪيا آهن، ۽ لڪين ماڻهو اجا انهن کي پورو سمجهي به نه سگهيا آهن — ايتريقدر جو ڪنهن به قوم کي بحري محصول جي آفيسن کي بند ڪرڻ جي اجا جرئت ٿي ڪانه تي ٿئي.“

هن مان معلوم ٿيندو ته آءٌ رڳو ”بدل سدل“ واري خيال کي به قبولڻ لاءِ تيار نه آهيان. پل ته پيون قومون جيڪڏهن چاهين ته پنهنجا (ڏسو صفحو ١۴۴)

اِها ڳالهه ڪڏهن به ويچار ۾ نه آئي ته جيڪڏهن روٽي مستقل طرح سستي ٿي پوندي، ته سندس اُجرت به آخر انهيءَ ئي حد تائين گهٽجي ويندي؛ "اناج جا قانون"، جي منسوخ ڪيا ويا، سي بلڪل صحيح

---

بند رڳا هه بند رکن؛ هرڪا عقلمند قوم انهن کي ڪلهيل ئي رکندي. انهيءَ مان ڪو نقصان ڪونه ٿو ٿئي ته بند رکوليا وڃن، پر خاص طرح نقصان انهيءَ ڳالهه مان پيدا ٿئي ٿو ته اوچتو ۽ بي خياليءَ سان ۽ محض غير معقول تجرباتي طريقي سان انهن کي کوليو وڃي. جيڪڏهن توهان ڪنهن ڪارخانيدار کي ڪافي عرصي کان تجارتي حفاظت ڏيندا بچائيندا آيا آهيو، ته توهان جي لاءِ اها ڳالهه واقعي ضروري آهي ته توهان هڪڙيءَ گهڙيءَ ۾ اها سرپرستي کانئس واپس نه وٺو، جو ائين ڪرڻ سان گويا آن ڪارخاني جي هر هڪ ملازم کي هڪدم ملازمت کان خارج ڪري ٿا ڇڏيو. جيڪڏهن توهان ڪنهن ڪارخانيدار جي ڪنهن ڌنڌي عرصي کان مدد ۽ حفاظت ڪندا آيا آهيو، ته پوءِ توهان کي اها حفاظت اوچتو هڪ ڏينهن کسي وٺڻ نه گهرجي، جو آن جو نتيجو اهو ٿيندو، جو آن جا سڀ ملازم هڪ ئي وقت بيڪار ۽ بي روزگار ٿي ويندا، ۽ اهو عمل اهڙو ئي خراب ٿيندو جهڙو هڪ ڪمزور بيمار جي بدن تان ٿڌ جي موسم ۾ ڪپڙا يڪدم لاهي وٺجن، توڙي جو اهو اوچتو آن ضعيف بيمار لاءِ ايذاءُ رسائيندڙ ثابت به ٿيندو هجي. تنهنڪري لازمي آهي

(ڏسو صفحو ١٤٥)

طور منسوخ ڪيا ويا؛ پر آهو انهيءَ ڪري نہ تہ ڪو انهن سڌيءَ طرح غريبن کي پيڙيو ٿي، پر ڇاڪاڻ تہ انهن کين اڻ سڌيءَ طرح تباھ ٿي ڪيو، جنهنڪري سندن محنت جو وڏو حصو بيڪار ۽ بيسود ضايع ٿيي ٿي ويو.

---

تہ اهڙي ڪمزور پارچا رفتي رفتي ڪپڙا لاهجن ۽ آهستگيءَ سان هوا جو منهن ڏيکارجيس. اڪثر ماڻهن جي دلين ۾ "آزاد تجارت" متعلق اهو عجيب مونجهارو پيدا ٿيل آهي تہ ان جي تہ ۾ وسيع پيماني تي ڇتاپيتيءَ جو خيال سمايل آهي؛ پر "آزاد تجارت" تہ پاڻ هر ڇتاپيتيءَ جو هميشه لاءِ خاتمو آڻي ٿي ڇڏي. دراصل "حفاظت" جو ئي مطلب آهي تہ هڪڙو ملڪ ٻئي ملڪ سان هرشيءِ جي پيداوار ۾ نقصان جي حد تائين ڇتاپيتي ڪندو رهي. جيڪڏهن تجارت آزاد هوندي، تہ ڪنهن بہ ملڪ جو اهڙين شين جي پيداوار ۾ مقابلو ڪري ڪين سگهبو، جن جي پيدا ڪرڻ لاءِ اهو ملڪ واقعي لائق ۽ قابل هوندو. مثال طور تسڪني (Tuscany) رڪ جي پيداوار ۾ انگلنڊ سان مقابلو ڪري نٿو سگهي ۽ نہ وري انگلنڊ تسڪنيءَ سان تيل جي پيداوار ۾. نتيجي طور ٻنهي کي رڪ ۽ تيل جي مناسبتا ڪرڻي پوندي، ۽ اها مناسبتا اهڙي ڪليل ۽ آزاد ٿي سگهي ٿي، جيترو تجارتي ايمانداري ۽ سٺايون بحري هوائون ان کي ممڪن بنائي سگهن. "آزاد تجارت" جي ميدان

(ڏسو صفحو ١٤٦)

١٧٦. ساڳيءَ طرح غير ضروري محصول سرمايي جي تباهيءَ ذريعي غريبن کي نقصان ٿو رسائي، پر غريبن جي تقدير جو دارومدار دراصل ۽ خاص طرح حقي آجرت جي سوال تي آهي. سندن دک ۽ پريشاني (سندن آرسَ، ننڍين ننڍين غلطين ۽ گناهن جي باوجود) وسيع پيماني تي محض ٻن طاقتن - چٽاڀيٽيءَ ۽ ظلم - جي باهمي عمل ۽ رد عمل جو نتيجو آهي.

١٧٧. دنيا ۾، نه اڄ نه هن کان پوءِ ڪنهن طويل عرصي تائين ٿي، آدمشماريءَ جي حد کان زياده وڌي وڃڻ جو ڪو امڪان يا ڊپ موجود آهي، پر مقامي طور زائد آدمشماريءَ يا زياده واضح لفظن ۾، ڪنهن حد تائين زائد آدمشماريءَ جو رونما ٿيڻ عين ممڪن آهي - اهڙيءَ طرح جو ان لاءِ جوڳو انتظام ۽ اهتمام، سرِدست موجود هوندڙ حالتن ۾ دوراندیشيءَ ۽ گهربل وسائل جي ڪوتاهيءَ ۽ عدم موجودگيءَ سبب، مشڪل بنجي پوي - پر هن قسم جي محدود زائد آدمشماريءَ جو مسئلو پڻ لازمي طرح متي بيان ڪيل مقابلي ۽ چٽاڀيٽيءَ جي ٿي دٻاءَ جي اثر ۽ نتيجي طور

۾ اچڻ سان، شروع شروع ۾ چٽاڀيٽي بي ڌڙڪ ۽ تيز رفتاريءَ سان نمودار ٿئي ٿي، انهيءَ لاءِ ته اها ڳالهه ثابت ٿئي ته ٻنهي چٽاڀيٽي ڪندڙ ملڪن مان ممڪن صنعتڪارين ۾ ڪير طاقتور ۾ طاقتور آهي. جڏهن انهيءَ ڳالهه جي صفائي ٿئي ٿي، ته پوءِ چٽاڀيٽي ازخود ختم ٿيو وڃي.

طاھر ٿي سگھي ٿو، ۽ انھيءَ ٿي چمڪنيءَ جي آڙ ۾ محنت ۽ پورھئي جا خريدار پورھيتن جو پورھيو سستي ڪان سستيءَ آجرت تي خريد ڪري، انھن توڙي خود پنھنجي لاءِ انتھائي حد تائين دک ۽ عذاب جو سبب بنجن ٿا، چاڪاڻ ته ھين حالت ۾ (جيئن آءٌ سمجھان ٿو ته ھيءَ ھر قسم جي غلاميءَ جي حالت ۾)، ظالم آخرين طرح مظلوم ڪان زياده ئي تڪليف ۽ اذيت پوڳي ٿو، ۽ ھن سلسلي ۾ پوپ (Pope) جو آھو بي مثل شعر پنھنجي ڪمال زور ۽ تاثر ھوندي به حقيقت جي اصل تائين شايد ئي پھچي سگھندو ھجي—

”پر، ھي ويچارا زرپرست—ھنن ۾ ڪجھه انصاف لھڻو، ھنن جي دلين ۾ پنھنجن پاڙيسرين ۽ خود پنھنجي پاڻ لاءِ، نفرت جا ڪورا پيا پرن:

ڪاٽين جي دوزخ ۾ پيل، ھي پيئي ساڳيءَ تقرير جي گرفت ۾ مجبور آھن—

ھو غلام جيڪي ڪاٽيون ڪوئي دولت پاھر ٿا آڻين، ۽ ھي غلام جيڪي آن ڪي موٽائي پاڻ وٽ دفن ڪري ٿا ڇڏين.“

١٧٨. ھن مسئلي ۾ انصاف جي ٻه-طرفائين ۽ جوابي عمل تي، آءٌ ھن ڪان پوءِ ويچار ڪندس (پھريائين ان لاءِ ضروري آھي ته ”قدر“—Value—جي نوعيت جي تشريح ڪئي وڃي)، تنھن ڪان پوءِ انھيءَ ڳالھه تي غور ڪري سگھبو ته ڪھڙين عملي حالتن ھيٺ ھڪ زياده منصفانه نظام قائم ڪري سگھجي ٿو،

۽ ان کان پوءِ پڇاڙيءَ ۾ نئي بيروزگار پورهئن* جي قسمت جو منجهيل سوال بحث هيٺ اچي سگهندو.

* آءٌ خوش ٿيندس جيڪڏهن پڙهندڙ پنهنجي ويچار لاءِ پهريائين هيءَ ڳالهه صاف ڪري ته ڇا مشڪل مسئلو ڪم جي دستيابي آهي يا ڪم لاءِ اجرت جي حاصلات! ڇا سندس نگاهه ۾ 'مشغولي' هڪ اهڙي مهانگي عياشي آهي، جنهن جي هن دنيا ۾ ايڏي ڪا قلت آهي؟ يا مسئلي جي نوعيت بنهه هيءَ آهي ته انتهائي وڏندڙ مشغوليءَ جي موجود هوندي به انسان کي بهرحال گذرمعاش نٿي گهرجي ته، ۽ اهو گذرمعاش ٿي آهي، جو هن کي مداسي طور ميسر نه آهي؟ اڳتي وڌڻ کان پهريائين، اسان کي انهيءَ ڳالهه ۾ صاف ٿيڻ گهرجي، ڇو ته ڪيترن شخصن جي هيءَ عادت ٿي ويئي آهي، جو سواءِ ڪنهن سوچ ويچار جي چوندا رهن ٿا ته "اڄڪلهه ڪم (روزگار) ملڻ ڏاڍو مشڪل آهي." ڇا اسان کي ڪم جي تلاش آهي، يا ڪم وسيلي گذرمعاش جي؟ ڇا، اسان بيڪاريءَ کي ختم ڪرڻ گهرون ٿا، يا بک کي؟ اسان کي هي ٻئي سوال هڪٻئي پنيان ويچارڻا آهن، ۽ نه گڏو گڏ. انهيءَ ۾ ڪوشش ڪونهي ته ڪم يا پورهيو هڪ عياشي آهي — هڪ تمام وڏي عياشي. تحقيق ڪم ساڳئي وقت عياشي به آهي ۽ ضرورت به. ڪو به ماڻهو انهيءَ کان سواءِ نه ذهني صحتمندي نه جسماني تندرستي قائم رکي سگهي ٿو.

(ڏسو حاشيو صفحو ١٤٩)

پر پڙهندڙ متان اسان جي تفتيش جي متوقع نتيجن کي خيال ۾ آڻي، ڊڄي وڃي ته جيتريقدر آهي دولت جي طاقت تي اثر انداز ٿين ٿا، اوتريقدر آهي کن ڳالهين ۾ اشتراڪيت (٢٧) جي مترادف آهن، تنهنڪري آءٌ چاهيان ٿو ته ان سلسلي ۾ جيڪي هڪ يا ٻه نُڪتا منهنجي خيال ۾ آهن، پهريائين آهي هو پوريءَ طرح سمجهي ۽ پنهنجي ذهن ۾ ويهاري.

٧٩ ، • جي فلسفي اشتراڪيت بري ۽ بحري فوجن ۾ زياده مقبوليت حاصل ڪئي آهي (جتي آجرت منهنجي اصول

---

هن ڳالهه جو مون کي ايترو ته گهرو احساس آهي، جو، نتيجي طور، ڏسي سگهبو، ته هڪڙو مکيه مقصد جنهن لاءِ آءٌ انسان دوست ۽ عملي شخصن کي سفارش ڪرڻ جو ارادو رکان ٿو، سو هيءُ آهي ته هو شاهوڪار ۽ دولتمند شخصن کي آماده ڪن ته جيتريقدر اِها عياشي کين هينئر ميسر آهي، ان کان گهٽي قدر زياده آها حاصل ڪرڻ جي جيڪڏهن هو ڪوشش ڪن، ته هنن لاءِ بهتر آهي. پر بهرحال تجربو شاهد آهي ته هين 'انتهائي صحتمند عيش' ۾ پڻ حد کان زياده وڃي سگهجي ٿو، ۽ انسانن لاءِ جيئن گوشت مقدار کان وڌيڪ کائڻ نقصانڪار ثابت ٿئي ٿو، تيئن هُنن لاءِ حد کان زياده پورهيو پڻ عذاب ثابت ٿي سگهي ٿو: تنهنڪري جيئن هڪ پاسي کن ماڻهن کي هلڪيرو کاڌو ۽ زياده ڪم ڏيڻ مٿن احسان ٿيندو، تيئن ٻئي پاسي ٻين لاءِ وري هيءُ مناسب ٿيندو ته کين هلڪيرو ڪم ۽ زياده کاڌو ميسر ڪري ڏنو وڃي.

مطابق ادا ٿيندي رهي ٿي)، يا ان کي صنعتي مزدورن ۾ وڏيک مقبوليت حاصل ٿي آهي (جتي آجرت جي ادائگي منهنجي مخالفن جي اصولن مطابق ٿيندي ٿي رهي) - ان جو فيصلو ۽ اعلان آءٌ پنهنجن آنهن مخالفن تي ئي ڇڏيان ٿو. سندن فيصلو ڪهڙو به ٿيو، پر آءٌ بهرحال پنهنجي طرفان فقط هي جواب ڏيڻ ضروري ٿو سمجهان، ته آءٌ پنهنجي تصنيفات ۾ جيڪڏهن ڪنهن به هڪ ڳالهه تي پنهنجي سڀني ڳالهين کان زياده زور ڏيندو رهيو آهيان، ته اها هيءَ ئي آهي ته انسانن ۾ مطلق برابريءَ جو رونما ٿيڻ محال بلڪ ناممڪن آهي.

١٨٠. منهن جو لڳاتار مقصد هيءُ پئي رهيو آهي ته آءٌ هيءَ چيز ظاهر ڪندو رهان ته ڪي شخص پنهن کان ۽ ڪڏهن ڪڏهن هڪڙو شخص پنهن سڀني کان برتر ۽ افضل آهي، ۽ مناسب هي آهي ته اهڙن ئي شخصن کي پاڻ کان ڪمتر شخصن جي هدايت ۽ رهبريءَ ۽ ڪن حالتن ۾، انهن تي جبر استعمال ڪري کين پنهنجي تابع بنائڻ لاءِ مقرر ڪيو وڃي. منهنجا سياسي اقتصاديات جا اصول هڪڙي ئي مختصر اصطلاح - "هر جي مٺئي جهلڻ وارا سپاهي ۽ تلوار جي مٺئي جهلڻ وارا سپاهي (٥٧)- ۾ سمايل پئي رهيا آهن، جيڪو مون مئنچيسٽر ۾ ٽي سال اڳ پيش ڪيو هو؛ ۽ انهن سڀني اصولن جو تت مون پنهنجي ڪتاب "جديد مصور" جي پوئين جلد جي هڪڙي ئي جملي ۾ پيش ڪيو هو ته " هر ڳالهه ۾ حڪومت ۽ تعاون ئي زندگيءَ

جا قانون آهن، ۽ ان جي برعڪس نراجيت ۽ مقابليبازي سوٽ جا قانون آهن."

١٨١. ۽ جيتريقدر انهيءَ طريقيءَ ڪار جو تعلق آهي، جنهن سان ملڪيت جي تحفظ تي اثر پئجي سگهي ٿو، آءٌ ان تحفظ کي ٿوري ڪان ٿوري نقصان رسائڻ ڪان پڻ ايترو ته حذر ڪريان ٿو، جو منهنجي هنن مقالن جو سمورو لب لباب هيءُ ٿي ڏسڻ ۾ ايندو ته ان تحفظ جي دائري کي پاڻ زياده وسيع ڪيو وڃي؛ — ۽ جيئن ته ائين گهڻي وقت ڪان سمجهيو ويو آهي ۽ اعلان ڪيو ويو آهي ته غريبن کي دولتمندن جي ملڪيت ني ڪوبه حق ڪونهي، سا ڳيءَ طرح آءٌ چاهيان ٿو ته هيءَ ڳالهه به ايتري ئي چڱيءَ طرح معلوم ٿي وڃي ۽ ان جو به اهڙوئي عام اعلان ڪيو وڃي ته دولتمندن کي به غريبن جي ملڪيت تي ڪو حق ڪونهي.

١٨٢. پر، مون کي هن ڳالهه ڪان برابر انڪار ڪونهي ته جهڪو سرشتو آءٌ قائم ڪرڻ چاهيان ٿو، ان جي عمل ۾ اچڻ ڪري "عياشيءَ جي خاتونءَ" جي حيثيت ۾ دولت ۽ "پورهئي جي آقا" جي حيثيت ۾ سرمايي جي ليکل ۽ اصلوڪيءَ طاقت کي نه پر سندن سڌيءَ ۽ ظاهريءَ طاقت کي اهو سرشتو گهٽن ئي رستن سان بيشڪ گهٽائي ٿو ۽ ڪمزور ٿو ڪري؛ هن ڳالهه جي انڪار بدران، ان جي کليل اقرار ۽ اظهار ۾ آءٌ خوشي محسوس ڪريان ٿو، چاڪاڻ ته منهنجي چاڻ

موجب بني نوع انسان جي بهبوديءَ جي خيال کان اڄ دولت جو حرص ۽ ان جي طاقت پنهنجي انتها کان به مٿي چڙهي چڪا آهن.

۱۸۳. مون پنهنجي گذريل مقالي ۾ چيو آهي ته مون ڪي سچي تاريخ ۾ انساني عقل ۽ فهم لاءِ ههڙي ڪا ٻي شرمناڪ ڳالهه ڏسڻ ۾ ڪانه ٿي اچي، جو سياسي اقتصاديات جي هنن عامي اصولن کي اڄ اسان وٽ هڪ علمي ۽ سائنسي حيثيت سان تسليم ڪيو پيو وڃي. انهيءَ دعوا لاءِ مون وٽ ڪافي دليل آهن. پر مکيه دليلن مان هڪڙو دليل ٿورن اکرن ۾ هتي پيش ڪريان ٿو.

۱۸۴. مون کي قومن جي تاريخ ۾ اگهاڙو ڪو به مثال ڪونه سجهي، جنهن ۾ ڪنهن قوم پنهنجي تسليم شده مذهب جي بنيادي اصولن جي ههڙي باقاعدي ۽ سلسليوار نافرماني اختيار ڪئي هجي. اهي لکيتون، جن کي اسين (زباني طور) خدائي لکيتون مڃي، ايڏي عزت ڏيون ٿا، سي نه فقط دولت جي محبت کي (۸۶) هر بديءَ جو بنياد ۽ خدا طرفان لعنت ڪيل هڪ بدترين بت پرستي سمجهن ٿيون، پر دولت جي پرستش کي خدا جي پرستش ۽ عبادت جو هڪ پورو پورو ۽ مڪمل ضد ڪري ظاهر ڪن ٿيون. جڏهن به انهن ۾ مطلق دولت ۽ مطلق غربت جو ذڪر اچي ٿو، تڏهن اتي شاهوڪار جي مٿان لعنت ۽ غريب جي مٿان

رحمت جو اعلان موجود آهي. ايتري چوڻ کان پوءِ، هاڻي اسين فوراً "هن شاهوڪار بنجڻ جي سائنس" جي چند چاڻ ڪرڻ شروع ڪيون ٿا، جنهن کي قومي خوشحاليءَ جي منزل تي پهچڻ جو نئڊي ۾ نئڊو رستو سمجهيو ۽ سڏيو وڃي ٿو.

"ڪرستانن تي هن وانگر 'ايتياپ' لعنت ۽ ڦٽڪار وجهندو، جڏهن اهي ٻه گروه هميشه لاءِ هڪٻئي کان ڇڄي جدا ٿيندا - هڪڙا دولتمند ۽ ٻيا مفلس."

# مقالو چوٿون

## قدر بابت

۱۸۵. اڳئين مقالي ۾ اسان ڏٺو ته پورهئي جي منصفانه اجرت پئسن جي اها رقم آهي، جنهن سان تقريباً اوترو ئي پورهيو آڻيندو، ڪنهن وقت حاصل ڪري سگهجي. هاڻي اسان کي انهن ذريعن تي سوچڻو آهي، جن سان اجرت ۽ پورهئي جي اها مطابقت ۽ برابري حاصل ٿي سگهي. هن سوال جي حل لاءِ پهريائين "قدر"، "دولت"، "قيمت" ۽ "پيداوار" جي وصفن تي سوچڻ ضروري آهي.

۱۸۶. هنن محاورن مان اڃا تائين ڪنهن هڪ جي به اهڙي وصف بيان ٿيل ڪانه آهي، جو عام ماڻهو ان کي سمجهي سگهن. پر پوئين محاوري، يعني "پيداوار"، جي وصف، جنهن کي عام طور سمجهيو وڃي ٿو ته سڀ کان زياده صاف آهي، اها عملي طور وري سڀ کان وڌيڪ مونجهاري جو باعث آهي؛ هن محاوري جي موجوده استعمال ۾ جيڪو مونجهارو درپيش آهي، اول ان جي تپاس ضروري آهي، ڇاڪاڻ ته ان جي مدد سان ٻين ڳالهين کي سمجهڻ ۾ وڏي آساني پيدا ٿيندي.

١٨٧. مسٽر جي. ايس. مِل، پنهنجي ڪتاب جي ”سرمايہ“ واري باب* ۾، هڪڙي لوهي صنعتڪار کي هڪ سرمايدار جو مثال ڪري پيش ڪري ٿو، جيڪو پنهنجي ڪاروبار جي آمدنيءَ جو هڪڙو حصو سون چانديءَ جي سامان ۽ جواهرات جي خريداريءَ ۾ خرچ ڪرڻ جو خيال ڪري، وري پنهنجو ارادو ڦيرائي ڇڏي ٿو، ۽ ”اهو حصو هو پوءِ پنهنجن زياده مزدورن کي اجرت طور ادا ڪرڻ ۾ صرف ٿو ڪري.“ جنهن جو اثر، مسٽر مِل جي چوڻ موجب، هيءُ ٿو ٿئي تہ پيداواري مزدورن جي استعمال لاءِ وڌيڪ خوراڪ ميسر ٿئي ٿي.

١٨٨. هاڻي، مون کي هِن تي هيءُ سوال ڪرڻو ڪونهي، جيتوڻيڪ جيڪڏهن اهو فقرو آءٌ لکان ها تہ يقيناً مون کان اهو سوال ڪيو وڃي ها تہ ’انهن سونارن ۽ جوهرين جو ڇا حال ٿيندو؟‘ جيڪڏهن هو واقعي غير پيداواري شخص آهن، تہ اسان کي انهن جي ختم ٿي وڃڻ تي اعتراض ڪونہ رهندو. ۽ جيتوڻيڪ آن ساڳئي فقري جي ٻئي حصي ۾ لوهي صنعتڪار متعلق هيءُ بہ فرض ڪيو ويو آهي تہ هُو پنهنجن ڪجھ

* ڪتاب (جلد) ١، باب چوٿون، فقرو ١. جاءِ بچائڻ جي خيال کان مسٽر مِل جي ڪتاب مان آئنده سڀ حوالا فقط انگن ۾ پيش ڪندس، مثلاً هن حالت ۾، I. iv. I. — ڇاپو ٻن جلدن ۾، پارڪر، ١٨٤٨ع.

نوڪرن کي ملازمت مان خارج ڪري ٿو ڇڏي، جن جي "خوراڪ پڻ انهيءَ ريت پيداواري مقصدن لاءِ واندي ٿي پوي ٿي"، ان هوندي بہ آءٌ انهيءَ ڳالهہ ۾ وجھڻ نٿو گھران تہ انهيءَ خوراڪ جي بچت جو انهن نوڪرن تي، دک ڀريو يا ٻئي ڪنهن نموني جو ڪهڙو اثر پوندو.

١٨٩. پر آءٌ نهايت سنجيدگيءَ سان هيءُ سوال ڪريان ٿو تہ ڇو لوهي سامان پيداوار آهي، ۽ سون چانديءَ جو سامان نہ؟ ائين چوڻ تہ واپاري هڪڙي سامان کي استعمال ۾ آڻي ٿو ۽ ٻئي کي وڪڻي ٿو- اهو تہ بهرحال ڪو خاص تفاوت ڪونهي، جيستائين ڪ هيءُ ثابت نہ ڪيو وڃي (۽ آءٌ سمجھان ٿو تہ تحقيق واپارين جو جيئن پوءِ تيئن اهو مقصد ٿيندو پيو وڃي تہ ائين ئي ثابت ڪن) تہ شيون وڪڻڻ لاءِ ٺاهيون وڃن ٿيون ۽ نہ استعمال لاءِ. واپاري برابر انهن ٻن حالتن مان هڪڙيءَ ۾ استعمال لاءِ سامان پهچائي ڏئي جو هڪ وسيلو آهي، ۽ ٻيءَ ۾ پاڻ ان جو استعمال ڪندڙ آهي: پر مزدورن تہ بهرحال ٻنهي حالتن ۾ پيداواري محنت ڪئي چاڪاڻ تہ جيڪڏهن لوهي سامان ۽ سون چانديءَ جو سامان ٻيئي سامان آهن، تہ ھُنن تہ هڪجهڙيءَ قيمت جا ئي هي سامان تيار ڪيا آهن.

١٩٠. پوءِ ڪهڙو فرق آهي، جنهن جي ڪري هي ٻيئي سامان هڪٻئي کان جدا سمجھيا وڃن ٿا؟ اهو تحقيق ممڪن آهي تہ "اخلاقيات جي صاحب جي

نسبتي تورتڪ" موجب، جنهن سان مسٽر مـيل جو چوڻ آهي ته سياسي اقتصاديات جو ڪوبه واسطو نه آهي (III .i ڇ.)، هڪ لوهيي ڪانئو چانديءَ جي ڪانٽي ڪان وڌيڪ اهم پيداوار آهي: اسين هيءَ ڳالهه به ڪٿي تسليم ڪريون ته چريون ڪانئن ڪان ڪنهن به صورت ۾ گهٽ مفيد نه آهن، ۽ ڏاڏا هرَ جا گهوڙا پڻ ڪارآمد شيون آهن.

١٩١. پر، سنگينون ڪهڙي قسم جون شيون آهن؟ سمجهو ته لوهيي صنعتڪار، پنهنجن نوڪرن ۽ پڻ سوناري جي "خوراڪ جيي بچت ڪري"، مذڪور شين جو وڏي پيماني تي وڪرو وڌائي ٿو- چا آن حالت ۾ به هو پيداواري مزدورن کي، يا انهن مزدورن کي، جيڪي، مسٽر مل جي لفظن ۾ "دائمي لطف اندوزيءَ جي سامانن ۾ اضافو آڻين ٿا" (I . iii . 4) ڪم ۾ لڳائي ٿو! يا جيڪڏهن سنگينن بدران هو بم مهيا ڪري، ته پوءِ چا خود هنن پرزور پيداواري شين (جن مان هرهڪ جي قيمت ڏهه پائونڊ آهي*) جي پوريءَ ۽ آخرين "لطف اندوزيءَ" جو انحصار سندن 'لطف ڪاريءَ' جي وقت ۽ جاءِ جي مناسب انتخاب تي نه آهي؛ يعني اهو انتخاب، جنهن جو وري

* هن ۾ مسٽر هيلپ (Mr. Help...) (٧٧) جو تخمينو سندس "جنگ" واري مضمون مان ورتل ٿو.

انهن فلسفيانه ويچارن تي انحصار آهي، جن سان ڇيو وڃي ٿو ته سياسي اقتصاديات جو ڪو به واسطو ڪونه آهي؟ *

١٩٢. مسٽر مـِل جي تصنيف ۾ ڪنهن تضاد ڪي ائين ظاهر ڪندي افسوس ٿو ٿئي، پر حقيقت هيءَ آهي ته سندس تصنيف جي سڄي افاديت ان جي هنن تضادن منجهان ئي نروار ٿئي ٿي. اقتصاديات جي ماهرن ۾ هو وڏيءَ عزت جو حقدار آهي، جو اڻڄاڻائيءَ ۾ هو پنهنجي بيان ڪيل اصولن تان دستبردار ٿئي، پنهنجي تصنيف ۾ چپ چاپ اهي اخلاقي ويچار پيش

* ۽ پڻ جڏهن چانديءَ جا اسپيني برتن اسان جي محصولي آفيسرن پيچي پرزا پرزا ڪري ڇڏيا، چاڪاڻ ته چانديءَ يا سون جون سرون محصول کان سواءِ ملڪ ۾ درآمد ٿي سگهن ٿيون، پر دماغ ۽ عقل ننا ٿي سگهن- ڇا اهڙيءَ حالت ۾ اهو ڪهاڙو جنهن انهن برتنن کي ڀڳو، سو پيداواري ڪهاڙو هو، ۽ اهو ڪاريگر ۽ فنڪار جنهن انهن کي جوڙيو سو غير پيداواري هو؟ يا وري هيءَ بيو مثال وٺو. جيڪڏهن ڪاٺير جو ڪهاڙو پيداواري آهي، ته پوءِ جلاد جو ڪهاڙو پيداواري ٿي سگهي ٿو ڇا؟ ساڳي طرح جيڪڏهن بحري تار ۾ ڪم ايندڙ سڻيءَ جي تند پيداواري آهي، ته پوءِ ڦاسيءَ جي رسي ۾ ڪم ايندڙ سڻيءَ جي تند جي پيداواريءَ جو مدار ان جي مادي استعمال کان وڌيڪ ان جي اخلاقي استعمال تي مدار ٿئو رکي ٿو ڇا؟

ڪري ڇڏي ٿو، جن متعلق سندس دعوا آهي ته انهن جو سندس اقتصادي سائنس سان ڪو تعلق ڪونهي. ۽ انهيءَ سبب، سندس ڪتاب جا ڪيترائي باب صحيح ۽ ڪارآمد آهن؛ مون کي فقط سندس انهن نتيجن سان اختلاف آهي، جيڪي سندس بنيادي تعميمن تي مبني آهن.

١٩٣. اهڙيءَ طرح، جنهن فقري جي اسين هينئر تپاس ڪري رهيا آهيون، تنهن جي تهه ۾ جيڪو خيال لڪل آهي، سو بلڪل صحيح آهي- يعني هيءَ ته آهو پورهيو، جيڪو عيش جي سامان جي پيداوار ۾ صرف ٿئي ٿو، سو ايترن ماڻهن کي گذرمعاش مهيا ڪري ڪونه ڏيندو، جيترو اهو پورهيو، جيڪو ڪارآمد ۽ مفيد شين جي پيداوار ۾ صرف ٿئي ٿو؛ پر ان لاءِ جيڪو هُن مثال پيش ڪيو آهي، سو ناڪام آهي- ۽ ان جي ناڪامي سِڌي پاسن کان ظاهر آهي- ڇاڪاڻ ته مسٽر مِل لفظ ”افاديت“ جي حقيقي مطلب جي وصف پيش ئي ڪانه ڪئي آهي.

١٩٤. اُن جي وصف جيڪا هن پيش ڪئي آهي- يعني ”خواهش جي راضي ڪرڻ يا مقصد جي پوري ڪرڻ جي صلاحيت“ (III .i. 2.)— اها جهڙي لوهه سان تهڙي سون چانديءَ لڳي اچي ٿي؛ حالانڪ ان جي حقيقي وصف- جيڪا هن ڏني ڪانهي، پر بهرحال سندس غلط لفظي وصف جي تهه ۾ موجود آهي، ۽ اتفاق سان هڪ به پيرو ڪانئس ظاهر به ٿي وڃي ٿي (مثلاً سندس هنن لفظن ۾: ”زندگيءَ جي ڪابہ

ٽيڪ يا قوت"۔ (I. i. 5)۔ اها لوهہ جي ڪن شين سان لاڳو ٿئي ٿي، پر ڪن سان نہ، ۽ سون چانديءَ جي ڪن شين سان لاڳو ٿئي ٿي، پر ڪن سان نہ۔ آها هـَر جـي گهوڙن سان لاڳو ٿئي ٿي، پر سنگينن سان ڪانہ ٿي ٿئي، ڪاٺن سان ٿئي ٿي، پر ٽيڪسال* سان نہ۔

۱۹۵۔ "افاديت" جي حقيقي ۽ صحيح وصف منجهان اسان کي پنهنجي پهرئين سوال۔ "قدر" ڇا آهي؟۔ جو جواب حاصل ٿي سگهندو۔ پر پهريائين بهرحال اسان کي ان متعلق مقبول عام ۽ مروج بيانن ڏانهن ڌيان ڏيڻو پوندو۔

۱۹٦۔ "جڏهن لفظ 'قدر' پنهنجي اضافي واسطن کان سواءِ ڪم آڻجي ٿو، تہ ان جي، سياسي اقتصاديات ۾، هميشه معنيٰ 'مٽاسٽا جو قدر' ورتي وڃي ٿي" (مِل، III. i. 3)۔ چنانچہ جيڪڏهن ٻہ جهاز پنهنجن سـُکاڻن جي مٽاسٽا نٿا ڪري سگهن تہ سياسي اقتصاديات جي ٻوليءَ ۾، انهن لاءِ سندن سـُکاڻ ڪنهن بہ قدر جا حامل نہ آهن۔

۱۹۷۔ پر "سياسي اقتصاديات جو موضوع دولت آهي۔" ۔ (ابتدائي رمارڪ، ص ۱۔)

* "ٽڪسال" منجهان مراد آهو جنساربازيءَ جو سامان آهي، جنهن ۾ عام طرح رڳو گهـَٽ ۽ پيچداريءَ جو دخل رهي ٿو، ۽ نہ فن جو.

١٩٨. ۽ دولت ”انهن سڀني مفيد ۽ خوشگوار شين تي مشتمل آهي، جيڪي ’مٽاسٽا جي قدر‘ جون حامل آهن.“ - (ابتدائي رمارڪ، ص. 10)

١٩٩. اِن مان ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته مسٽر ميل جي خيال مطابق مٽاسٽا جي قدر جو انحصار افاديت ۽ خوشگواريءَ تي آهي، ۽ جڏهن ڪنهن شيءِ ۾ انهن جي موجود هئڻ جي خاطري ٿئي، تڏهن ئي آها شيءِ دولت ۾ شمار ٿي سگهي ٿي.

٢٠٠. هائي، هڪ شيءِ جي اقتصادي افاديت جو انحصار نه فقط ان جي پنهنجي خاصيت يا فطرت تي نه آهي، پر هن تي آهي ته ڪيترا ماڻهو ان جو استعمال ڪري سگهن ٿا ۽ ڪن ٿا. جيڪڏهن ڪو گهوڙي تي سواري نٿو ڪري سگهي، ته گهوڙو بيڪار آهي ۽ تنهنڪري هرگز وڪري لائق نه آهي، جيڪڏهن ترار ڪي ڪو هلائي نٿو سگهي، ۽ گوشت ڪي ڪو کائي نٿو سگهي، ته ترار ۽ گوشت بيڪار آهن. مطلب ته هرڪنهن مادي افاديت جو انحصار نسبتاً ان جي مالڪ لاءِ انساني لياقت ۽ استعداد تي آهي.

٢٠١. ساڳيءَ طرح: هڪ شيءِ جي خوشگواريءَ جو انحصار فقط ان جي پسنديدهه هجڻ تي نه آهي، پر هن تي آهي ته ڪيترا ماڻهو ان کي پسند ڪري سگهن ٿا ۽ ڪن ٿا. ”شراب جي ننڍي ۾ ننڍي پيالي“، ۽ ”وهندڙ نهر جي ڪناري تي ويٺل آئڊونيس جي

تصوير" جي پسنديدہ ۽ قابل فروخت هجڻ جو انحصار، "ڪرسٽافرسلاءِ" (Christopher Sly) جي روپ ۾، عام ماڻهن (Demos) (٧٨) جي راءِ تي آهي. تنهن جو مطلب تہ هڪ شيءِ جي پسنديدگيءَ ۽ مقبوليت جو انحصار نسبتاً ان متعلق انساني طبيعت جي ميلان* تي آهي. تنهنڪري سياسي اقتصاديات، دولت جي سائنس هئڻ جي حيثيت ۾، لازمي طور انساني لياقتن ۽

* هي بيان مختصر حالت ۾ ڏاڍا ڪچا لڳن ٿا. پر جڏهن انهن تي غور ڪبو تڏهن بيحد اهم نظر ايندا. اهڙي نموني سان، مٿين مثال ۾، اقتصاديات جي ماهرن ڪڏهن بہ هيءَ ڳالهہ محسوس نہ ڪئي آهي تہ خريد ڪرڻ جو لاڙو، طلب جو هڪ اخلاقياتي عنصر آهي. انهيءَ جو اهو مطلب آهي تہ جيڪڏهن تون ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي هڪ آڏيو ڏين تہ اهو هن جي طبيعت تي منحصر آهي تہ هو ان جي بدولت فائدو حاصل ڪري ٿو يا نقصان هيٺ ٿو اچي—انهيءَ سان هو پاڻ لاءِ مرض، تباهي ۽ حقارت خريدي ٿو يا صحت، ترقي ۽ گهرو پيار. انهيءَ ڪري ڪنهن بہ جنس جي خوشگواريءَ يا مناسبتا جو قدر نہ فقط ان جنس جي پنهنجي پيداوار تي مدار رکي ٿو، پر ان جي خريدارن جي پيداوار تي بہ؛ يعني خريدارن جي تعليم ۽ تربيت تي ۽ انهن سيني اخلاقياتي عنصرن تي، جن جي زير اثر سندن طبيعت جي لاڙي جي هِن شيءِ يا هُن شيءِ جي خريدڻ متعلق تربيت ٿي آهي.

انساني طبيعت جي ميلانن جي سائنس آهي. پر ’اخلاقياتي ويچارن جو سياسي اقتصاديات سان ڪو واسطو ڪونهي‘ (III. i. 2). تنهنڪري، اخلاقي ويچارن جو انساني لياقتن ۽ انساني طبيعت جي ميلانن سان ڪو واسطو ڪونهي!

٢.٠٢. مسٽر مل جي ڳالهين مان نڪرندڙ هيءَ سچي جو سچو نتيجو مون ڪي هرگز ڪونه ٿو وڻي: هاڻي اچو ته مسٽر رڪارڊو جي ڳالهين کي آزمائي ڏسون.

٢.٠٣. ”افاديت ڪنهن به شيءِ جي مٽاسٽا جي قدر جو ماڻ نه آهي، جيتوڻيڪ ان لاءِ مطلقاً لازمي ضرور آهي.“- (باب 1، ڀاڱو 1.) ڪيتريءَ حد تائين لازمي، مسٽر رڪارڊو؟ افاديت جون گهٽ ۽ وڌ حدون ٿي سگهن ٿيون. مثال طور، گوشت ايترو سٺو ٿي سگهي ٿو، جو هر ڪنهن جي کائڻ لائق هجي، يا ايترو خراب ٿي سگهي ٿو، جو ڪنهن جي به کائڻ جي لائق نه هجي. سٺائيءَ جي آها پوري پوري حد ڪهڙي آهي، جيڪا ان جي مٽاسٽا جي قدر لاءِ ”لازمي“ آهي، پر ان جو ”ماڻ“ نه آهي؟ گوشت کي ڪيترو سٺو هجڻ کپي، جو اهو ڪنهن مٽاسٽا جي قدر جو حامل ٿي سگهي، ۽ ڪيترو خراب هجڻ کپي- (ڪاش، لنڊن جي مارڪيٽن ۾ ان ڳالهه جو ڪو فيصلو ٿيل هجي)- جو ان ۾ اهڙو ڪو به قدر موجود نه رهي؟

٢.٠٤. آءٌ سمجهان ٿو ته مسٽر رڪارڊو جي اصولن ۾ عملي طور ڪا مڙيوئي ڪتي رڪاوٽ موجود آهي؛

پر پلي هو پنهنجي طرفان ڪو مثال پيش ڪري.
”سمجهو ته سماج جي اوائلي دور ۾ شڪاريءَ جون
ڪمانون ۽ تير، قيمت ۾ ماهيگير جي ڄارن ۽ رڇن
جي برابر هئا. انهن حالتن ۾، هرڻ جي قيمت، جيڪو
شڪاريءَ جي هڪ ڏينهن جي پورهئي جي پيداوار آهي،
بلڪل برابر ٿيندي مڇيءَ جي قيمت جي، جيڪا
ماهيگير جي هڪ ڏينهن جي پورهئي جي پيداوار آهي.
مڇيءَ ۽ شڪار جي نسبتي قيمت، مڪمل طور منحصر
رهندي هن ڳالهه تي ته هر هڪ جي پورهئي جو ڪيترو
اندازصرف ٿيو آهي.“ (رڪارڊو، باب 111-قيمت متعلق.)

٢٠٥. تحقيق! تنهنڪري، جيڪڏهن ماهيگير هڪڙو
ڪڳو ڦاسائي ٿو ۽ شڪاري هڪڙو هرڻ ٿو ماري،
ته ان حالت ۾ هڪڙو ڪڳو قيمت ۾ برابر ٿيندو هڪ
هرڻ جي؛ پر جيڪڏهن ڪو ماهيگير ڪو ڪڳو
ڦاسائي نٿي ڪونه ٿو، ۽ شڪاري ٻه هرڻ ٿو ماري،
ته ان حالت ۾ ڇا ڪوئي-ٻه-ڪڳو-نه، قيمت ۾، ٻن
هرڻن جي برابر ٿيندو؟

٢٠٦. هرگز نه؛ پر، مسٽر رڪارڊو جا حامي شايد
ائين چون ته هن جي مراد سراسري ڏيڪارڻ جي آهي؛
جيڪڏهن ماهيگير ۽ شڪاريءَ جي هڪ ڏينهن جي
سراسري پيداوار هڪ مڇي ۽ هڪ هرڻ آهي، ته پوءِ
هڪ مڇي هرحالت ۾ هڪ هرڻ جي قيمت جي برابر ٿيندي.

٢٠٧. اُن حالت ۾، ڇا آءٌ مڇيءَ جي قسمن بابت پڇي سگهان ٿو؟ کهڙي مڇي؟ مانگر مڇ يا ڪـُرڙي؟*

٢٠٨. سچ پچ، هنن ناقص ويچارن ڏانهن وڌيڪ ڌيان ڏيڻ وقت جو زيان آهي، اسين حقيقي ۽ صحيح وصف جي تلاش ڪنداسون.

---

*مسٽر رڪارڊو جي وڌيڪ حمايت ۾ شايد ائين چيو وڃي ته هن جي اها مراد هئي ته "جيڪڏهن افاديت ساڳي آهي ته قيمت پورهئي جي انداز مطابق بدلجي ٿي." جيڪڏهن واقعي هن جي اها مراد هجي ها ته هو انهيءَ ڳالهه کي واضح ڪري ها؛ ۽ جيڪڏهن هن جي واقعي مراد اها هجي ها ته پوءِ هن جي نگاهه کان هي نتيجو پوشيده نه رهي ها ته قيمت جو هڪڙو ماڻ افاديت آهي (جنهن جي مڃڻ کان هن قطعاً انڪار ڪيو آهي)؛ ۽ ڪنهن به شيءِ جي وڪري لائق هجڻ کي ثابت ڪرڻ لاءِ ڪيس اُن ۾ مقرر انداز افاديت ۽ خاص انداز محنت جو موجوده هئڻ ثابت ڪرڻو پوي ها: مثال طور، پنهنجي پيش ڪيل مثال ۾ ڪيس ثابت ڪرڻو پوي ها ته هڪ مڇي ۽ هڪ هرڻ ماڻهن جي ساڳئي تعداد لاءِ ساڳئي وقت جو کاڌو مهيا ڪري سگهن ٿا ۽ پنهي ۾ لذت به ساڳي نوعيت جي سمايل آهي. حقيقت اها آهي ته خود ڪيس به پتو ڪونه هو ته سندس مطلب ڇا هو. تجارتي تجربي مان هن جيڪو هڪڙو رواجي خيال سواءِ ڪنهن تور

(ڏسو حاشيو صفحو ١٩٦)

٢٠٩. صدين کان، اسان جي ڪلاسيڪي انگريزن تعليم جي فائديمند هجڻ تي وڏو فخر ورتو ويو آهي.

(آندل صفحي ١٩٥ تان)

تڪ ڪرڻ جي ڪٿي اخذ ڪيو هو، سو اِهو هو ته جڏهن طلب مستقل آهي، ته قيمت پيداوار لاءِ گهربل محنت جي انداز مطابق وڌي ۽ گهٽجي ٿي؛ يا اڳئين مقالي ۾ منهنجي پيش ڪيل قاعدي کي ويچار ۾ آڻبو ته ائين چئي سگهبو ته جڏهن د مستقل آهي تہ ج×د ائين گهٽ وڌ ٿئي ٿو جيئن ج - پر طلب تڪي مستقل آهي نڪي ڪڏهن مستقل ٿي سگهندي ۽ جيڪڏهن ج نمايان طور گهٽبو ۽ وڌندو ٿو رهي: چاڪاڻ ته جيئن قيمت وڌندي رهندي ته خريدار گهٽبا رهندا؛ ۽ جڏهن بہ هڪهٽي پيدا ٿئي ٿي (۽ هر قسم جي قلت هڪهٽيءَ جو پيو روپ آهي؛ جنهنڪري هرڪا جنس انهيءَ قلت جي رنگ ۾ اڪثر رنگجي وڃي ٿي)، تڏهن د قيمت جو بيحد اثرائتو عنصر بنجيو ٿو پوي. مثال طور، تصوير جي قيمت ان جي سنائيءَ تي ايترو مدار نٿي رکي جيترو هن تي تہ پبلڪ ان ۾ ڪيتري دلچسپي ٿي وٺي؛ ڳائڻ جي قيمت ڳائڻي جي محنت کان وڌيڪ ماڻهن جي تعداد تي مدار رکي ٿي جيڪي ان جي ٻڌڻ جي خواهش ٿا رکن؛ ۽ سون جي قيمت ان جي قلت تي ايترو مدار نٿي رکي جيترو ان جي شمسي چمڪ ۽ اڻ متجندڙ اصليت تي، جن جي وسيلي آهو ماڻهن جي پسند ۽ اعتماد کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿو.

(ڏسو حاشيو صفحو ١٩٧)

آن مان اميد ڪري سگھجي ٿي ته اسان جا تعليم يافته
واپاري ڪم از ڪم هيترو ته پنهنجي لاطيني مطالعي

(آندل صفحي ١٩٦ تان)

اها ڳالهه دل ۾ رکڻ گهرجي ته آءٌ 'طلب' لفظ جو استعمال انهيءَ نموني ۾ نٿو ڪريان، جنهن نموني ۾ عام اقتصادي ماهر ان کي استعمال ڪن ٿا. هنن جو انهيءَ مان مفهوم آهي "وڪري ڪيل شيءِ جو تعداد". منهنجي انهيءَ مان مراد "خريدار جي دل ۾ ان کي خريدڻ جي عملي ۽ اصل خواهش" آهي. ائين ڪٿي چئجي ته 'طلب' لفظ جو مفهوم آهي ته خريدار ڪهڙي شيءِ گهري رهيو آهي، ۽ نه ته هن کي ڪهڙي شيءِ ملي رهي آهي.

اقتصاديات جا ماهر اها ڳالهه به ويچار ۾ نٿا آڻين ته شين جو قدر انهن جي مطلق مقدار ۽ تور جي آڌار تي نٿو ڪيو وڃي، پر ايتري مقدار ۽ تور تي، جيڪا انهن کي ڪارائتي بنائڻ لاءِ ضروري هجي. مثال طور، هو چون ٿا ته مارڪيٽ ۾ پاڻيءَ کي ڪا قيمت ڪانهي. اها ڳالهه برابر صحيح آهي ته پاڻيءَ جي هڪڙي ڀريل پيالي کي ڪا قيمت ڪانهي، پر ڍنڍ کي قيمت آهي؛ جيئن مٽيءَ جي مُٺ کي قيمت ڪانهي، پر مٽيءَ جي ايڪڙ کي قيمت آهي. ۽ جيڪڏهن خود پاڻيءَ جي پيالي يا مُٺ مٽيءَ جي ملڪيت کي دائمي بنائڻ ممڪن ٿي سگهي (يعني انهن جي جمع ڪرڻ جي ڪا جاءِ ميسر ٿي سگهي)، ته پوءِ زمين ۽ سمنڊ جو وڪرو به مُٺين ۽ پيالن جي ماپَ سان عمل ۾ اچڻ شروع ٿي وڃي.

مان ياد رکي سگھندا تہ لفظ valorem (قدر) (جنھن سان ھو اڳي ئي ڪافي واقف آھن) جي فاعلي صورت لفظ valor (قدرت، حوصلو) آھي۔ لفظ valor جو ڌاتو valere آھي، جنھن جي معنیٰ آھي طاقت رکڻ، قدرت رکڻ، حوصلو رکڻ- زندگيءَ جو حوصلو رکڻ (انسان جي حالت ۾)، ۽ زندگيءَ واسطي حوصلو رکڻ (مادي شيءِ جي حالت ۾) يا valuable (قدر جو حامل) ھجڻ۔ valuable (قدر جو حامل ھجڻ) لفظ جو انھيءَ ڪري مطلب ٿيو "زندگيءَ جي حق ۾ قادر ھجڻ يا مفيد ھجڻ۔ صحيح طور، صرف اھائي چيز مفيد ۽ ڪارآمد سڏي سگھجي ٿي، جيڪا پنھنجي جامع اوصافن ۾ زندگيبخش ھجي۔ جيتري بہ انداز ۾ آھا زندگي-بخش نہ آھي، يا سندس اوصافن ۾ ھيٺائي يا ڪمي واقع ٿئي ٿي، اوتري انداز ۾ آھا جيئن پوءِ تيئن گھٽ قدر جي حامل يا گھٽ مفيد آھي، جيتري انداز ۾ آھا زندگيگير آھي، اوتري انداز ۾ آھا قدر کان خالي (غير مفيد) يا ضررناڪ آھي۔

۲۱۰۔ تنھنڪري ڪنھن بہ شيءِ جو قدرُ راءِ ۽ انداز يا تعداد جو محتاج نہ آھي۔ ڪنھن بہ شيءِ جي قدر متعلق اوھان ڪيترو بہ ويچار ڪيو يا ان مان ڪيترو نفعو بہ حاصل ڪيو، ان شيءِ جو اصلي قدر بھرحال ان ڪري نہ گھٽبو نہ وڌندو۔ چاڪاڻ تہ اھا شيءِ يا دائمي فائديمند آھي، يا فائديمند نہ آھي، جيڪا

طاقت چيزن ۽ انسانن جي خلقيندڙ ان کي بخشي آهي تنهن کي نہ ڪنهن قسم جي تعريف وڏائي سگهي ٿي، نہ ڪنهن قسم جي حقارت گهٽائي سگهي ٿي.

٢١١. سياسي اقتصاديات جي حقيقي سائنس، جنهن کي باطل سائنس کان الڳ ٿي اچا پنهنجي امتيازي مقام تي پهچڻو آهي ــ جيئن علم طب جادوءَ کان الڳ ٿي چڪو آهي يا علم هيئت نجوم کان ــ اها سائنس قومن کي هدايت ٿي ڪري تہ هو انهن شين لاءِ ذوق رکن ۽ انهن شين جي حاصلات لاءِ پورهيو ڪن، جيڪي زندگي بخشين ٿيون؛ ۽ اها کين هيءُ بہ سيکاري ٿي تہ هو انهن شين کي ڌڪارين ۽ ختم ڪن، جيڪي کين تباهيءَ ۽ بربادي‌ءَ ڏانهن وٺي وڃن ٿيون.

٢١٢. پر جيڪڏهن ٻارن وانگر (٧٩) هو بيجا ۽ نامناسب شين، جهڙوڪ سپ مڇيءَ جي خارج ٿيندڙ مادي، ۽ آسماني ۽ ڳاڙهن پٿرن کي قيمتي ۽ ڪارآمد شيون سمجهن، ۽ انهن لاءِ ٽبين هڻڻ، کوٽاين ڪرڻ ۽ جدا جدا شڪلين ۾ انهن کي ڪپڻ ۽ گهڙڻ ۾ اها محنت صرف ڪن، جيڪا کين زندگيءَ جي ترقيءَ لاءِ ۽ ان کي شاندار بنائڻ ۾ استعمال ڪرڻ گهربي هئي؛ يا ٻارن وانگر واقعي قيمتي ۽ ڪارآمد شين، جهڙوڪ هوا، روشنيءَ ۽ صفائيءَ کي غير مفيد ۽ بي قيمت شيون ڪري سمجهن؛ يا، آخر ۾، جيڪڏهن هو پنهنجي وجود ۽ هستيءَ جي لازمي اسبابن، جهڙوڪ امن، اعتماد ۽ محبت کي بہ، جڏهن تجارتي مارڪيٽ ۾ انهن جا ملهہ

ٻه کين آڇيا وڃن، سون، لوهه يا ڪوڏين عوض وڻ ۽ وڪڻڻ شروع ڪن ۽ ان کي پنهنجي ڏاهپ شمار ڪن؛ — ته اهڙين حالتن ۾ سياسي اقتصاديات ٿي آها واحد ۽ عظيم سائنس آهي، جا کين سيکاري ٿي ته محض ٻاهريون ڏيک ڪهڙي شيءِ آهي ۽ اصليت ڇا آهي؛ ۽ موت جيڪو زيان ۽ دائمي ڪوٽ جو ديو آهي، ان جي غلامي ۽ فرمانبرداري ڇا آهي، ۽ حڪمت، جيڪا بچت ۽ دائمي فراوانيءَ جي ديوي آهي، ان جي خدمت ۽ اطاعت شعاري ڇا آهي؛ ۽ هيءَ آهائي ديوي آهي، جنهن چيو آهي ته "آءٌ انهن جي آهيان، جيڪي مون سان پيار ڪن ٿا، جن جي پلئه ٿي اصليت پوي ٿي، ۽ آءٌ انهن جا ٿي خزانا ڀريندي يس."

٢١٣. هيءَ بچت جي ديوي هر حالت ۾ بچت جي ٻئنڪ کان وڌيڪ مؤثر آهي — جيتوڻيڪ ٻئنڪ ٻه هڪ چڱي شيءِ آهي. هوءَ حقيقي طور "سئلوِونا ڊيلاسئلٻوٽ" ("اسان جي نجات جي ديوي") — اسان جي صحتمنديءَ جي ديوي — آهي جنهن کي جيتوڻيڪ عام طرح دولت کان جداگانه شيءِ سمجهيو وڃي ٿو، پر دراصل آها دولت جو هڪ جز آهي. هيءُ ياد رکڻ گهرجي، ته پيو لفظ، جنهن جي وصف هاڻي اسان کي سمجهڻي آهي، سو اهو لفظ "دولت" ئي آهي.

٢١٤. مسٽر مِل جو چوڻ آهي ته "دولتمند ٿيڻ" مان مراد آهي "مفيد شين جي ذخيري جو مالڪ بنجڻ."

٢١٥. هن وصف جو آءٌ قائل آهيان. اسان کي رڳو گهرجي ته ان کي پوريءَ ريت سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون. منهنجا مخالف افسوس ڪندا آهن، ته مون وٽ ڪين پورو منطق ڪونهي تو ملي-مون کي خوف آهي ته هتي آءٌ سندن وٽان ڪان ڪجهه وڌيڪ منطق پيش ڪندس، پر هي سياسي اقتصاديات جو معاملو ڪو هلڪو معاملو نه آهي، ۽ اسان کي واقعي گهرجي ته هن جي معنيٰ ۾ مبهم اصطلاحن کي هرگز ڪو دخل نه ڏيون.

٢١٦. تنهنڪري اسان کي پهريائين مثيئن وصف ۾ اها پڪ ڪرڻي آهي ته "مالڪيءَ" مان مراد، يا 'قبضي' جي خصوصيت ڪهڙي آهي. ان کان پوءِ ڏسڻو آهي ته لفظ "مفيد" جي معنيٰ، يا 'افاديت' جي نوعيت ڪهڙي آهي.

٢١٧. پهريائين 'قبضي' کي ٿا تپاسي ڏسون. ميلان شهر جي وڏيءَ ديول ۾ ٽن سَون سالن جي عرصي تائين سينٽ ڪارلو بوروميو جو لاش مصالحو لڳائي محفوظ رکيو ويو آهي. ان لاش جي هٿ ۾ هڪ سوني لٺ آهي ۽ زمردن سان جڙيل صليب سندس ڇاتيءَ تي پيل آهي. سونيءَ لٺ ۽ زمردن کي مفيد شيون سمجهندي، هيءُ ڏسڻو آهي ته ڇا انهن شين جو هو 'مالڪ' آهي؟ ملڪيت متعلق سياسي اقتصاديات جي مفهوم موجب، ڇا انهن شين کي ان لاش جي ملڪيت سڏي سگهبو؟ جيڪڏهن نه، ۽ انهيءَ

ڪري اسين جيڪڏهن رواجي طرح انهيءَ نتيجي تي پهچون ته هڪ بيجان شيءِ ڪنهن به ملڪيت جي مالڪ بڻجي نٿي سگهي، ته پوءِ ڏسڻو آهي ته انسان جي جسم ۾ ڪيتري عرصي ۽ حد اندر پساهه قائم هجن، جو سندس ئي ڪنهن شيءِ تي قبضو ممڪن ٿي سگهي؟

٢١٨. جيئن هيءَ مثال وٺو: ويجهڙائيءَ ۾ هڪ ڪئليفورنيائي جهاز جي غرقابيءَ وقت هڪ مسافر پنهنجي چيلهه سان جڏهن ترهو ٻڌو، تڏهن ان ترهي ۾ هن ٻن سؤن پائونڊن جي وزن جو سون به وجهي ڇڏيو، ۽ بعد ۾ ڪيس ان ترهي سوڌو سمنڊ جي تري ۾ ٻڏل ڏٺو ويو. هاڻي، جڏهن هو ٻڏي رهيو هو، تڏهن سون هن جي قبضي ۾ هو؟ يا هو پاڻ سون جي قبضي ۾ هو؟

٢١٩. ۽ جيڪڏهن سون پنهنجي وزن سبب ڪيس سمنڊ ۾ ٻوڙڻ بدران، زور سان ڪنهن طرح سندس مٿي تي اچي لڳي ها، ۽ آن ڌڪ سان ڪيس ڪنهن لاعلاج مرض — فرض ڪريو فالج يا جنون — ۾ مبتلا ڪري ڇڏي ها، ته ڇا ان حالت ۾ پهرينءَ صورتحال کان ڪيس سون تي ڪا زياده مالڪي حاصل هجي ها؟ اهڙيءَ طرح سون تي رفتي رفتي وڌندڙ اختيار يا دسترس جا مثال وٺي (جي جيڪڏهن اچا به طلبيا وڃن، ته ڏيڻ لاءِ تيار آهيان)، آءٌ مٿئين دليل کي اچا به اڳتي نيئي سگهان ٿو، پر هتي آءٌ فرض ڪري ٿو وٺان ته پڙهندڙ اها ڳالهه قبول ڪندو ته قبضو يا مالڪي

ڪا مطلق چيز ڪانهي، پر آها صرف درجيوار اختيار جو هڪ نالو آهي، ۽ آها رڳو ڪنهن شيءِ جي انداز يا نوعيت تي نہ، پر مالڪ لاءِ ان جي مناسب، ۽ استعمال ۾ آڻڻ لاءِ مالڪ جو ۾ڄس ڪيترو فعال اختيار موجود آهي، تنهن تي منحصر آهي.

٢٢٠. تنهنڪري دولت جي وسيع وصف هائي اسان جي هيءَ ٺهندي تہ "انهن مفيد ۽ ڪارآمد شين جو قبضو جيڪي اسين استعمال ڪري سگهون."

هيءَ هڪ اهم تبديل آهي. ڇاڪاڻ تہ ان مان ڏسي سگهجي ٿو تہ دولت جو انحصار رڳو "هجڻ" تي هئڻ بدران "سگهڻ" تي آهي. 'گليڊيئيٽر' (Gladiator) جي زندگي پڻ جي "اِشاري" (٨٠) جي محتاج، پر سپاهيءَ جو موت — هن جي فتح، ملڪ جي نجات — هن جي "پنهنجي ڪامل سگهہ" جو ثمر، ۽ جنهن کي اسان محض مال جي ميڙڻ سان منسوب ٿي ڪيو، آها هاڻي ظاهر آهي تہ استعداد يا سگهہ جي ميڙڻ تي پڻ مدار رکي ٿي.

٢٢١. بس، ايتري ڳالهہ اسان جي انهيءَ "سگهڻ" فعل متعلق. ان کان پوءِ، پنهنجي هُنَ 'صفت' کي ٿا ڪٺون. لفظ "ڪارآمد" جي معنيٰ ڇا آهي؟

٢٢٢. اسان جي هن مطالعي جو گهرو واسطو انهيءَ پوئين لفظ سان آهي. ڇاڪاڻ تہ اها شيءِ جا ڪن ماڻهن جي هٿن ۾ ڪارآمد آهي، سا پين جي هٿن ۾

ان جي بنهي ابتڙ استعمال ۾ اچي ٿي، جنهن کي عام طرح بيجا يا غلط استعمال چئجي ٿو. ۽ ان جو دارومدار انهيءَ شيءِ کان وڌيڪ شيءِ جي ڪم آڻيندڙ تي آهي ته شيءِ جي صحيح استعمال جي خاصيت يا غلط استعمال جي خاصيت منجهس اپري ٿي. جيئن شراب، جنهن کي يونانين "بئڪس" (Bacchus) ديوتا (٨١) جي تصور معرفت، صحيح طور، هرجڏهن ۽ امنگ جو هڪ مثال شمار ڪيو، ۽ جنهن لاءِ سندن چوڻ هو ته جڏهن استعمال ڪجي ٿو، تڏهن "ديوتا ۽ انسان کي مسرت ٿو بخشي" (جنهن جي معنيٰ ته آهو انسان جي روحاني زندگيءَ—يعني عقل ۽ فهم جي طاقت—، ۽ سندس مادي زندگيءَ—يعني نفساني طاقت—کي زور ٿو وٺائي)؛ پر اهو ساڳيو شراب، جڏهن ان جو غلط استعمال ٿئي ٿو، تڏهن بدلجي "ڊيونوسس" ديو جي خبيث صورت وٺي ٿو، ۽ خاص طرح انسان جي روحاني عنصر يعني هن جي عقل لاءِ نقصانڪار ثابت ٿئي ٿو.

٢٢٣. ساڳيءَ ريت خود بدن يا جسم جو سوال آهي، جنهن کي پڻ اوتري ئي قدر صحيح يا غلط استعمال ۾ آڻي سگهجي ٿو، ۽ جڏهن اهو درست ضابطي هيٺ آهي، تڏهن آهو ملڪ لاءِ، لڙائيءَ توڙي پورهئي جي ميدانن ۾، ڪارآمد ثابت ٿئي ٿو؛ پر جڏهن ضابطي کان ٻاهر آهي، يا آن کان غلط ڪم ورتجي ٿو، تڏهن آهو ملڪ لاءِ فضول ۽ بيڪار ثابت ٿو ٿئي، ۽ ان صورت ۾ آهو

فقط فرد جي ذاتي يا واحد وجود جي قائم رکڻ لاءِ (۽ سو به محض نيم جانيءَ جي صورت ۾) قابل وڃي ٿو رهي- يوناني اهڙي جسم کي احمقاڻي (٨٢) جسم يا 'ذاتي جسم' سڏيندا هئا، يعني اهو ماڻهو، جنهن جي مصروفيت ملڪ لاءِ ڪنهن به طرح براه راست مفيد نه هجي؛ جنهن مان آخرين طور اسان جي لفظ "idiot" (احمق) جي معنيٰ "پاڻ ۾ پورو" يا "پاڻ هڙ تڙيو" اچي بيٺي آهي، يعني اهو ماڻهو جيڪو مڪمل طور صرف پنهنجن معاملن ۾ ئي مشغول رهندو هجي.

٢٢٣. تنهنڪري انهيءَ مان اهو مطلب نڪري ٿو ته جيڪڏهن ڪنهن شيءِ کي مفيد ۽ ڪارآمد ٿيڻو آهي، ته نه فقط آها پاڻ صالح ۽ افادي نوعيت جي هئڻ کپي، پر ان کي صالح ۽ افادي هٿن ۾ هئڻ گهرجي. يا، پورن لفظن ۾ هيئن چئجي ته حوصله مند هٿن ۾ ئي افاديت قدر شمار ٿي سگهي ٿي؛ تنهنڪري جيئن اسان مٿي ڏنو، دولت جي سائنس کي جڏهن "سيڙڻ يا گڏ ڪرڻ جي سائنس" ليکجي ٿو، تڏهن آها نه صرف مالَ گڏ ڪرڻ جي پر لياقت ۽ صلاحيت جي گڏ ڪرڻ جي سائنس به آهي؛ ساڳيءَ طرح جڏهن ان کي "تقسيم يا ورهاست جي سائنس" جي حيثيت ۾ ڏسجي ٿو، تڏهن آها مطلق تقسيم جي نه پر امتيازي تقسيم جي سائنس آهي؛ ان جي تقسيم اِها نه آهي ته هرڪنهن ماڻهوءَ کي هرڪا شيءِ ملي، پر اها آهي ته صحيح ماڻهوءَ کي

صحيح شيءِ ملي. هيءَ هڪ مشڪل سائنس آهي، جنهن جو مدار 'رياضيءَ' کان وڌيڪ ڪنهن ٻيءَ ڳالهه تي آهي.

٢٢٥. انهيءَ ڪري دولت جي وصف هيءَ آهي: "حوصله مند هٿن ۾ قدر ڀرين شين جو قبضو" (٨٣)؛ ۽ ان کي هڪ طاقت شمار ڪندي، جيڪا قوم ۾ موجود رهي ٿي، ان جي انهن ٻن عنصرن-شيءِ جي قدر ۽ ان جي مالڪ جي حوصلي--جو لازمي طور گڏو گڏ اندازو ڪرڻ گهرجي.

٢٢٦. انهيءَ مان ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته ڪيترا ماڻهو، جي عام طرح دولتمند سمجهيا وڃن ٿا، اهي سچ پچ پنهنجي مضبوط تجوڙين جي ڪلفن کان وڌيڪ دولتمند نه آهن؛ آهي فطري طور ۽ ازل کان دولت جي قابل ئي نه آهن؛ آهي قوم جي واسطي، اقتصادي نقطه نگاهه کان، ائين ٿا عمل ڪن جيئن بيٺل پاڻيءَ جا ڍٻا ۽ وهندڙ پاڻيءَ جا ڪُنَ (جي جيستائين نهر وهندڙ آهي تيستائين بيڪار آهن، يا فقط ماڻهن کي ٻوڙڻ جو ڪم ٿا ڪن، پر نهر جي سُڪي وڃڻ تي آهي گندي پاڻيءَ جي صورت ۾ برابر هڪ وڏي اهميت حاصل ڪري بيهن ٿا)؛ يا ڪنهن نهر جا بند، جن جي آخري فائدي جو مدار بندن تي نه پر انهيءَ جانبدار واري تي رهي ٿو جيڪو بندن تي جانبدار هلائي ٿو؛ يا وري هڪ قسم جون رنڊڪون ۽ رڪاوٽون، جيڪي

دولت جو منفعتي عمل نہ پر وچڙندڙ بيماريءَ جو مهلڪ عمل ڏيکاريندي، چؤطرف پنهنجي ارد گرد فقط تباهي ۽ بربادي ئي پکيڙيندي رهندي. يا، آخر ۾، آهي نہ رڳو ڪو ڪم ڪونہ ٿا ڪن، پر رڳو تاخير ۽ دير مدار جون چرندڙ پرندڙ ڪُنڊيون آهن (چاڪاڻ تہ جيستائين سندن موٽ اچي تيستائين جيڪي ڪجهہ ونن آهي، اُن جو ڪوبہ استعمال ممڪن ڪونهي)، جنهن پوئينءَ صورت ۾ ۔ بهرحال، هو اڪثر ڪارائتا بہ ٿين ٿا - آهو هيئن، جو جيڪڏهن ڪا قوم حد کان زياده ۽ آپي کان ٻاهر تيز رفتاريءَ ڏانهن مائل آهي، تہ هو ان کي مٽي ۾ سڄي ڪرڻ کان بچائڻ لاءِ جهل ۽ روڪ جو ڪم ڏين ٿا.

٢٢٧. انهي حقيقت جي مدنظر، سياسي اقتصاديات جي حقيقي سائنس جي اڳيان رڳو اها مشڪلات نہ آهي تہ مادي قدر جي نپير ۽ نباهہ لاءِ جيڪو مردانہ ڪردار لازمي آهي، آهو پيدا ڪيو ۽ آپاريو وڃي، پر دراصل ان جي اڳيان مشڪلات هيءَ آهي تہ اگرچہ مردانہ ڪردار ۽ مادي قدر ٻنهي جي گڏجڻ سان ئي دولت ٿهي ٿي، پر ٻئي طرف انهن ٻنهي جو عمل انهن جي باهمي تباهيءَ جو باعث پڻ رهي ٿو. چاڪاڻ تہ مردانہ ڪردار هميشہ مادي قدر ڏانهن بي رخيءَ جي روش اختيار ڪرڻ يا ان کي مرڪوئي ٻڻن پويان اڇلائي ڇڏڻ تي آماده رهي ٿو: جنهن سلسلي ۾ ئي پوپ (Pope) چيو آهي تہ

"تحقيق، اهي صفتون جيڪي واقعي ساراهه لائق
آهن، انهن مان اڪثر 'نَصيبَن' کي ٺاهڻ
بدران ڊاهڻ جو ڪم ڪن ٿيون."

۲۲۸. ۽ ٻئي پاسي مادي قدر ۾ وري مردانه ڪردار کي هيٺي ڪرڻ جي خصلت موجود رهي ٿي، انهيءَ ڪري، نتيجي طور، اسان لاءِ اهو لازمي آهي ته دولت جو ان جي مالڪ جي ذهن تي ڪهڙو اثر ٿئي ٿو، ان لاءِ جيڪي ثابتيون اسان کي ملي سگهن، انهن جي تپاس ڪريون؛ هيءُ پڻ ڏسون ته اهو ڪهڙي قسم جو شخص آهي جيڪو اڪثر دولت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، ۽ ان ۾ ڪامياب ٿئي ٿو؛ ۽ هي به معلوم ڪريون ته دراصل اخلاقي اثر، يا مکيه مال ۽ اسبابَ، ايجادن ۽ عملي پيشقدمين لاءِ، دنيا زياده شاهوڪارن جي زير احسان آهي يا غريب ماڻهن جي.

۲۲۹. بهرحال، هتي آءٌ ان باري ۾ اڳتي ايندڙ بحث جي نتيجن کي صرف هيتري قدر ظاهر ڪري ڇڏيان ٿو ته آها قوم، جنهن جو نظام صرف طلب ۽ رسد جي قانونن تي مبني آهي، ۽ جنهن ۾ عام ماڻهو کليئي تشدد جي ڪارستانين کان محفوظ هجن، ان لاءِ، عام طور، ائين چئي سگهجي ٿو ته ان ۾ جيڪي شخص محنتي، پڪتي ارادي وارا، ايماني، حريص، چست، ڊنگائتا، هوشور، تخيل کان عاري، بي حس ۽ جاهل آهن، آهي ئي شاهوڪار بڻجن ٿا. ۽ غريب اهي ئي شخص رهن ٿا،

جيڪي صريحاً بيوقوف، صريحاً ڏاها، ڪاهل، جهل نہ ڏيندڙ ۽ طوفاني قسم جا، حليم، و بيچاريندڙ، موڳا، تخيلاتي، حساس، پورا چاٽو، بي احتياط، وقتي ۽ جلد باز، اناڙي بدمعاش، ڏٺا وائٺا چورَ، ۽ آهي جيڪي صريحاً رحمدل، منصف مزاج ۽ الله لوڪ آهن.

٢٣٠. دولت لاءِ بس ايترو ئي چوڻو هوم. ان ڪان پوءِ اسان کي "قيمت" جي نوعيت کي سڃاڻڻو آهي، جنهن کي "مٺا سٺا جو قدر" سڏجي ٿو، ۽ سِڪن جي صورت ۾ ان جي اظهار ۽ عمل کي جانچڻو آهي.

٢٣١. مٺا سٺا متعلق پهرين هيءَ ڳالهہ خيال ۾ رکو تہ ان ۾ ڪو بہ نفعو نٿو ٿي سگهي. نفعو (profit) فقط پورهئي ۾ ٿي سگهي ٿو- جنهن (انگريزي) لفظ جي معنيٰ ئي آهي "واڌ و ڏيڻ" يا "فائدي ۾ ڏيڻ." مٺا سٺا ۾ فقط سهولت (advantage) آهي، يعني ان مان مٺا سٺا ڪندڙ ماڻهن کي پِترُ (vantage) يا طاقت ملي ٿي.

٢٣٢. چنانچہ هڪڙو ماڻهو پوکڻ ۽ لڻڻ وسيلي آنَ جي هڪ ماڻ مان بہ ماڻ ٺاهي ٿو وٺي، اهو نفعو آهي. ٻيو ماڻهو کوٽيندي ۽ ٽيپيندي هڪڙي بيلچي مان بہ بيلچا ٺاهي ٿو وٺي، اهو نفعو آهي. پر اهو ماڻهو جنهن کي بہ ماڻَ انَ جا آهن، ان کي ڪڏهن ڪاٽي ڪٽڻي يا ڪٽائڻي پوي ٿي، ۽ آهو ماڻهو جنهن وٽ بہ بيلچا آهن، تنهن کي وري ڪڏهن ڪاڏو بہ ڪاٽڻو پوي ٿو: اهي پوءِ

واڌو حاصل ڪيل ان" ۽ واڌو حاصل ڪيل ٻيلچي جي هڪبئي ۾ مٽاسٽا ڪن ٿا، ۽ ان وسيلي ٻنهي جي بهتري ٿئي ٿي، پر جيتوڻيڪ ان سودي مان ڪافي سهولت پيدا ٿي، پر ان ۾ ڪو نفعو واقع ڪونه ٿيو. ڪابه شيءِ ڪانه جڙي، ۽ نه پيدا ٿي. فقط اها شيءِ، جيڪا اڳ جڙي چڪي هئي، سا انهيءَ ماڻهوءَ کي ڏني ويئي، جيڪو ان کي استعمال ڪري سگهي ٿو.

۲۳۳. جيڪڏهن مٽاسٽا کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ پورهئي جي ضرورت آهي، ته اهو پورهيو به درحقيقت پيداواري آهي، ۽ هر ٻئي پورهئي وانگر آهو به نفعو پيدا ڪري ٿو. شين جي جڙڻ، ۽ انهن جي ڪٽڻ پائڻ ۾ جيڪو به تعداد ماڻهن جو مشغول آهي، انهن جو ان نفعي ۾ حصو آهي، پر خالص مٽاسٽا نه شين جي جوڙيندڙ کي نه انهن جي ڪٽڻ پائڻ کي چئي ٿو سگهجي، ۽ خود هين خالص مٽاسٽا ۾ ڪوبه نفعو ڪونهي.

۲۳۴. مٽاسٽا ۾، بهرحال، حاصلات ٿي سگهي ٿي، جيڪا هڪ بلڪل علحدي ڳالهه آهي. جيڪڏهن مٽاسٽا ۾ هڪڙو ماڻهو اهڙي شيءِ ڏئي ٿو، جنهن ۾ هن جي ڪا خاص محنت صرف ٿيل نه آهي، ۽ ان جي عوض ٻيو ماڻهو ڪيس اهڙي شيءِ ڏئي ٿو جنهن تي هن جي ڪافي محنت صرف ٿيل آهي، ته پوءِ ائين چئبو ته پهريون ماڻهو ٻئي ماڻهوءَ جي محنت جي پيداوار جي ڪنهن حصي کي "حاصل ٿو ڪري"، ۽ جو ڪجهه

۽ هو حاصل ڪري ٿو، اهوئي پيو ماڻهو وڃائي ٿو. تجارتي محاوري ۾، اهو ماڻهو، جيڪو ائين "حاصل ڪري ٿو"، ان بابت عام طور چيو وڃي ٿو ته هُن "نفعو ڏاهيو"، ۽ مون کي يقين آهي ته اسان جا ڪيترائي واپاري پوريءَ خاطريءَ سان هن خيال جا آهن ته هن نموني ڪنهن نہ ڪنهن طرح نفعو ڏاهڻ هرهڪ ماڻهوءَ لاءِ ممڪن آهي. پر اسان جنهن دنيا ۾ رهون ٿا، تنهن جي آيا ڳيءَ سڀّاءَ هيٺ، ماده ۽ ان جي حرڪات ۽ سڪنات جا جيڪي قانون آهن، تن هن هھڙي قسم جي همه گير حاصلات کي پوريءَ طور ممنوع بنائي ڇڏيو آهي.

٢٣٥. نفعو، يا مادي فائدو، فقط تعمير ۽ ايجاد سان ئي حاصل ڪي سگهي ٿو، نہ مٽاسٽا سان. جڏهن ۽ مٽاسٽا جي نتيجي ۾ مادي فائدو پيدا ٿو ٿئي، تڏهن هرهڪ 'واڌو' لاءِ پوريءَ طور ان جيترو 'ڪاٽو' پڻ پيدا ٿئي ٿو.

٢٣٦. اقتصاديات جي ترقيءَ جي هيءَ بدبختي آهي جو اها 'واڌوءَ' جي نشاني، يا-جي مون کي انهيءَ لفظ جي بيڍنگي جمع ڏاهڻ جي آزادي ڏني وڃي-اِهي "واڌن" جون نشانيون هن دنيا ۾ ڏاڍيون اهم ۽ معزز نظر اچن ٿيون، ايتريقدر جو هر انسان اهڙي سائنس، جيڪا اهڙا شاندار نتيجا پيدا ڪري ٿي، تنهن جي سکڻ لاءِ بيچين ۽ مشتاق آهي؛ ۽ ٻئي پاسي،

"ڪاڙو" نشانيون آهن، جي ان جي برعڪس، ويران ۽ سنسان گهٽين ۾، ۽ اونداهين جاين ۾، ليڪن تي مجبور آهن، يا دنيا کي هميشه لاءِ خيرباد چئي، اڳوپوءِ وڃيو قبر داخل ٿين ٿيون. جيڪا صورتحال هين سائنس جي آلجبرا کي بنهه عجيب وغريب بنائي ٿي وجهي، ۽ ان جي مشڪلات کي صاف ۽ چٽو ڪري آڏيو اڳيان ٿي بيهاري؛ حساب ڪتاب رکڻ وارو ان جي "ڪاڙو" نشانين جي وڏي تعداد کي هڪ قسم جي ڳاڙهيءَ مس ۾ لکي ٿو، جنهن مس کي فاقه ڪشي ڳاڙيو بنهه پاڻيءَ جي صورت ۾ آڻيو ڇڏي، ۽ ان جو رنگ بدلائي پيلو ڪيو ڇڏي، ايتريقدر جو اڇڪلهه اها مرڳوئي اهڙي مس بنجي چڪي آهي، جو پوري نظر ۾ ڪانه ٿي اچي سگهي.

٢٣٧. هيءَ متاسفا جي سائنس يا "نفعه گير سائنس"- جيئن مون پڌو آهي ته اهو ان جو نالو تجويز ڪيو ويو آهي- جيڪڏهن نفعه گيريءَ جي خيال کان ان کي ڏٺو وڃي، ته اها هڪ بلڪل بيڪار ۽ غلط سائنس ڏسڻ ۾ ايندي، پر جيڪڏهن ان کي "حاصلات جي سائنس" طور ڏٺو وڃي، ته اها هڪ عجيب سائنس آهي، جيڪا ٻيءَ هرڪنهن چاتل سچاتل سائنس کان اصول توڙي مواد ۾ صريحاً مختلف آهي.

٢٣٨. مثال طور: جيڪڏهن آءٌ هڪ جهنگلي ماڻهوءَ کي سئي ڏيئي، ان جي عوض هن کان هيرو وٺي

سگهان ٿو، تہ آها منهنجي انهيءَ عمل جي طاقت تي منحصر آهي يورپ جي سماجي حالتن کان ان جهنگليءَ جي جهالت تي، يا هين ڳالهہ تي تہ هو آنهن حالتن مان فائدي وٺڻ جي طاقت نٿو رکي، ورنہ ظاهر آهي تہ اهو ڪنهن بہ ٻئي ماڻهوءَ کي اهو هيرو وڪڻي، ڪانئس وڌيڪ شيون وٺي سگهيو ٿي. تنهن ڪان بہ وڌيڪ، جيڪڏهن آءٌ هيءُ سودو هرممڪن حد تائين خالص پنهنجي حق ۾ ڪرڻ گهران ٿو ۽ ان جهنگليءَ کي عوض ۾ سئي بہ بنا پاڪي واري ٿو ڏيان (۽ ائين آءٌ هن نفعہ گير سائنس جي دستور جي گويا مڪمل پيروي ڪريان ٿو)، تہ اهو سمورو مفت جو يا هڪ طرفو سودو، جو مون ڪيو، تنهن جو دارومدار ان ماڻهوءَ جي جهالت، مجبوريءَ يا بي توجهيءَ تي آهي. انهن ڳالهين کي ختم ڪريو، تہ هيءَ مفت جي نفعہ خوري هڪدم ناممڪن بنجي وڃي.

٢٣٩. تنهنڪري جيتريقدر مٿاسٽا جي سائنس فقط هڪڙيءَ ڌر جي سهوليت يا نفعہ گيريءَ سان واسطو رکي ٿي، تہ ان حالت ۾ ان جو دارومدار فقط سامهونءَ واريءَ ڌر جي جهالت يا بيوسيءَ تي رهي ٿو. جتي اهي شيون عدم موجود آهن، آتي هيءَ نفعہ گيري بہ عدم موجود آهي. تنهنڪري چئبو تہ اها سائنس يا اهو علم بي علميءَ ۽ جهالت تي ۽ اهو هنر بي هنريءَ تي بيٺل آهي. پر هن سائنس کان سواءِ ٻين سڀني سائنسن يا علمن ۽ هنرن جو مقصد سندن ضد يعني

جهالت ۽ بي هنريءَ کي دور ڪرڻ جو آهي. سيني علمن مان فقط اهو ئي علم آهي، جو لازمي طرح ۽ هرممڪن طريقي سان پنهنجي ضد يعني جهل کي ترقي وٺائي ٿو ۽ ان جي تبليغ ڪري ٿو، ٻيءَ حالت ۾ انهيءَ علم يا انهيءَ سائنس جو وجود ئي ناممڪن آهي.

٢٤٠. تنهنڪري، پنهنجي خاص انداز ۾ اِهائي ۽ فقط اِهائي سائنس آهي، جا تاريڪيءَ ۽ جهل جي سائنس آهي، غالباً اها هڪڙي بداصل سائنس آهي- بهرحال اِها الاهي علمن جي نسل مان نہ آهي، اِها ڪنهن ٻئي ٻيءَ (٨٤) جي پيدائس آهي-اهو ٻيءَ، جيڪو پنهنجي پٽن کي اها تلقين ڪري ٿو تہ هو پٿرن کي بدلائي روٽي بنائين، پر پاڻ روٽيءَ کي بدلائي پٿرن بنائڻ ۾ مصروف آهي، ۽ جنهن کان جيڪڏهن مڇيءَ جي طلب ڪئي وڃي (سندس جاگير ۾ سڀ، جا پيدائي ڪانہ ٿي ٿئي!)، تہ هو گهلي نانگ ڪٺي هٿن ۾ ڏيئي سگهي ٿو.

٢٤١. مطلب تہ منصفانہ يا اقتصادي مٽاسٽا جو عام قانون صرف هيءُ آهي تہ مٽاسٽا ڪندڙ ٻنهي ڌرين کي سهولت حاصل ٿيڻ گهرجي (يا جيڪڏهن فقط هڪڙيءَ ڌر کي سهولت حاصل ٿئي تہ گهٽ ۾ گهٽ ٻيءَ ڌر کي ضرر نہ رسي)، ۽ اهو ماڻهو جو وچوارو ٿي ڪم ڪري (جيڪو عام طرح "واپاري" سڏجي ٿو)، تنهن کي اهڙي سودي کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ سندس

وقت، فهم ۽ محنت جو مناسب معاوضو ادا ٿئي. ۽ سودي ۾ پنهي ڌرين کي جيڪا به سهولت پهچڻ واري هجي ۽ وچواري ماڻهوءَ کي جو ڪجهه معاوضو ادا ڏيڻو هجي، تنهن ڪان سيئي ڌريون پوريءَ طور باخبر هجن. انهيءَ ۾ لڪ لڪوٽيءَ جهي هر ڪوشش جو مطلب هيءَ ٿيندو ته ان ۾ سنصفانه مقاصد جهي سائنس جي نه پر ان جهي مخالف سائنس، يا غير الاهي سائنس، جهي ڪنهن عمل جو دخل آهي. انهيءَ ئي سلسلي ۾ هُن يهودي واپاريءَ جو پيو مقولو آهي ته "جيئن ڪوڪو ٻن پٿرن جي سنڌن ۾ سخت ڪُپي بيهي ٿو، تيئن ئي گناهه خريداري ۽ وڪري (٨٥) جي وچ ۾ ڪتل ٿو رهي."

٢٤٢. ماڻهن جي باهمي ڏي وٺ جي سرشتي جهي سلسلي ۾، پٿرن يا ڪاٺ ۾ ڪوڪي جي رِوڪَ ٿي وڃڻ جهڙي هيءَ مخصوص ڳالهه وري پيهر انهيءَ گهر جي مثال ۾ آندي ويئي آهي، جيڪو پنهنجن سمورن "پٿرن ۽ ڪاٺ" سميت نيٺ برباد ٿي ويو، جڏهن زڪريا جي 'صحيفي' جو (٨٦)، جنهن مان مراد غالباً "تيز ۽ وريل تلوار" آهي ان تي ڀرپور وار ٿيو: "هيءُ ئي عذاب آهي، جيڪو سڄيءَ ڌرتيءَ تي هر انهيءَ شخص تي نازل ٿئي ٿو، جيڪو چوري ڪري ٿو ۽ پاڻ کي بيگناهه ٿو چوائي"؛ جنهن ڪان هڪدم پوءِ انهيءَ عظيم ماڻ جو ذڪر آيل آهي- آهو ماڻ، جيڪو "سڄيءَ ڌرتيءَ تي انهن جي سڃاڻپ لاءِ آهي، جيڪي بي انصاف آهن،" يعني هيءُ ته سندن سر تي هڪڙي

پيتي ڏريل آهي، جيڪا شيهي جي چپ سان ڍڪيل آهي، ۽ منجهس هڪڙي ڏائڻ ويٺي آهي، جيڪا پاپ جو مجسمو آهي؛ آهو پاپ، جيڪو سدائين موکائپ جي غلاف ۾ ويڙهيل رهي ٿو، ۽ جنهن جو ظاهري روپ سدائين دنيا ۾ ظلم ۽ تشدد جي صورت ۾ قائم آهي. ”آهائي (پاپ جي) پيتي، بابل جي سرزمين ۾، سنديس پوريءَ جاءِ تي آڻي، رکي ويندي.“*

٢٤٣. هيستائين، مئاسمٿا بابت ڳالهائيندي، مون ڪوشش ڪري لفظ ”سهولت“ کي ئي پٺي استعمال ڪيو آهي؛ پر ان لفظ ۾ ٻه خيال سمايل آهن: جنهن جي اسان کي ’گهرج‘ آهي، انهيءَ جي حاصل ٿيڻ جي سهولت، ۽ جيڪي اسين ’طلبيون ٿا‘، ان جي حاصل ٿيڻ جي سهولت. دنيا ۾ جيڪي به طلبون ڪيون وڃن ٿيون، تن جون ٽي پاڱي چار طلبون رومانوي انداز جون آهن، جيڪي ڏورانهن خوابن، آدرشن، اميدن ۽ رغبتن تي مبني آهن؛ کيسي جي خرچ جو ضابطو دراصل پنهنجي دل ۽ پنهنجن خيالن جي ئي ضابطي جو پيو نالو آهي.

٢٤٤. تنهنڪري ’قيمت‘ جي صحيح تشريح هڪ انتهائي مابعدالطبيعاتي ۽ نفسياتي مسئلو آهي؛ جنهن جو حل ڪڏهن فقط اهڙي جذباتي نموني ۾ ٿي سگهي ٿو، جهڙي نموني حضرت دائود، بيٿلهم جي دروازي

* زڪريا ٥، ١١. هن سلسلي ۾ فقري ٢٦٤ جو حاشيو ڏسو.

واري ڪوهه جهڙي پاڻيءَ جي قيمت ڪيتري هئي (٨٧)؟ ۽ اُن جا اولين شرط هي آهن: هر شيءِ جي قيمت ان جي چاهنا رکندڙ شخص جهڙي محنت جهڙي مقدار جهڙي برابر آهي، جيڪا اهو شخص ان شيءِ کي پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ لاءِ صرف ڪري ٿو.

٢٣٥. انهيءَ قيمت جو دارو مدار چئن گهٽ وڌ ٿيندڙ مقدارن تي آهي. **الف.** خواهش جو اهو مقدار، جو خريد ڪندڙ کي ڪنهن شيءِ لاءِ دل ۾ هجي، بالمقابل الف. خواهش جي انهيءَ مقدار جي، جو وڪڻندڙ جي دل ۾ ان شيءِ کي پاڻ وٽ جهلڻ لاءِ هجي. **ب.** محنت جو اهو مقدار، جو خريد ڪندڙ ڪنهن شيءِ کي حاصل ڪرڻ لاءِ خرچ ڪري سگهي؛ بالمقابل ب. محنت جي انهيءَ مقدار جي، جو وڪڻندڙ ڪنهن شيءِ کي پاڻ وٽ جهلڻ واسطي قربان ڪري سگهي. هي مقدار فقط تڏهن پنهنجو اثر ڏيکارين ٿا، جڏهن آهي واڌو آهن؛ يعني (**الف**) خواهش جي مقدار جو مطلب آهي ته آهو ڪنهن خاص شيءِ جي لاءِ، ٻين شين جي مقابلي ۾، واڌو آهي؛ ۽ (**ب**) محنت جي مقدار جو مطلب آهي؛ ته آهو ٻين شين جي مقابلي ۾ ڪنهن خاص شيءِ واسطي وڌيڪ آسانيءَ سان خرچ ڪري سگهجي ٿو.

٢٣٦. انهيءَ ڪري، قيمت جا مظهر نهايت پيچيدا، عجيب ۽ دلچسپ آهن—اهي بهرحال ايترا ته پيچيدا

آهن، جو هن منزل تي اهي تپاسجي نٿا سگهن، انهن مان جيڪڏهن ڪنهن به مظهر جيي ان جي بنياد تائين نشان پيمائي ڪبي، ته ڏسڻ ۾ ايندو ته آخرڪار ان ۾ "اڻ هوند وارن جي گهرج" هڪ لازمي جزي طور ڪارفرما نظر ايندي. "جيڪڏهن تون ٺيڪ (ضروري) ٿو سمجهين، ته مون کي منهنجي قيمت ڏي، ورنه صبر ڪر" - زڪريا ١١، ١٢. پر جيئن ته هر شيءِ جي قيمت آخري صورت ۾ محنت ۽ پورهئي جي ماڻ ۾ ئي ڪٿي آهي، تنهنڪري اهو ضروري آهي ته انهيءَ ماڻ جي نوعيت جي توصيف ڪئي وڃي.

٢٤٧. محنت دراصل "مخالف قوت سان انساني زندگيءَ جي مقابلي" جو ٻيو نالو آهي، لفظ "زندگيءَ" ۾ انسان جو ذهن، روح ۽ جسماني طاقت اچي وڃن ٿا، جيڪي مسئلن، مشڪلاتن، آزمائشن، يا مادي قوت سان مقابلي ۾ مصروف آهي.

٢٤٨. جيتريقدر محنت ۽ زندگيءَ جا ٽيئي ذڪر ڪيل عنصر گهٽ يا وڌ شامل آهن، اوتريقدر ئي محنت ادنيٰ يا اعليٰ درجي جي شمار ٿئي ٿي؛ ۽ هرقسم جي اعليٰ محنت ۾ ايتريقدر ذهن ۽ جذبو شامل رهن ٿا، جيتريقدر آهي ٽئين عنصر، يعني جسماني طاقت، کان پوريءَ طور ۽ خوشگوار طريقي سان ڪم وٺي سگهن.

٢٤٩. جيئن سون ۽ چانديءَ جي معيار جو ذڪر ڪيو ويندو آهي، تيئن محنت جي قدر ۽ قيمت جي

ذڪر ڪرڻ وقت، ضروري آهي تہ هميشه ان جي درجي ۽ ڪيفيت کي سمجهيو وڃي. ادنيٰ (يعني، ناتجربيڪاريءَ ۽ بي سمجهيءَ واريءَ) محنت جو ڪڏهن بہ قدر ٿي نٿو سگهي، آها انهيءَ سون وانگر آهي، جيڪو خالص نہ آهي، يا جنهن ۾ لوهہ جي ملاوٽ موجود آهي.*

*محنت جا صريحاً اعليٰ قسم جي آهي؛ يا ائين چئجي تہ اثرائتي، يا قابلڪار آهي، تنهن کي يونانين "وزنائتي" محنت سڏيو، جنهن لفظ جو ترجمو اڪثر "لائق" ڪيو ويو آهي، ۽ چاڪاڻ تہ اها وزندارءَ حقيقي هئي، تنهنڪري هنن ان جي قيمت کي "مانَ وارو تخمينو" يا "معزز محنتائو" سڏيو: هيءُ لفظ انهيءَ تصور تي مبني آهي تہ محنت هڪ اهڙي حقيقي شيءِ آهي، جنهن کي پاڪ يا خدائي شيءِ ڪري سگهجي ٿو، ۽ جنهن جو درجو يا منزل ايتري تہ مانَ لائق آهي، جو اها عزت فقط ديوتائن کي جڳائي؛ مگر ڪوڙي محنت يا آها محنت، جيڪا زندگيءَ کان دور وني ٿي وڃي، تنهن جي قيمت عزت نہ پر انتقام هو، جنهن لاءِ انهن هڪ ٻيو لفظ مقرر ڪيو؛ جنهن 'قيمت' جي وصول ڪرڻ جو ڪم هنن هڪ مخصوص ديوي جي سپرد سمجهيو، جنهن جو نالو (٨٨) "تيسيفون" هو ۽ جنهن کي "موت جي ليکي چڪائيندڙ (حساب وٺندڙ)" ديوي تصور ڪندا هئا؛ ان ديويءَ بابت هو ائين سمجهندا هئا تہ هوءَ رياضيءَ جي علم ۾ ماهر هئي ۽ پنهنجي ڪاروبار ۾ ڏاڍي پختي ۽ سخت هئي؛ هن ئي ديويءَ سان ڏسجي ٿو تہ اڄوڪي زماني ۾ بہ ماڻهن پنهنجا پختا ڪاروباري ناتا رکيا آهن ۽ کاتا ڪرڙا کوليا آهن.

۲۵۰. جيڪڏهن محنت جو قسم ۽ خاصيت ساڳيا آهن، ته ان جو قدر، پين قدر پرين شين وانگر، ساڳيو رهندو ۽ ان ۾ ڪابه ڦيرگهير ڪانه ايندي. پر ان جو مقدار جيڪو پين شين لاءِ ڏين ضروري آهي، سو ڦرندڙ گهرندڙ آهي: ۽ انهيءَ ڦيرڦار جي تخميني ڪرڻ ۾، پين شين جي قيمت هميشه محنت جي مقدار مطابق شمار ڪرڻ گهرجي، ۽ نه ائين ته محنت جي قيمت پين شين جي مقدار مطابق شمار ڪجي.

۲۵۱. مثال طور، جيڪڏهن اسان صوف جو پوٽو پٿريليءَ زمين تي پوکڻ چاهينداسون ته اهو پن ڪلاڪن جو پورهيو کائي ويندو، ۽ جيڪڏهن نرم زمين ۾، ته شايد رڳو اڌ ڪلاڪ کائي. سمجهو ته پنهي حالتن ۾ زمين هڪجهڙي پلي آهي. انهيءَ حالت ۾ پن ڪلاڪن جي محنت سان پوکيل پوٽي جو قدر ڪنهن به حالت ۾ اڌ ڪلاڪ جي محنت سان پوکيل پوٽي جي قدر کان وڌيڪ نه آهي. هڪڙو انهن مان پئي کان وڌيڪ ميوو ڪونه جهليندو. ساڳئي وقت، ائين به آهي ته ڪم جو هڪڙو اڌ ڪلاڪ اوتري ئي قدر جو حامل آهي جيتري جو پيو اڌ ڪلاڪ؛ بهرحال هڪڙي پوٽي پوکڻ ۾ چار اهڙا اڌ ڪلاڪ ورتا، ۽ پئي فقط هڪڙو.

۲۵۲. هاڻي، هن صورتحال جو صحيح بيان هيءَ نه آهي ته محنت جيڪا سخت زمين تي ڪئي ويئي، سا نرم زمين واريءَ محنت کان وڌيڪ سستي آهي؛

پر هيءَ آهي تہ سخت زمين ۾ پوکيل وڻ جي قيمت وڏيڪ مهانگي آهي. اِن حالت ۾، مٿاسٽا جو قدر، اُڀِتي هلي، ممڪن آهي تہ اِنهيءَ حقيقت تي مدار رکي يا نہ بہ رکي. جيڪڏهن پين ماڻهن کي پوکڻ واسطي ڪافي نرم زمين موجود آهي تہ هو جڏهن اسان جي پٿريلي زمين واري پوٽي جي قيمت آڇيندا، تہ ڪنهن بہ حالت ۾ هو اسان جي پڻ ڪلاڪن واري پورهئي جو ويچار ڪو نہ ڪندا. جيڪڏهن هن نباتاتي سائنس جهي چاڻ جي ڪوتاهيءَ ڪري اسان صوف جي بدران "آپاس" جو وڻ (۸۹) پوکي وڌو آهي، تہ پوءِ اسان جي مٿا سٽا جو قدر منفي مقدار ۾ بدلجي ويندو، ۽ خرچ ڪيل محنت جي مناسبت ۾ اجا بہ گهڻ وچي بيهندو.

۲۰۳. تنهنڪري، جنهن کي عام طرح 'محنت جي سستائي' سڏيو وڃي ٿو، تنهن جي درحقيقت هيءَ معنيٰ آهي تہ اُن کي ڪيترين ئي مشڪلاتن ۽ رڪاوٽن تي قبضو ڪرڻو پوي ٿو، جنهنڪري مختصر نتيجي يا ٿورڙي ڦل پيدا ڪرڻ لاءِ گهڻي محنت ڪرڻي ٿي پوي. پر انهيءَ کي ڪڏهن بہ محنت جي سستائي سڏڻ نہ گهرجي، مگر اُن کي انهيءَ شيءِ جي مهانگائي سڏڻ گهرجي، جنهن جي پيداوار تي آها محنت ڪئي ويئي آهي. اِن سلسلي ۾، هيءَ چوڻ بہ ايترو ئي معقول ٿيندو تہ 'گهمڻ سستو آهي، ڇاڪاڻ تہ مانيءَ کائڻ واسطي اسان کي ڏهہ ميل پنڌ ڪري گهر وڃڻو

هوي ٿو'، جيترو هيءُ چوڻ تہ 'محنت سستي آهي، چاڪاڻ تہ اسان کي ان مانيءَ جي ڪمائڻ لاءِ ڏهن ڪلاڪن جو ڪم ڪرڻو ٿو پوي.'

٢٠٤. هاڻي، اسان کي آخر ۾ 'پيداوار' لفظ جي توصيف ڪرڻي آهي.

٢٠٥. مون هن ڪان اڳ هر ڪنهن قسم جي محنت کي "نفعي بخش محنت" ڪري بيان ڪيو آهي؛ چاڪاڻ تہ هڪڙي موضوع هيٺ محنت جي ڪيفيت يا قدر، ۽ ان جي مقصد تي گڏي ويچار ڪرڻ ناممڪن آهي. پر اعليٰ ڪيفيت جي محنت پنهنجي مقصد ۾ مختلف ٿي سگهي ٿي. اها تعميري ("ٺاهيندڙ"- لفظ "عمارت" مان) ٿي سگهي ٿي، جيئن زراعت؛ بي معنيٰ ۽ ناڪام ٿي سگهي ٿي، جيئن جواهر تراشي؛ يا تخريبي ("ڊاهيندڙ"- لفظ "خراب" مان) بہ ٿي سگهي ٿي، جيئن جنگ. البت محنت، جا ظاهري طرح بي معنيٰ ۽ ناڪام نظر اچي ٿي، ان کي واقعي ائين ثابت ڪرڻ هر حالت ۾ آسان نہ آهي*. بهرحال عام طرح ان لاءِ قاعدو هيءُ آهي:

*واقعي ناڪام ۾ ناڪام پورهيو اهو آهي، جنهن سان مقصد پورو نہ ٿئي، ۽ مقصد پوري ڪرڻ لاءِ وري پيهر محنت ڪرڻ جي ضرورت باقي رهي. ۽ پڻ اها محنت ناڪام آهي، جنهن جي ناڪامي عدم تعاون ڪري واقع ٿئي ٿي. "بيلزونا" (٩٠) جي پرسان هڪڙي ننيڊڙي ڳوٺ جي پادريءَ، جنهن وٽ (ڏسو حاشيو صفحو ١٩٣)

”آهو، جيڪو جوڙي نٿو، سو ڊاهي ٿو“: اهڙيءَ طرح جوهريءَ جو فن غالباً ڏاڍو نقصانڪار آهي، انهيءَ لاءِ جو اهو ڪنجوسيءَ ۽ فضول آيمان ۽ وڏائيءَ ڪيئي پاري ٿو.

٢٥٦. چنانچه، آخر ۾، منهنجو اعتقاد هي آهي ته هر قسم جي محنت کي ٻن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: اثباتي محنت، يعني، آها جا زندگي بخش آهي، ۽ منفي محنت، جا آخر موت آڻي ٿي. سڀ کان منفي محنت مارڻ يا قتل ڪرڻ آهي، ۽ سڀ کان اثباتي محنت ٻار ڄڻڻ ۽ سندن پرورش ڪرڻ آهي- انهيءَ ڪري اُئين جيئن ته ڪاهليءَ جي نفيءَ پاسي جيترو قتل نفرت جي قابل آهي، بلڪل اوترو ڪاهليءَ جي اثباتي پاسي، اولاد جي پرورش تعريف لائق آهي.

---

(آندل صفحي ١٩٢ تان)

مون انهيءَ ڳالهه تي حيرت جو اظهار ڪيو ته اتان جي هارين ڪيئن ٽيسينو نديءَ کي چڙهي تي ڏنو ته سيلاب ۾ سندن فصل کي ٻوڙيندي رهي، مون کي جواب مليو ته هو هڪڙي مضبوط ۽ اتانهين بند ٻڌڻ لاءِ پاڻ ۾ متفق نٿا ٿين، جو منجهانئن هر هڪ ائين ٿو چوي ته ”اهو بند ته جيترو مون لاءِ ڪارائتو ٿيندو، اوترو منهنجي سيني پاڙيسرين لاءِ به ٿيندو!“ تنهنڪري هر هڪ هاريءَ هڪڙو ننڍڙو ٽڪر بند جو پنهنجي ٻنيءَ جي چوڌاري ٿي ٻڌو، ۽ جيئن ئي ٽسينو ۾ پاڻيءَ جو زور وڌيو ٿي، تيئن آهو آنهن بندڙن کي ڀاري تي ويو ۽ سيني جا فصل ٻوڙي ناس ڪري ٿي ڇڏيائين.

٢٥٧. انهيءَ ئي سبب ڪري، ۽ پڻ جيڪو شرف اولاد جي پـروش* ۾ آهي، انهيءَ ڪارڻ، جتي عورت کي تمثيل طور 'انگور جي ول' (مسرت آڻڻ لاءِ) (٩١) سڏيو ويو آهي، آتي پارن کي فخر ۽ ثنا خاطر 'زيتون جي ٽاري' سڏيو ويو آهي؛ نه رڳو فخر ۽ ثنا خاطر، پر امن خاطر (ڇاڪاڻ تہ وسيع ڪٽنب فقط امن جي وقت ۾ پرورش پائي سگهن ٿا)؛ جيتوڻيڪ هو، ڇاڪاڻ تہ هو سيني طرفين پـکڙندي ۽ هلندي ڦرندي

* غور ڪريو تہ آءٌ "ڄڻڻ" ڪونہ ٿو چوان، پر "پرورش" ٿو چوان. زياده تعريف لائق جيڪا موسم آهي، سا ميوي ڏيڻ واري موسم آهي؛ نہ ٻج ڄڻڻ واري، نہ پوکڻ واري. اِها هڪڙي عجيب ڳالهہ آهي تہ ماڻهو هميشه اهڙي ماڻهوءَ جي وڏي اتساهڪ انداز ۾ ساراهہ ڪندا آهن، جنهن محض توريءَ ڪوشش سان ڪنهن جي 'حياتي بچائي هجي'؛ پر انهيءَ ماڻهوءَ جي ساراهہ ڪرڻ ۾ ڏاڍي پس و پيش ڪندا آهن، جو سالن جا سال محنت ۽ ايثار سان 'زندگي پيدا ٿو ڪري'. اسين حياتي بچائڻ واسطي تمغا ڏيون ٿا؛ چو نہ اهي زندگيءَ پيدا ڪرڻ لاءِ بہ ڏيون! "زندگيءَ جي پيدا ڪرڻ" مان منهنجي مراد روحاني توڙي جسماني طور مڪمل زندگيءَ جو پيدا ڪرڻ آهي. تحقيق انگلنڊ وٽ هنن ٻنهي اعليٰ ڪارنامن جي قدر افزائيءَ لاءِ تمغن جو ڪو قحط ڪونہ اچي پيو آهي!

طاقت هٿ ڪندا ۽ پڪڙيندا رهن ٿا، تنهنڪري هو ملڪ لاءِ اها طاقت آهن، جيئن ڪنهن ديوجي هٿ ۾ تير، جيڪي هو هيڏانهن ۽ هوڏانهن، پري ۽ تيئن پري، زور سان اڇلائيندو رهندو هجي.

٢٥٨. چنانچه، محنت چاڪاڻ ته پنهنجن نتيجن ۾ ايڏي گوناگون آهي، تنهنڪري ڪنهن قوم جي خوشحالي بلڪل اوتري ئي ممڪن آهي، جيتري مقدار يا اندازجي محنت هوءَ زندگيءَ جي ذريعن جي حاصل ڪرڻ ۽ استعمال ڪرڻ تي خرچ ڪري ٿي. غور ڪريو- آءٌ چوان ٿو 'حاصل ڪرڻ تي ۽ استعمال ڪرڻ تي'، تنهن جي معنيٰ هيءَ ٿي ته نه فقط عقلمنديءَ سان پيدا ڪرڻ تي، پر عقلمنديءَ سان پيداوار ڪي تقسيم ڪرڻ ۽ خرچ ڪرڻ تي. سياسي اقتصاديات جا ماهر اڪثر ائين ظاهر ڪندا آهن، ڄڻ ته مطلق کپت* ۾ ڪا به ڀلائي ڪانهي. نه فقط هيءَ حقيقت نه آهي، پر برعڪس ان جي مطلق کپت، ۾ ئي پيداوار جي تڪميل ۽ انتهائي مقصديت آهي؛ ۽ عقلمندانه کپت عقلمندانه پيداوار کان گهڻو گهڻو مشڪل فن آهي. ويهه ماڻهو پئسا ڪمائي سگهن ٿا، جن ڪي هڪڙو ماڻهو کپائي سگهي ٿو؛

* جڏهن مسٽر مل فائديمند يا سودمند کپت جو بيان ٿو ڪري، تڏهن ان مان هن جي مراد فقط اهڙي کپت آهي، جنهن مان سرمايو يا مادي دولت پيدا ٿئي. ڏسو 4. iii .1 ۽ 5. iii .1.

فرد يا قوم لاءِ اهم مسئلو اهو نہ آهي تہ ”اهي ڪيترو ڪمائين ٿا“، پر اهو آهي تہ ”هو ڪهڙي مقصد سان خرچ ڪن ٿا.“

٢٥٩. پڙهندڙ کي شايد عجب لڳو هوندو تہ مون هيستائين ”سرمايي“ ۽ ان جي ڪارج ڏانهن صرف ڪي معمولي اشارا پئي ڪيا آهن. هتي هاڻي، ان جي توصيف ڪرڻ موقعي واري ٿيندي.

٢٦٠. سرمايي مان مراد آهي ”بنياد، سرچشمو، يا مکيہ مواد“- هي اهو مواد آهي، جنهن مان ڪو پيو نکرندڙ يا ثانوي سامان پيدا ڪيو وڃي. اهو حقيقي سرمايو فقط تڏهن آهي، جڏهن اهو پنهنجي پاڻ کان ڪي ڪجهہ مختلف صورت ۾ پيدا ڪندو رهي. سرمايو اها پاڙ آهي، جا تيستائين ڪنهن بہ اصلي ڪم ۾ مصروف نٿي ٿي، جيستائين پاڙ کان علاوه ٻي ڪا شيءِ پيدا نہ ڪري؛ يعني ٻُل“. اهو ٻُل ڪجهہ وقت کان پوءِ وري پاڙون پيدا ڪندو؛ تنهنڪري سڀ جاندار سرمايو آخرڪار نئون سرمايو وجود ۾ آڻي ٿو؛ پر اهو سرمايو، جو محض سرمايو پيدا ڪري ٿو، سو اُن پاڙ مثال آهي، جا محض پاڙ پيدا ڪري ٿي؛ ان ڍِڍي مثال آهي، جيڪو ڍِڍوئي پيدا ڪري ٿو ۽ سنگ نٿو پيدا ڪري؛ ۽ ان ٻج مثال آهي، جيڪو ٻج ئي پيدا ڪري ٿو ۽ روٽي پيدا نٿو ڪري.

٢٦١. يورپ جي سياسي اقتصاديات هن کان اڳ پنهنجو ڌيان فقط ڍِڍن کي وڌائڻ، يا (ان کان بہ

گهٽ) رکو انهن جي جمع ڪرڻ تي پئي ڏنو آهي. ان جي ڪڏهن به سنگ تي نظر نه پئي آهي ۽ نه وري ان جي تصور ۾ ئي آهو ڪڏهن آيو آهي. رکو اهي اپاريل ڏڍا آهن، جي شيشي جي بلبن يا "شهزادي ريوپرٽ جي ڦڙن" (۹۲) جي صورت ۾ نيٺ پڙي آنو ٿي وڃن ٿا (اِها به غنيمت آهي ته آهي شيشي جو اٽو ٿين ٿا ۽ نه باروت جو اٽو). جمع ڪرڻ جي قاعدن جي توصيف ڪندي، اقتصاد ياتي ماهرن جي سامهون ان کان سواءِ پيو ڪو مطلب يا مقصد شايد ئي ڪو هو. هاڻي اسان انهن جمع ڪرڻ جي قاعدن کي وڌيڪ واضح نموني ۾ جانچينداسين.

۲۶۲. بهترين ۽ سادي ۾ ساد و عام قسم جو سرمايو هرَ جي سٺي گهڙيل چوني آهي. هاڻي، جيڪڏهن چوني پيو ڪجهه نه ڪري پر سؤ پيريءَ وانگر پنهنجي پاڻ مان رکو پيون چونيون پيئي ڪڍي، ته آها سؤ پيرڙي چوني ڪٽي ڪيترو به تڙڪي ۽ پيئي چمڪي ۽ تجلا ڏئي، پر ظاهر آهي ته سمجهبو ائين ئي ته پنهنجي سرمايي جو ڪارج ان وڃائي ڇڏيو آهي. آها حقيقي سرمايو فقط تڏهن آهي، جڏهن آها ٻنيءَ جي اوڙين ۾ وهندي، اڪيلي ئي اڪيلي ۽ چمڪندي ۽ ڇهڪندي رهي؛ نه فقط ايترو، پر تڏهن جڏهن آها، هڪ هنڌ ويهي وڏڻ ۽ ويجهڙ بدران، پاڻ اوڙين ۾ پنهنجيءَ شانائتيءَ گاٽ پيٽ ۾ اڳي کان سُسندي ۽ گهٽجندي رهي.

٢٦٣. تنهنڪري، حقيقي سوال، هر سرمايدار ۽ هر قوم لاءِ، اِهو نہ آهي تہ ”توهان ڪيترا هڙَ آهن؟“ پر هيءُ آهي تہ ”تنهنجي ڪيڙيل ڪٿي ڪٿي آهي؟“- اِهو نہ آهي تہ ”هيءُ يا هو سرمايو ڪيترو جلد وڏي پيٽو، ڇڙٽو يا ڏهوٽو ٿيندو؟“ پر هي آهي تہ ائين وڌندي آهو ڪهڙو ڪارج سرانجام ٿو ڏئي؟ ڪهڙو مواد ٿو آهو مهيا ڪري- زندگيءَ لاءِ مفيد؟ ڪهڙي ڪم جي تعمير ٿو ڪري- زندگيءَ جي حفاظت جي؟ جيڪڏهن اهڙو ڪو ڪم اهو ڪونہ ٿو ڪري تہ پوءِ ان جو پنهنجي پاڻ کی وڌائي پيٽو ڇڙٽو ڪرڻ بيسود آهي، جيڪڏهن ڪجھ نہ ڪرڻ کان بہ بدتر ہي ڪا چيز ٿو ڪري (چاڪاڻ تہ سرمايو زندگيءَ لاءِ سهارو بہ ٿي سگهي ٿو، ۽ ان لاءِ آزار بہ بنجي ٿو سگهي)، تہ پوءِ اهو بيسود کان بہ بدتر آهي.

٢٦٤. ڪنهن بہ صورت ۾، بهرحال، آن کي نفعو نڙو سڏي سگهجي، جيئن قديم ماڻهن صحيح طور ڏٺو ۽ سمجهيو، ۽ ”اِگزين“ (٩٣) جي مثال ثابت ڪري ڏيکاريو، ڇاڪاڻ تہ سرمايو دولت جو منڊي- سائو منڊي- يا سرچشمو آهي، جيئن ڪکر بارش جو سائو منڊي آهن: پر جيڪڏهن جيئن ڪکر پاڻيءَ کان خالي هجن، ۽ پاڻ مان فقط جيئن پوءِ تيئن وڌيڪ ڪکر پيدا ڪندا رهن، تہ آن حالت ۾ آهي بارش بدران گجگوڙ جو غصو ۽ آباديءَ جي بدران بربادي‌ءَ جي وڄ بنجي نڪرندا ۽ مٿي چڙهندا، چنانچہ، ”اِگزين“ متعلق چيو ويو

آهي ته پهريائين آن پنهنجي مجلس ۾ مهمانن کي دعوت ڏيئي گهرايو، ۽ پوءِ آنهن کي جهلي هڪ باهه سان پريل کڏ (کوري) ۾ وجهائي چڙيائين، ۽ اِهوئي شاهوڪاريءَ جي حرص جو مثال آهي، جو نيٺ چؤڦيرو عذاب بنجي ظاهر ٿئي ٿو- جنهن کي ئي تتل کوري (يا ڊيماس جي چانديءَ جي کاڻ) (٩٤) جو عذاب ٿو سڏجي، ان کان پوءِ، ڪيئن شاهوڪاريءَ جو ڪروڌ پريو حرص عيش جي هوَس کان وڌي طاقت جي هوَس جي صورت اختيار ڪري ٿو- طاقت ۾ آها جنهن کي پوريءَ ريت سمجهيوئي ڪونه ٿو وڃي- تنهن جي مثال ڏيڻ خاطر، ”اِگزين“ متعلق چيو ويو آهي ته هُن ”جُون“ (٩٥) ۾ متدي نظر وڌي ۽ ان کي حاصل ڪرڻ جي سڌ ڪئي، پر بجاءِ ”جُون“ جي هُن وڃي دونهين (شرير جسم) کي ڀڪ وڌو، جنهن مان هن کي اڌ انسان ۽ اڌ حيوان جهڙا ٻچا پيدا ٿيا، ساڳيءَ طرح محض دولت جي طاقت پڻ آهڙي ئي هڪ پاچولي جي ڀڪ برابر آهي، جنهن ڀڪ ۾ ڪا به فرحت ڪانهي، ڪا به خوشي ڪانهي (جيئن اِنجيل ۾ ۾ آهي ته 'ايفريم' هوا کائي ٿو ۽ هوا جي پٺيان پڄندو رهي ٿو"، يا ”چا، تون آنهيءَ ڏانهن ڏسندو رهندين، جيڪا موجودئي ڪانهي؟ چاڪاڻ ته دولت کي ته کنبي آهن!“- مثال III × ٥٠ × ، ۽ جيئن ”ڊانٽي“ جو پيش ڪيل ”گيريانَ“ (٩٦) هيڄي مڪار جو هڪ مثال آهي، جيڪو جيئن مٿي اڏامندو ٿي ويو، تيئن

پنهنجي سڙندڙ چنبن ۾ ٿلهي هوا جهٽيندو ٿي ويو*)، پر جنهن جي اولاد جي سرشت اڌ انساني ۽ اڌ حيواني آهي: عقل جي موجود هئڻ سبب انساني- جيئن هو پنهنجي تير سان گڏ پنهنجو ذهن استعمال ڪري ٿو، ۽ بدني بناوت ۽ تيز ڪُرن جي موجود هئڻ سبب حيواني- جن سان هو هر شيءِ کي هڙپ ڪندو ۽ چٽيندو رهي ٿو.

٢٦٥. جنهن گناهه جي عيوض "اِگزين" ڪي آخرڪار هڪ ڇهنبياري ۽ پرندڙ ڦيٽي سان ٻڌي قابو ڪيو ويو، جو هميشه هوا ۾ ڦرندو ٿي رهيو، اهوئي انساني محنت جو مثال آهي، جڏهن آها خود غرض ۽ بيشرم آهي (تاريخ جا وچوارا زمانا آهڙيئي پنهنجي

* دولت جو حرص عقل کي ڪيئن ختم ٿو ڪري، 'ڊانتي' ان جو مثال پنهنجي ڪتاب ۾ 'پليوٽس' جي ڪردار ۾ پيش ڪيو آهي، جيڪو جهنم جي رهواسين مان هڪڙوئي آهي، جو رڳو صاف به ڳالهائي نٿو سگهي؛ ۽ جيڪو سڀ کان زياده گيدي ۽ بزدل پڻ آهي، ايتريقدر جو رڳو هڪ لفظ ڪڇڻ تي نه رڳو ڳالهائڻ بند ٿيو وڃيس پر موڳوئي بيهوش ٿيو ٿو وڃي؛ دولتمند جي هراس ۽ بدحواسيءَ جو بيان هيٺئين مختصر استعاري ۾ پڻ آندو ويو آهي:" جيئن ٻيڙيءَ جي مٿهري جي ڀڄي پوڻ سان، هوا سان ڦوڪيل سڙهه هڪدم ڪري پوندو آهي."

نصيب جي ڦيٽي ۾ جڪڙيل هئا)؛ هيءُ آهو ڦيٽو آهي، جنهن ۾ ڪوبہ ساهہ يا روح نہ آهي، ۽ آهو رڳو پنهنجي پوراليءَ اندازَ ۾ ۽ اتفاقيہ ڦرندڙ تو رهي؛ ان جي برعڪس هرسچيءَ محنت متعلق ”اِزڪيل“ (٩٧) جو لڏل خواب پورو ۽ صحيح آهي تہ ”ڦيٽن ۾ زندهہ جسم جو روح موجود آهي، ۽ جيڏانهن ملائڪ وڃن ٿا، انهن سان گڏ ڦيٽا پڻ هلن ٿا؛ ٻيءَ صورت ۾ آهي هڪ هنڌ بيٺائي رهن ٿا.“

٢٦٦. سرمايي جي اهائي صحيح نوعيت آهي؛ جنهن مان اِهو مطلب نڪتو تہ پيداوار جا ٻہ قسم آهن، جيڪي هڪ جاندار سماج ۾ هميشه عمل ۾ ايندا رهن ٿا: هڪ ٻج جي پيداوار، ۽ ٻي خوراڪ جي پيداوار؛ يا هڪ پيداوار زمين لاءِ ۽ ٻي پيٽ لاءِ؛ هبچي ۽ حريص ماڻهو ائين سمجهندا آهن تہ پيداوار جا هي ٻيئي قسم سندن ڀانڊن ڀرڻ لاءِ آهن؛ حالانڪ ڀانڊن جو مقصد بہ محض درمياني ۽ حفاظتي آهي، جنهن جي تڪميل وري تقسيم ۾ آهي؛ ٻيءَ حالت ۾ ڀانڊن ۾ رکيل پيداوار جي ڀچاڙي اِها آهي، جو رکئي رکئي ڦُٽي پوي ۽ ڪُئُن ۽ ڪينئن جو کاڄ ٿي وڃي. ۽ چاڪاڻ تہ زمين لاءِ پيداوار بہ فقط انهيءَ ڪري ڪارآمد ۽ مفيد آهي، جو اڳتي ان سان وري بہ لاباري جي اميد وابستہ آهي، تنهنڪري هرڪا حقيقي پيداوار پيٽ لاءِ ئي آهي، ۽ آخري طور ان جي تور

ماپ پيٽ جي ئي بنياد تي ڪئي وڃي ٿي؛ تنهنڪري، جيئن آءٌ مٿي چئي آيو آهيان، استعمال يا ڪپت ئي پيداوار جو اصل ۽ اعليٰ مقصد آهي؛ ۽ هڪ قوم جي دولت جو اندازو فقط ان جي ڪپت مان لڳائي ٿو سگهجي.

۲٦٧. انهيءَ حقيقت کان پوريءَ ريت باخبر نه هئڻ، سياسي اقتصاد يات جي ماهرن جي بنيادي غلطي آهي، جنهن جي نتيجي طور هو ٻين ڪيترين ئي غلطين جا شڪار ٿي وڃن ٿا. هنن جو ذهن هروقت "زرجي نفعي" ۾ لڳو رهي ٿو، نه "پيٽ جي نفعي" ۾؛ ۽ پوءِ جيئن ٻـڪي ماريءَ جي آئيني ڏيکارڻ تي لاچار ٿي پوندا آهن (۹۸)، تيئن زر جي چمڪ هنن جي اکين تي پڻ انڌاري آڻي ٿي ڇڏي ۽ هو هرقسم جي چار ٽوڙي ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسي پون ٿا؛ يا آن کان به بهتر مثال انهن جو هيءُ آهي (ڇاڪاڻ ته منجهن ٻـڪين جي انهيءَ کان سواءِ ٻي ڪا صفت موجود ڪانهي) ته هو ٻنهه ٻار آهن، جيڪي ٽپ ڏيئي، پنهنجي ئي ٻاڇولي جي مٿي تي ٻيهڻ گهرن ٿا؛ ڇاڪاڻ ته "زر جو نفعو" حقيقي نفعي جو فقط ٻاڇولو آهي ۽ حقيقي نفعي مان مراد انسانيت جو نفعو آهي.

۲٦٨. سياسي اقتصاد يات جو آخرين مقصد، تنهنڪري، اهو آهي ته ڪپت جو نيڪ طريقو هٿ ڪيو وڃي، ۽ ڪپت جو وڏو مقدار هٿ ڪيو وڃي؛ ٻين لفظن ۾ هيءُ ته هرڪا شيءِ استعمال ۾ آندي وڃي؛ ۽ بهترين

استعمال ۾ آندي وڃي، پر آها مادي شيءِ هجي، خدمت هجي، يا خدمت جيڪا مادي شيءِ کي مڪمل ڪري آها هجي.

۲۶۹. مسٽر مِل جي سڄيءَ تصنيف ۾ هڪڙي سڀ کان عجيب غلطي هيءَ آهي (جا پهريائين رڪارڊو هن لاءِ پيدا ڪئي) ته هو سڌيءَ ۽ اڻسڌيءَ خدمت جي وچ ۾ فرق معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، ۽ نتيجي طور اها دعوا ٿو ڪري ته جنس جي طلب محنت جي طلب نه آهي (I. V. ۹). هن جي نظر ۾ جيڪي مزور بخمل اڻڻ ۾ لڳايا وڃن ٿا ۽ آهي جيڪي سبزگاهه واري باغيچي کي سنوارڻ ۾ لڳايا وڃن ٿا، تن جي وچ ۾ وڏو فرق آهي؛ ان سلسلي ۾ هو چوي ٿو ته مزور طبقي لاءِ اها ڳالهه بنيادي فرق پيدا ٿي ڪري ته هڪ سرمايدار مذڪور ٻن طريقن مان ڪهڙي هڪڙي طريقي پئسا خرچ ٿو ڪري؛ ڇو ته باغائين کي ڪم ۾ لڳائڻ محنت جي طلب آهي، پر بخمل جي خريدي محنت جي طلب نه آهي*.

* متين فقرن ۾ ڪچي مال جي قيمت کي خيال ۾ ڪونه رکيو ويو آهي، جيڪا قيمت تحقيق محنت جي قيمت مان ٻنهي صورتن ۾ ڪاٽي ويندي؛ مسٽر مِل انهيءَ مغالطي ۾ محض انهيءَ ڪري پيو آهي، جو ٻنهي صورتن ۾ وچوين کي جيڪي اجرتون ادا ٿينديون، انهن جي تقابلي نتيجن کي هُن ويچار

(ڏسو حاشيو صفحو ۲۰۴)

٢٧٠. اِها غلطي بيحد عجيب ۽ آهي ۽ انتهائي عظيم پڻ. هڪ مزدور لاءِ تحقيق هنن ۾ ڳالهين ۾

(آندل صفحي ٢٠٣ تان)

۾ رکيو آهي. هو چوي ٿو— "(بخمل) استعمال ڪندڙ پنهنجن پئسن مان ڪوريءَ کي سندس ڏينهن جي محنت جي اُجرت ادا ڪونه ٿو ڪري." مسٽر مِل کان اُهو معافي ٿو گهران؛ پر، بخمل استعمال ڪندڙ پنهنجن پئسن مان ڪوريءَ کي به ايتريقدر ئي اجرت ڏئي ٿو جيتريقدر هو باغائيءَ کي ڏئي ٿو. هو غالباً وچوئي جهاز جي مالڪ، بخمل جي واپاريءَ ۽ دڪاندار کي به ڏئي ٿو؛ هو ڪٽائيءَ، دڪان جي مسواڙ، ڳاٽ پيٽ جي نقصان، وقت جي ميڙپ ۽ نگهداشت جي عيوضي طور به ڪجهه ڏئي ٿو. اهي سڀ ادائگيون بخمل جي اصل قيمت کان علحده ۽ بالائي آهن (اهڙيءَ ريت جيئن وڏي باغائيءَ جي اجرت سبز گاهه جي قيمت کان علحده ۽ بالائي آهي)؛ پر بخمل جي پيداوار ايتريقدر ٿي ان جي استعمال ڪندڙ جي موڙيءَ سان عمل ۾ اچي ٿي، جيتوڻيڪ هو ان جي قيمت ان جي پيدوار کان ڇهه مهينا پوءِ ئي ادا ڪري ٿو، جيتريقدر گاهه جي پيداوار سندس موڙيءَ سان عمل ۾ اچي ٿي، جيتوڻيڪ ان جي لڻندڙ ۽ ٻڌندڙ جي اجرت هو سومر جي ڏينهن بدران ايندڙ ڇنڇر ڏينهن ادا ڪري ٿو، اُهو چئي نٿو سگهان ته مسٽر مِل جو اهو خيال ته "خريدار نظرانداز ٿي سگهن ٿا، پر موڙي ڪڏهن به نظرانداز نٿي ٿي سگهي" (ص ٩٨)، شهر ۾ اچا ڪنهن وڏي پيماني تي عمل ۾ آندو ويو آهي يا نه!

وڏو فرق سمايل آهي ته ڪيس بهار جي پرڪيف هوائن ۾ رنبي هلائڻ لاءِ چئون ٿا، يا بند ڪمري جي زهريليءَ هوا ۾ آڏائي هلائڻ لاءِ ٿا چئون؟ پر جيتريقدر سندس ڪيسي جو سوال آهي ته هن لاءِ آن ۾ تر جيترو به فرق نه آهي ته اسين هن کي ٻج ۾ رنبي سان سائي بخمل (گاهه) لڳائڻ جو حڪم ٿا ڪريون يا ريشم ۾ ڪئنچيءَ سان ڳاڙهي بخمل بنائڻ جو. ساڳئي ڪنهن به ريت هن ڳالهه جو به واسطو نه آهي ته بخمل تيار ٿيڻ کان پوءِ اسين ان جو ڪهڙو استعمال ٿا ڪريون- آيا ان جي مٿان پنڌ ٿا ڪريون يا ان کي پوشاڪ طور پهريون ٿا- بشرطيڪ ان جو استعمال اسان جي پنهنجي ذات تائين ئي محدود هجي. پر جيڪڏهن اسان جو استعمال ڪنهن به ريت ذاتي نه پر سماجي نوعيت جو آهي ته ان حالت ۾ نه فقط گهربل شين جي استعمال جو طريقو پر ان استعمال لاءِ گهربل شين جو قسم پڻ هن لاءِ واقعي وڏيءَ اهميت واريون ڳالهيون بنجي پون ٿيون.

١٧٢. مثلاً هيءَ طرح ٿوريءَ گهڙيءَ لاءِ وريءَ مسٽر ميل جي لوهي سامان واري وڏي نظريي کي ياد ٿا ڪريون*): جيستائين مزور جي ترت فائدي جو

* ويچار ڪريو ته اهو انهيءَ نظريي جو پورو ضد آهي، جنهن جو مٿي ذڪر ٿي رهيو آهي. "لوهي سامان" جي نظريي (ڏسو حاشيو صفحو ٢٠٦)

واسطو آهي، ته هُن لاءِ ان ۾ ڪوڙيءَ پائيءَ جو به فرق نه آهي ته آءٌ هُن کي نارنگين جي وڻن پوکڻ لاءِ پاڻ وٽ ملازمت ۾ رکان ٿو يا ٻمن ٽاهڻ لاءِ، پر انهن شين کي آءٌ ڪيئن استعمال ڪندس، اها ڳالهه سا هُن لاءِ برابر وڏي اهميت رکي ٿي. سمجهو ته پنهي حالتن ۾ منهنجو استعمال ”بي غرض“ واقع ٿيٺو آهي، ته مزدور لاءِ اِها ڳالهه بنهه آخرين ۾ فيصله ڪُن صورت وٺي بيهندي ته جڏهن هن جو ٻار بيمار آهي ته آءٌ هن جي جهوپڙيءَ ۾ وڃي ان کي هٿ ۾ نارنگي ٿو ڏيان، يا هن جي جهوپڙيءَ جي ٻخاري منجهان هڪڙو ٻم اڇلائي هن جي گهر جي ڇت کي اڏائي ٿو ڇڏيان.

٢٧٢. هاريءَ لاءِ سڀ کان ٻري ڳالهه ته هيءَ آهي ته عين ممڪن آهي ته سرمايدار جو استعمال نارنگين جي حالت ۾ بنهه ذاتي ۽ ٻم جي حالت ۾

(آندل صفحي ٢٠٥ تان)

جي تقاضا هئي ته اسين باغائين کي خارج ڪري، ڪاريگرن کي ڪم تي لڳايون؛ هيڏانهن ٻخمل جي نظريي جي تقاضا وري هيءَ آهي ته پنهنجن ڪاريگرن کي ڪڍي، انهن جي جاءِ تي باغائن کي پاڻ وٽ ٻيهاريون.

بنهہ عام ٿي ٿئي* بهرحال، هيءَ هڪ صاف ۽ مجيل حقيقت آهي تہ تجارتي اصولن جي عمل پٽاندر بہ جي

* يورپ ۾ دولت جي عمل جو هڪ نهايت خطرناڪ روپ هيءُ آهي تہ اِها سرمايدار جي دولت ٿي آهي، جا بي‌سبب ۽ ظالمانہ جنگين کي پشتي ڏئي ٿي. انصافي جنگين جي پشتيءَ لاءِ پئسي جي ايتري گهرج ٿي ڪانہ تيندي آهي؛ ڇاڪاڻ تہ آهي ماڻهو جيڪي اهڙيون واجبي ۽ جائز لڙايون لڙن ٿا، تن مان اڪثر آهي مفت لڙندا آهن؛ پر هڪ بي‌انصافي جنگ لاءِ ماڻهن جا جسم ۽ روح خريد ڪرڻا ٿا پون؛ ۽ انهن کان سواءِ ڳري کان ڳرا جملي هٿيار پڻ؛ جن سببن ڪري اهڙيون جنگيون بيحد مهانگيون ثابت ٿين ٿيون؛ دلين ۾ ذلت‌آميز خوف ۽ ڪروڌ پيرئي شڪ شبهي جو تاوان ان کان سواءِ آهي، جيڪو قومن کي ڀرڻو پوي ٿو، جن جي ڪثير عوام ۾ ايتري بہ فضيلت ۽ اخلاص ڪونهي، جنهن سان آهي قومون رڳو هڪ ڪلاڪ لاءِ بہ دل جو سڪون ۽ آرام خريد ڪري سگهن: جيئن اڄڪلهہ، فرانس ۽ انگلنڊ هر سال هڪٻئي کان ڏهہ لک پائونڊن جي قيمت جو "خوف ۽ هراس" خريد ڪري رهيا آهن (بيشڪ اهو هڪ ڀرپور فصل آهي، جنهن ۾ اڌوڙ ڪنڊا ۽ زهر ڀريا پن آهن، جي جديد سياسي اقتصاديات جي ماهرن جي انهيءَ "سائنس"، پوکي ۽ لڻي ۽ انبار ڪري رکيا آهن، جيڪا اسان کي حق بدران حرص ۽ حسد جو

(ڏسو حاشيو صفحو ٢٠٨)

پچاڙي لازمي طور ڪنهن نہ ڪنهن جي چت جي اڏامي وڃڻ جي صورت ۾ ئي ٿيڻي آهي. توڻ ڀلي پنهنجي مرضيءَ موجب پنهنجي پاڙيسريءَ لاءِ انگور پوک يا باروت ٺاهي، هو بہ ظاهر آهي تہ جواب ۾ تو لاءِ انگور پوکيندو يا باروت ٺاهيندو، ۽ توهان مان هرڪو آهوئي لڻندو جيڪو اوهان پوکيو هوندو.

۲۷۳. تنهنڪري ڪپت جو مقصد ۽ طريقو ئي آهن، جيڪي پيداوار جي صحيح ڪسوٽي آهن. ”پيداوار“ هيءَ نہ آهي تہ سخت محنت سان شيون ٺهن، پر هيءَ آهي تہ فائديمند ڪپت ۾ اچڻ جهڙيون شيون ٺهن،

---

(آندل صفحي ۲۰۷ تان)

سبق ڏيندي ٿي رهي). هر بي‌انصافي جنگ جي خرچ جي پورائي، جيڪڏهن دشمن جي مال غنيمت مان نہ، تہ محض سرمايدار جي قرض منجهان ئي ٿئي ٿي، جن جي ادائگي پوءِ وري عام ماڻهن تي ڳاٽي توڙ محصول مڙهي ڪئي وڃي ٿي، جن عام ماڻهن جي راءِ ڪي نہ ان جنگ جي شروع ڪرڻ ۾، نہ هلائڻ ۾ ئي ڪو دخل آهي. سرمايدار جي خواهش ئي ان جنگ جي تہ ۾ موجود رهي ٿي؛ بلڪ ان جي حقيقي پاڙ آهي، جو تہ سڄيءَ قوم جو اِهو حرص ئي آهي، جنهن ان کي ايمان، صاف گوئيءَ ۽ انصاف جي جذبن کان بنهہ محروم رکيو آهي، ۽ جنهن جي نتيجي ۾ آخرڪار هرهڪ فرد کي ذاتي عيوضي طور خساري ۽ نقصان جو منهن ڏسڻو پوي ٿو.

۽ قوم جي اڳيان اهو سوال نہ آهي تہ آها ڪيترا مزدور ڪم ۾ لڳائي ٿي، پر هيءَ آهي تہ هوءَ ڪيتري زندگي پيدا ڪري ٿي. چاڪاڻ تہ جيئن پيداوار جو اصل ۽ آخرين مقصد کپت آهي، تيئن کپت جو اصل ۽ آخرين مقصد وري زندگي آهي.

٢٧٤. ۾ مهينا اڳ مون هيءُ سوال پڙهندڙ جي ويچار واسطي رکيو هو تہ هو ان سوال کي پنهنجي ليکي پاڻ طي ڪري ۽ سمجهي، بجاءِ هن جي، جو آهو ڪيس بيان ڪري پڏايو وڃي. پر هاڻي، جيئن تہ بنيادي ڳالهيون واضح ڪيون ويون آهن (۽ جن مسئلن کي هتي ڇيڙيو ويو آهي، تن جا تفصيل ايترا تہ پيچيده آهن، جو انهن جي تشريح جي هڪ رسالي جي صفحن ۾ گنجائش نٿي نڪري سگهي، ۽ ان لاءِ ڪنهن ٻئي موقعي لاءِ ترسڻو پوندو)، تنهنڪري آءٌ چاهيان ٿو تہ هنن ابتدائي مضمونن جي آخر ۾ هِن هڪڙيءَ اهم حقيقت کي بلڪل چٽيءَ طرح واضح ڪري ڇڏيان.

٢٧٥. دنيا ۾ ٻي ڪابہ دولت ڪانهي- زندگي ئي دولت آهي. محبت، مسرت ۽ ذوق جي سمورين قوتن سان ڀرپور زندگي. آهوئي ملڪ حقيقت ۾ سڀ کان زياده شاهوڪار آهي، جنهن ۾ شريف ۽ بامسرت انسانن جو وڏي ۾ وڏو تعداد پرورش پائي ٿو؛ آهوئي ماڻهو شاهوڪار ۾ شاهوڪار آهي، جيڪو پنهنجي زندگيءَ جي ڪارج کي هرممڪن حد تائين

پايہ تڪميل تائين پهچائيندي، ذاتي طور توڙي پنهنجي مالي وسيلن ذريعي ٻين جي زندگين لاءِ همت‌افزائيءَ ۽ حمايت جو باعث ٿئي ٿو.

۲۷٦. هيءَ واقعي هڪ عجيب سياسي اقتصاديات آهي، تاهم هيءَ ئي آهي، جيڪا اڳي ڪڏهن صحيح اقتصاديات هئي يا اڳتي ٿي سگهي ٿي. ٻي هرڪا سياسي اقتصاديات جنهن جو بنياد مفاد پرستيءَ تي* آڌيل آهي، سا انهيءَ اقتصاديات جي ئي تعميل آهي، جنهن هڪ ڀيري فرشتن جي نظام ۾ تفرقو (۹۸) آندو، ۽ بهشت جي ٺهيل ٺڪيل جوڙجڪ کي تباهہ ۽ برباد ڪري ڇڏي.

۲۷۷. "شريف ۽ بامسرت انسانن جو وڏي ۾ وڏو تعداد." پر شرافت ۽ تعداد جو ڪڏهن باهمي رابطو ممڪن بہ آهي؟ هائو، نہ فقط باهمي رابطو منجهن ممڪن آهي، پر شرافت تعداد لاءِ لازمي پڻ آهي. گهٽي ۾ گهٽيءَ زندگيءَ تائين فقط گهٽي ۾ گهٽيءَ نيڪيءَ جي وسيلي ئي پهچي سگهجي ٿو. انهيءَ نقطہ نگاهہ کان انساني زندگيءَ جو قانون حيواني زندگيءَ جي قانون کان بلڪل مختلف آهي. حيوانن جي واڌ فقط کاڌي جي قلت ۽ نسلن جي باهمي مقابليبازيءَ سبب

---

* "(فرنڊز گهرنڊز) قيمت متعلق هر بحث مباحثي ۾ هيءَ شرط بهرحال سامهون رکڻ گهرجي: 'فرض ڪريو تہ سيني واسطيدار ڌرين کي پنهنجي مفاد جوئي اونو آهي'."
—ميل، III .i .٥.

رکجي ٿي، مڪي جي واڌ کي روڪڻ لاءِ ابابيل جي بک ذميوار آهي ۽ مڪي جي قلت ابابيل جي قلت جو باعث بنجي ٿي.

٢٧٨. جڏهن انسان کي حيوان ڪري تصور ڪجي ته واقعي سندس واڌ تي پڻ اهڙن ئي قانونن يا اصولن جي روڪ ظاهر ڏسجي ٿي: بک يا وبا يا جنگ انساني واڌ کي روڪڻ جا ضروري ۽ واحد ذريعا آهن - ۽ اهي ئي هيلتائين ان جي روڪڻ جا اثرائتا ذريعا رهيا آهن - جاڪاڻ ته انسان جي سامهون درحقيقت مطالعي جو مکيہ ۾ مکيہ موضوع اهو ئي رهندو پئي آيو آهي ته ڪيئن هو پاڻ کي ۽ پنهنجي رهائش جي جاين کي ٿوري کان ٿوري وقت ۾ تباهہ ڪري سگهي، ۽ سندس زياده ۾ زياده ڪاريگريءَ جو مقصد هيءُ ئي پئي رهيو آهي ته ڪيئن ڏڪار جو دائرو وڌايو وڃي، وبا جو ٻج ڇوڏاري ڇٽيو وڃي، ۽ تلوار کي مهارت سان هر طرف ڦيرايو وڃي. پر جڏهن انسان کي حيوان کان الڳ تصور ڪجي ٿو، تڏهن هُن جي واڌ اِنهن قانونن جي روڪ کان آزاد نظر اچي ٿي. آها فقط سندس همت ۽ سندس محبت جي حدن تائين محدود آهي. اِنهن ٻنهي کي پنهنجون پنهنجون حدون آهن، ۽ هئڻ گهرجن: سندس نسل جون پڻ حدون آهن، پر اِهي حدون اڃا پهچجي ڪين سگهيون آهن، نکي آئنده ڪيترن زمانن ۾ ئي پهچجي سگهبيون.

٢٧٩. انساني فڪر جي رسائيءَ جا جيڪي به دائرا آهن، تن مان مون کي ڀيو ڪو به اهڙو اندوهناڪ نظر نه آيو، جهڙو سياسي اقتصاديات جي ماهرن جا آهي هوائي خيال، جيڪي هو آدمشماريءَ جي مسئلي متعلق اڏائيندا رهن ٿا.

٢٨٠. جڏهن اِها رٿ پيش ٿي ڪجي ته مزدور جي حالت کي سڌارڻ لاءِ سندس اُجرت ۾ اضافو آندو وڃي، ته سياسي اقتصاديات جو ماهر هڪدم چوي ٿو، ”نه نه، جيڪڏهن سندس اُجرت ۾ اضافو آڻيندا، ته هو يا ته گهڻا ٻار ڄڻي، مالي طور، ساڳيءَ مفلسيءَ کي پهچي ويندو، جنهن ۾ هو ڦهريائين هو، يا وري اوهان جي وڌايل اُجرت منجهان شراب پي، ان کي ائين ئي برباد ڪري ڇڏيندو.“ برابر ائين ڪندو. مون کي اها خبر آهي. پر ائين ڪرڻ جا ارادا ۽ خيال هو ڪٿان سکيو؟ سمجهو ته هن معاملي ۾ اوهان پنهنجي پٽ جو ذڪر ڪري رهيا آهيو، ۽ مون کي ٻڌايو ٿا ته اوهان کي همت ئي ڪانه ٿي ٿئي ته هن کي پنهنجي ڪارخاني ۾ داخل ڪريو يا ڪيس سندس مزدوريءَ جي واجبي اجرت ڏيو، ڇاڪاڻ ته اوهان کي خوف آهي ته جيڪڏهن اوهان ائين ڪندا ته هو پوءِ شراب پي پي، نيٺ مري ويندو، ۽ ٻار ڄڻي ڄڻي، نيٺ اُڌ ڪوڙي ٻارن جي ڪنهن خيراتي گهر جي حوالي ڪري ويندو. پر آءٌ اوهان کان پڇي سگهان ٿو ته اوهان جي پٽ کي اهڙا لاڙا ۽ اهڙيون عادتون

ڪنهن ڏنيون؟ اِهي هُن ورثي ۾ حاصل ڪيون يا تعليم ذريعي؟ بهرحال ٻنهي ذريعن مان ڪنهن به ذريعي اِهي حاصل ٿي ٿين ٿيون، ۽ جهڙيءَ طرح سندس حالت ۾، ساڳيءَ طرح غريبن جي حالت ۾ پڻ ائين ٿي ٿئي ٿو.

٢٨١. هي غريب ماڻهو يا ته اسان جي نسل کان بلڪل الڳ ڪنهن ٻئي نسل جي پيدائش آهن ۽ ٻنهي ناقابلِ اصلاح آهن (ائين، بهرحال، مون ڪنهن کي به ڪليو ڪلايو چوندي ڪونه ٻڌو آهي- ممڪن آهي ته ڪن جي دل ۾ اِهي خيال هجن، ۽ ڪيترن جو عمل پڻ سندن انهن خيالن جو مظهر هجي)، يا ته اسين انهن کي تربيت ۽ تعليم وسيلي پاڻ جهڙو مستقل مزاج ۽ معتدل طبع- پاڻ جهڙو سنجيده ۽ عقلمند- ٻنائي سگهون ٿا، ايتريقدر جو اهي اهڙا مثالي شخص ٻنجي پون، جن کي ڏسي، ٻيا انهن وانگر ٻنجڻ جي ڪوشش ڪن. انهيءَ تي وري جواب هيءُ ٿو ملي: ”پر، هو ته تعليم پرائي ئي نٿا سگهن!“ ڇو نٿا پرائي سگهن؟ دراصل اهوئي ته مسئلو قابل غور آهي. مخير انسانن جو خيال آهي ته شاهوڪارن جي وڏي ۾ وڏي خطا هيءَ آهي، جو هو ماڻهن کي روٽي ڏيڻ

ڪان انڪار ٿا ڪن، ۽ ماڻهو پنهنجي روٽيءَ لاءِ خلق جي ڏٺيءَ* ڪي پاڏائين ٿا، جنهن ڪان ڪين مڪر ۽

* غور ڪريو ته هنن بيانن ۾ اڳ ڪنهن به ريت دولت جي اشتراڪي تقسيم جي تخيل جو ڪو به ذڪر ڪونه ٿو ڪريان: دولت جي تقسيم دولت جي تباهي آهي: ۽ ان سان گڏ حوصلي، محنت ۽ انصاف جي تباهي آهي. اِهو ته بنهه هڪ انتشار آهي – آهو انتشار جنهن ڏانهن خود اسان جا جديد سياسي اقتصاديات جا معتقد اسان کي نيئي رهيا آهن، ۽ جنهن ڪان اڳ ڪين بچائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان. شاهوڪار ماڻهو، پنهنجي دولت پاڻ وٽ محفوظ رکندي نه، پر ان جي غلط استعمال دوران غريب کي روٽيءَ کان محروم ٿو رکي. دولت ته هڪ قسم جي طاقت آهي: ۽ طاقتور ماڻهو پنهنجي طاقت پاڻ وٽ محفوظ رکڻ سان ٻئي کي ڪونه ٿو ڏکوئي، پر انهيءَ طاقت جي ناجائز استعمال سان ئي ٻين کي ڏکوئي ٿو. هڪ اشتراڪيت پسند جڏهن ڪنهن طاقتور کي ڏسي ٿو ته هو هڪ ڪمزور کي ستائي رهيو آهي، ته هڪدم هو دانهن ٿو ڪري: ”انهيءَ طاقتور جون ٻانهون ڀڃي ڇڏيو!“ پر اڳ چوان ٿو ته ”بجاءِ ٻانهن ڀڃڻ جي، هن کي سيکارڻ گهرجي ته آهي ٻانهون ڪيئن هو ڪنهن مفيد مقصد لاءِ استعمال ڪري.“ هوشياري ۽ استقلال، جن سان دولت حاصل ٿي سگهي ٿي، سي انهن جي ڏيندڙ طرفان اِنهي لاءِ ڪونه ڏنا ويا آهن ته

(ڏسو حاشيو صفحو ۲۱۵)

فريب ذريعي محروم رکيو ٿو وڃي. افسوس، ماڻهن کي روٽيءَ کان محروم رکڻ يا اهڙي ڪنهن ٻئي

آندل صفحي ٢١٤ تان

دولت کي ائين حاصل ڪري، پوءِ بيڪار اڇلي ڇڏجي، پر اِنهيءَ لاءِ عطا ڪيا ويا آهن ته انهن معرفت حاصل ڪيل دولت کي انسان ذات جي خدمت ۾ صرف ڪجي؛ ٻين لفظن ۾ ائين چئجي ته ان کي خطاڪارجي نجات ۽ ضعيف جي مدد لاءِ استعمال ڪجي؛ جنهن لاءِ ڦهريون ڪم آهي دولت حاصل ڪرڻ ۽ پوءِ آهو پاڪ ۽ پلاروموقعو (Sabbtah) هٿ ڪرڻ، جنهن ۾ ان کي صرف ڪجي — اهڙو پلاروموقعو، جنهن جو قانون اِهوئي آهي ته زندگيءَ جو بچاءُ ڪيو ۽ نه ان جي بربادي. حقيقت ۾ غريبن جو غريب ٿيڻ آهڙي ئي غلطي آهي جهڙي هڪ ٻار جي، جو ڪنهن تلاءَ ۾ ڪِري ٿو پوي ۽ هڪ اهڙي پنگلي جي، جيڪو چوسول تي ٿاٻوکائي ڪِري ٿو پوي؛ پر باوجود سندن اِنهيءَ خطا جي، اڪثر رستي ويندڙ اهڙي ٻار کي ٻوڙ پاڻي تلاءَ مان ڪڍڻ جي ڪوشش ڪندا ۽ انهيءَ پنگلي کي هٿ وڌائي سهارو ڏيندا. هاڻي زيادهء ۾ زياده ائين ئي سمجهو ته آهي جيڪي غريب آهن، سي به انهن خود سر ٻارن يا انهن غافل پنگلن ئي مثل آهن، ۽ ٻئي پاسي دنيا جا سڀ شاهوڪار سياڻا ۽ سگهارا آهن — اهڙيءَ طرح اوهان هڪدم ڏسندا ته نڪي هڪ اشتراڪيت پسند پاڻ وانگر ٻئي هرڪنهن کي غريب، بيوس ۽ بيوقوف بنائڻ جي خواهش رکڻ ۾ درست آهي، ۽ نه وري هڪ شاهوڪارئي انهيءَ ۾ صحيح آهي ته ٻارن کي ڏٻڻ ۾ گپندو ڏسي، ڇڏي ڏجي ته ٽيندي ٽيندي پل ان ۾ غرق ٿي وڃن.

جائز ڪان جائز حق ڪان محروم رکڻ وري به ايترو ظالمانہ عمل نہ آهي. زندگي روٽيءَ ڪان بارها بهتر آهي.

۲۸۲. شاهوڪار غريبن ڪسي صرف ڪاڌي ڪان محروم ڪونہ ٿا رکن، هو ڪين عقل ڪان محروم رکن ٿا، اخلاق ڪان محروم رکن ٿا، هر قسم جي نجات ڪان محروم رکن ٿا. اي بيواها گگدامو! او هان تي سبز چراگاهن جا دروازا ئي بند نہ ڪيا ويا آهن، پر خود ڏنار ڪان بہ اوهان کي محروم ڪيو ويو آهي. ڪاڌو! شايد ان تي پنهنجي دعوا او هين ثابت ڪري سگهو ٿا، پر جن لاءِ اوهان کي پنهنجي دعوا پهرين پيش ڪرڻ گهرجي، آهي پيا حق آهن. تحقيق، جي اوهان چاهيو، تہ اوهان دسترخوان تان مانيءَ جا پورطلبي سگهو ٿا، پر اهي انسان جي اولاد وانگر طلبيو، ۽ نہ ڪتن جيان، بيشڪ پنهنجي پيٽ پرڻ جو حق طلبيو، پر ان ڪان وڌيڪ زور سان پنهنجي واسطي پاڪ، ڪامل ۽ بي داغ بنجڻ جي حق جي طلب ڪريو.

۲۸۳. پورهيتن متعلق هي گفتا واقعي عجيب آهن: ”ڇا! پاڪ، ڏکهن چوغن، مراقبي ۽ ذڪر ڪان سواءِ هي گوٺين جهڙي کهري پوشاڪ پهريل ۽ ان ڪان بہ زياد، زبان جا کهرا شخص، جيڪي نالي نہ وٺڻ جهڙا نيچ چاڪريءَ جا ڪم اسان لاءِ ڪن ٿا؟ ڪامل! — هي، جن جون اکيون جهانوريون، ڳيڙين پيل عضوا ۽ دماغ موڳا آهن؟ بي داغ! — هي، جن جون خواهشون شهواني ۽ خيال پست پيل، جيڪي بدن جا

ههڙا گدلا ۽ روح جا ههڙا گندا آهن؟" برابر، ائين هجي به ڪٿي: تاهم، جهڙا به آهن، اڄ دنيا ۾ سڀ کان زياده پاڪ، ڪامل ترين، ۽ سڀ کان زياده بيداغ جيڪي ذهن ڪي ساٿهو آهن ته اِهي ئي آهن. ممڪن آهي ته اهي واقعي اهڙا به هجن، جيئن او هان انهن کي بيان ڪيو، پر ان حالت ۾ پڻ هو اسان کان وڌيڪ پاڪ ۽ سگهورا آهن، جن کين ان حالت ۾ ائين ڇڏي ڏنو آهي.

٢٨٤. پر انهن لاءِ ڪري به ڇا ٿو سگهجي؟ ڪير انهن جو انگ ڳڻيندو، ڪير کين تعليم ڏيندو ۽ ڪير انهن جي واڌ کي روڪيندو؟ آخرڪار انهن جي انتها ڪهڙي ٿي سگهندي، سواءِ انهيءَ جي، جو هو هڪبئي کي خود ختم ڪري ڇڏين؟

٢٨٥. مون کي آنهن جي انتها متعلق ڪنهن قسم جي اميد آهي، جيتوڻيڪ اها سندن واڌ جي خلاف اُقتصادي ماهرن جي پڌايل ٽن علاجن مان ڪنهن هڪ جو به نتيجو تصور نٿي ڪري سگهجي.

٢٨٦. ٿورن لفظن ۾ ماهرن جا پڌايل آهي ٽي علاج هي آهن: بيٺڪون قائم ڪرڻ، غيرآباد زمينون آبادي هيٺ آڻڻ، يا شاديءَ جي خلاف تحرڪ هلائڻ.

٢٨٧. مٿين تدبيرن مان پهرين تدبير توڙي بي هن سوال کي حل ڪونه ٿي ڪري، بلڪ ان کان رڳو ٿوريءَ دير لاءِ جند ڇڏائڻ يا ان کي محض هٽائي ڇڏڻ جو ڪم ڏئي ٿي. سڄيءَ دنيا ۾ بيٺڪون

قائم ٿين، ۽ سڄيءَ ڌرتيءَ جا بيابان آباد ٿين، تنهن لاءِ طويل عرصو گهرجي. بنيادي سوال اِهو نه آهي ته دنيا ۾ ڪيتري زمين انساني بستيءَ جي قابل آهي، پر هيءُ آهي ته بستيءَ لائق زمين جي هڪ ٽڪري تي آخر ڪيترا ماڻهو آباد ڪرڻ گهرجن.

٢٨٨. ويچار ڪريو، آءٌ چوان ٿو ته ڪيترا ماڻهو "آباد ڪرڻ گهرجن"؟ ۽ نه ڪ "آباد ڪري سگهبا." رڪارڊو "فطري اُجرت جي نرخ" جي وصف ڪندي، پنهنجي عادت تي غلط اندازي مطابق لکي ٿو ته اهو نرخ هيءُ آهي - "جنهن مان هڪ مزدور پلجي سگهي." پلجي سگهي! هائو، پر ڪيئن؟ - اهو سوال هڪدم مون کان هڪڙيءَ مزدور ڇوڪريءَ پڇيو هو، جڏهن مون کيس رڪارڊو جي ڪتاب منجهان اهو ٽڪرو پڙهي ٻڌايو هو. هيٺ آن ڇوڪريءَ جي انهيءَ سوال جي آءٌ ڪجهه تشريح ڪندس.

٢٨٩. "پلجي سگهي، پر ڪيئن؟" پهرين ڳالهه، هيءَ ته هُو ڪيتريءَ عمر تائين پلجي سگهي! پلجندڙ ماڻهن جي هڪڙي تعداد مان گهٽن کي پيريءَ تائين رسڻو آهي - گهٽن کي جوانيءَ تائين! تنهن جي معني ته اوهان انهن جي پلجڻ جو اهڙو ڪو بندوبست رکندا چاهيو جو هو ترت ئي مري وڃن - مثلاً، بيمار ۽ ڪمزور ٻارن جيي موت سميت سراسري طور هو ٽيهن يا پنجيتاليهن سالن تائين ئي جي سگهن؟ - يا اهڙو ڪو بندوبست رکندا، جو هو پنهنجي زندگي پنهنجي

فطري موت تائين گذاري سگھن؟ پھرينءَ حالت ۾ تہ هوهان هڪڙي پنيان ماڻھن جي زيادہ تعداد کي پالي سگھندا*؛ پر ٻيءَ صورت ۾ جنھن تعداد کي پالي سگھندا، آهي شايد وڏيڪ بامسرت زندگي گذاري سگھندا. هاڻي، مسٽر رڪارڊو کان سوال پڇڻو آهي تہ هن جو "فطري حالت" متعلق ڪهڙو رايو آهي، ۽ "فطري اُجرت" مان سندس ڇا مراد آهي؟

٢٩٠. وري: هڪ زمين جو ٽڪرو، جو فقط ڏهن ڪاهل، فضول خرچ ۽ جاهل شخصن کي پالي سگھندو، سو يقيناً هوشيار ۽ محنتي ماڻھن جي حالت ۾ ٽيھن يا چاليھن کي پالي سگھندو. هاڻي، ٻڌايو تہ ٻنهي حالتن مان ماڻھوءَ جي فطري حالت ڪهڙي آهي؛ ۽ منجھانئن ڪهڙيءَ ڏر کي اُجرت فطري نرخ مطابق حاصل آهي؟

٢٩١. وري: جيڪڏهن هڪ زمين جو ٽڪرو چاليھن ماڻھن کي پالي ٿو، جيڪي محض جاهل پورهيت آهن؛ ۽ پوءِ جيڪڏهن هو پنھنجي جھالت مان تنگ اچي، پاڻ منجھان ڏهن کي پورهئي کان فارغ ڪري ڇڏين ٿا، انھيءَ لاءِ تہ هو ويھي مخروطي شين جي صفتن ۽ تارن جي ميڙن متعلق تحقيقات ڪن تہ هنن ڏهن جو پورهيو، جو زمين تي گھٽجي ويو تہ ان

* زندگيءَ جو مقدار ٻنهي حالتن ۾ هڪجيترو آهي؛ پر ان جي تقسيم مختلف نمونن سان ڏيکاري ويئي آهي.

حالت ۾ يا ته ڪنهن طرح ڪاڏي جي پيداوار ۾ اضافو اچڻ گهرجي، يا ته جيڪي ڏهه شخص پورهئي تان هٽي محض مخروطي شين ۽ تارن جي تپاس ۾ لڳي ويا آهن، تن کي بک ۾ پاهه ٽيٽو پوندو يا سندن عيوض ڪن ٻين کي بک ڪاٽڻي پوندي. هاڻي انهن ڏهن سائنسي شخصن جي اُجرت جو فطري نرخ ڪهڙو ٿي سگهي ٿو، يا باقي رهيل ٽيهن شخصن جي پورهئي جي پيداوار ۾ جو اضافو آيو، تنهن سان ان نرخ جو ڪهڙو تعلق ٿي سگهي ٿو؟

۲۹۲. وري: سمجهو ته هڪڙي زمين جي ٽڪر تي پهريائين چاليهه مزدور پلجي رهيا آهن، جيڪي نهايت ئي پرامن ۽ بااخلاق شخص آهن؛ پر ٿورن ئي سالن ۾ هو ايترا ته جهيڙاڪ ۽ بدڪار ٿي پون ٿا، جو ڪين پاڻ منجهان پنج شخص انهيءَ لاءِ مقرر ڪرڻا پون ٿا ته آهي سندن جهيڳڙن ۽ اختلافن جا فيصلا ڪندا رهن؛ پيا ڏهه ڪين انهيءَ لاءِ مقرر ڪرڻا پون ٿا ته آهي قيمتي هٿيار پنوهار پاڻ وٽ رکن ۽ انهن فيصلن کي عمل ۾ آڻيندا رهن؛ ۽ پنج پيا انهيءَ لاءِ ڪين مقرر ڪرڻا پون ٿا ته آهي ڪين هروقت وڏي ۽ اثرائتي آواز ۾ خدا جي وجود کان واقف ڪندا رهن؛ ته پوءِ اُن صورتحال ۾ سندن پيداوار جي عام طاقت تي ڪهڙو اثر پوندو، ۽ منجهانئن آهي جيڪي فيصلن ڪندڙ، فيصلن تي عمل ڪرائيندڙ ۽ خدا جا نالي وٺندڙ

پورهيت آهن، انهن جي اُجرت جو فطري نرخ گهڙو ٿي سگهي ٿو؟

٢٩٣. اهي سوال هاڻي آءٌ مسٽر رڪارڊو جي پوئلڳن واسطي ڇڏيان ٿو ته هو ڀلي انهن تي ويچار ڪن، يا جي چاهين ته انهن کي پري اڇلائي ڇڏين؛ هاڻي آءٌ اهي مکيه حقيقتون بيان ڪريان ٿو، جن جو واسطو مزدور طبقي جي اُنهيءَ ممڪن مستقبل سان آهي، جنهن تي مسٽر مِل قدري نظر ڦيرائي آهي. سندس ڪتاب جو آهو باب ۽ ان کان اڳيون باب عام سياسي اقتصاد ياتي ماهرن جي لکيتن کان مختلف ڏسجن ٿا، ڇاڪاڻ ته انهن ۾ قدرتي صورتحال جي اهميت کي ڪنهن قدر تسليم ڪيو ويو آهي، ۽ صنعتي دور ۾ قدرتي نظارن جي تباهيءَ جي امڪان تي افسوس جو اظهار پڻ ڪيو ويو آهي.

٢٩٤. بهرحال، اسان کي هن (قدرتي نظارن جي) موضوع متعلق جا تشويش آهي، اُن کي ترڪ ڪرڻ گهرجي. ظاهر آهي ته ماڻهو نڪي ڀاڦ پِي سگهندا، نڪي پٿر کائي سگهندا. هڪ زمين جي ٽڪريءَ تي وڌ ۾ وڌ تعداد ۾ ماڻهن جي رهڻ سان مطلب آهي ته اُتي ڀاڄيون ۽ گاهه به نسبتاً اوتري ئي وڌ ۾ وڌ انداز ۾ هجن، جي ماڻهو ۽ چوپايا استعمال ڪري سگهن؛ اُتي نسبتاً اوتروئي وڌ ۾ وڌ صاف پاڻي ۽ ايتري ئي وڌ ۾ وڌ صاف هوا جو هئڻ به ضروري آهي. انهيءَ کان سواءِ، انهيءَ حصي تي نسبتاً اوترائي وڌ

۾ وڏ وڻ ۽ هيٺ گهرجن، جي هوا کي بدلائي صاف ڪن، ۽ نسبتاً اوترائي وڏ ۾ وڏ لاهيءَ وارا ميدان پڻ هيٺ گهرجن، جن تي وڻ ۽ پوٽا ۽ اپريل هجن، جي سج جي گرميءَ کان آن کي بچايو بيٺا هجن، ۽ جن تان پاڻيءَ جا آبشار ۽ نهرون وهي وڃي ندين ۽ دريائن ۾ پون.

۲۹۵. جيڪڏهن انگلنڊ چاهي ته پلي سڄي جو سڄو بنهه هڪ ”ڪارخانن جو شهر“ بنجي پوي، ۽ انگريز پلي ته عام ماڻهن جي پلي خاطر پاڻ کي قربان ڪندي، اوندهه، گوڙ گهمسان ۽ مشينن جي موتمار دونهن جي وچ ۾ وقت گذاري، پنهنجي زندگيون گهٽائين. پر ساري دنيا نکي ته ڪو يڪو ڪارخانو، نکي ته ڪا يڪي ڪاڻ بنجي ٿي سگهي. ڪابه انساني قابليت هزارن ۽ لکن ماڻهن واسطي لوهه کي هاضمي لائق کاڌ بنائيندي، نکي هائڊروجن کي شراب جي جاءِ تي ڪارآمد ثابت ڪندي. ماڻهن جو لوڀ ۽ سندن غصو ڀ ڪين ڪڏهين خوراڪ جو ڪم ڪونه ڏيئي سگهندا، ۽ سوڊم جي صوفن ۽ گامرا جي انگورن (۹۹) وانگر ماڻهن جي دسترخوانن تي ڪٿي ڪيترين ٿلهيار مان ٺهيل مٺايون ۽ زهر سان چڪايل شراب رکيا وڃن- بهرحال، جيستائين انسانن جو گذران مانيءَ تي آهي تيستائين اهي هرهنڌ پري کان نظر ايندڙ ماٿريون خداوند تعاليٰ جي چمڪندڙ سون (۱۰۰) سان وڇايون ئي رهنديون ۽ ائين هميشه کلنديون ۽ ٻهڪنديون رهنديون،

۽ انسانن جي پرمسرت انبوهن جا رسيلا آواز انگورن مان رس ڪڍندڙ مشينن ۽ کوهن جي چوگرد هميشہ ئي ائين پڌبا رهبا.

۲۹۶. نڪي وري اسان جي وڏيڪ جذباتي اقتصاديات جي ماهرن کي ميڪانڪي زراعت جي لوازمات کان ڊڄڻ گهرجي. هوشور ماڻهن جي آبادين سان هيءَ ئي اميد وابستہ ٿي سگهي ٿي تہ هو نہ فقط ڪاڏي جي پر مسرت جي پڻ تلاش ۾ رهندا، ۽ نہ وري ڪا قوم تيستائين وڏ ۾ وڏ تعداد کي پهچي سگهندي، جيستائين منجهس اهو فهم ۽ شعور موجود نہ آهي، جنهن ۾ آباد دنيا منجهان لطف اندوز ٿيڻ جي صلاحيت موجود هوندي آهي. دنيا ۾ بيابانن جي بہ پنهنجي پنهنجي اهميت ۽ پنهنجو پنهنجو سونهيل ڪارج آهي، آها عظيم آبدي ڪَلَ، جنهن جي نگاهہ زمين جي گولي جي سَرائي آهي، جنهن جي دل جي ڌڙڪ ان جو سال آهي ۽ جنهن جي ساهہ جي چڪ ان جا مهاساگر آهن، سا پنهنجون برق ۽ باهہ جون طاقتون انهن وسيع ۽ لامحدود ميدانن ۾ تقسيم ڪنديئي رهندي، جن تي اِهي پٽرن ۽ واريءَ جي سچاٽپ جا عظيم نشان موجود رهن ٿا: بهرصورت ڌرتي ماتا جا آهي حصا جيڪي انهن نشانن جي وچ ۾ واقع آهن، ۽ جيڪي آباد آهن، سي آن آباديءَ سبب ئي هميشہ حسين ترين نظر ايندا آهن، ۽ دل کي وڻندا آهن.

۲۹۷. جنهن شيءِ کي دل گهرندي آهي، آها اک کي بہ وڻندي آهي. ڪوبہ نظارو لاڳيتو ۽ دائمي طور

دل کي نہ وڻندو آهي، سواءِ ان جي جنهن کي انسان جي خوشيءَ پريءَ محنت سڌاريو ۽ سنواريو هوندو: مثلاً، هڪ ساريڪا کيت، ساوا سهڻا باغيچا، ميويدار باغ، صاف ۽ سٿرا وسندڙ گهر، جن ۾ پرپور زندگيءَ جا دلبهار نغما پُرندا رهندا هجن. پوسانئيل فضا ۾ سرهائي ۽ سرهاڻ ڪانہ ٿيندي؛ فضا جي دلبري ۽ دلفريبي انهيءَ ۾ آهي تہ اها راحت بخش جهيڻن آوازن سان پُر هجي، جنهن ۾ پکين جون لاتيون، جيتن جون جهڻڪارون، انسانن جا آلاپ ۽ ٻارن جون ٻاتڙيون ٻوليون ٻڌڻ ۾ اچن.

۲۹۸. جيئن جيئن زندگيءَ جو فن سکبو ٿو رهجي، تيئن آخر هي معلوم ٿيندو ٿو وڃي تہ سڀ حسين شيون ساڳئي وقت ضروري شيون پڻ آهن. جهڙا رستي لڳ قدرتي چاول گل، تهڙا هٿ سان پوکيل فصل؛ ۽ جهڙا جهنگلي پکي ۽ جانور، اهڙوئي پاليل چوپايو مال؛ ڇاڪاڻ تہ انسان رڳو روٽيءَ تي گذر ڪونہ ٿو ڪري، پر ڪيس بيابانن جي ”من وسلوا“ پڻ گهرجي؛ ۽ سندس جياپي جو مدار قدرت جي هر حيرت افزا ڪلمي ۽ قدرت جي هر اڇاتل ڪرشمي تي پڻ آهي. هو مسرور ۽ مطمئن آهي — انهيءَ لاءِ پڻ، جو هو ان کان بيخبر آهي، ۽ سندس ابا ڏاڏا پڻ ان کان بيخبر هئا؛ ۽ پڻ انهيءَ لاءِ، جو پوءِ بہ سندس وجود جو عظيم معجزو، جيڪو سندس ذات سان ئي

وابستہ آهي، آهو ساڳئي وقت، اڳتي وڌي، سڪان ۽ زمان جي لامحدود وسعتن کي ڇهندو ٿو رهي.

٢٩٩. آخر ۾، اوهان هن ڳالهہ کي خيال ۾ رکو تہ انسان ذات جي حقيقي مسرت ڏانهن جيڪو بہ اثرائتو قدم کڻجي ٿو، سو انفرادي ڪوشش جو نتيجو آهي، ۽ نہ عام ڪوشش جو. ڪي عام قاعدا، ڪي سڏاريل قانون ان طرف وڌڻ لاءِ رهنمائي ڪري سگهن ٿا ۽ مددگار ثابت ٿي سگهن ٿا، پر ان لاءِ جيڪو بہ قاعدو ۽ جيڪو بہ قانون سڀ کان اول ڳالهہ ٿو عمل ۾ آڻڻو آهي، ان جو دائرو هر ماڻهوءَ جي پنهنجي گهر تائين ئي محدود رهڻ گهرجي. هي اسين هميشه پڙهندا رهندا آهيون تہ سياڻا ماڻهو پنهنجن دانهن ڪندڙ پاڙيسرين کي (جيڪي زندگيءَ ۾ ڪانئن گهٽ جڳهہ تي ويٺل هوندا آهن) هر وقت هيءَ صلاح ڏيندا رهندا آهن تہ ’زندگيءَ ۾ جنهن مقام تي قدرت ڪين رکيو آهي، تنهن تي ڪين راضي رهڻ گهرجي.‘

٣٠٠. زندگيءَ ۾ شايد ڪي حالتون اهڙيون بہ پيش اچن ٿيون، جو قدرت نٿي چاهي تہ ماڻهن کي انهن تي راضي ٿي ويهي رهڻ ”گهرجي“. باوجود ان جي، سٺيون اصول مجموعي طور رهڪ چڱو اصول آهي، پر آهو گهريلو استعمال لاءِ ئي مخصوص آهي. اوهان جو پاڙيسري ”پنهنجي“ حال تي راضي رهي ٿو يا نٿو رهي، ان سان اوهان جو ڪو واسطو ڪونهي، پر هن ڳالهہ سان اوهان جو تمام گهڻو واسطو آهي تہ اوهان پنهنجي حال تي راضي رهو.

١٠٣٠ اج انگلنڊ ۾ جنهن ڳالھ جي خاص ضرورت آهي، سا هيءَ آهي ته آهو مسرت جو انداز تجويز ڪيو وڃي، جيڪو وچولي قسم جي پڌريءَ ۽ پورهئي سان حاصل ڪيل آمدنيءَ کي جائز طريقي سان خرچ ڪندي حاصل ڪري سگهجي. اسان کي اهڙا مثالي ماڻهو گهرجن، جيڪي اِها ڳالھ خدا جي فيصلي تي ڇڏيندي ته هو دنيا ۾ مٿي چڙهندا يا نه، پنهنجي لاءِ پاڻ هي فيصلو ڪن ته هو بهرحال ان ۾ خوش گذاريندا، ۽ جن اِهو پڪو ارادو ڪيو هجي ته هو گهٽي کان گهٽيءَ دولت جي نه، پر سادي کان ساديءَ خوشيءَ جي تلاش ۾ رهندا؛ اوچي درجي کي نه، پر گهري قلبي سڪون کي همٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا؛ ڪنهن ملڪيت تي قبضي ڪرڻ جي سلسلي ۾ پهريائين پنهنجي پاڻ تي قبضو حاصل ڪندا؛ ۽ بي ضرر خودداريءَ ۽ صلح جُو مشغلن دوران ئي پنهنجو پاڻ کي عزت بخشيندا ۽ احترام جي قابل بنائيندا.

٢٠٣٠ جن ماڻهن، صلح جُو مشغلن متعلق لکيل آهي ته انهن ۾ "آمن َ۽ انصاف َ، 'وڏي اچي'، هڪٻئي کي چميو آهي"، ۽ پڻ لکيل آهي ته "انصاف جو ڦل امن جي صورت ۾ انهن کي ميسر آهي، جيڪي امن پيدا ڪن ٿا؛" آهي نه، جن لاءِ عام طور چيو ويندو آهي ته 'امن ڪرائين ٿا،' يعني جهيڙا نبيرين ٿا – (جيتوڻيڪ آهو ڪم پڻ ان ٻئي عظيم ترڪم جي نتيجي

۾ ٿي سمکن ٿئي ٿو)؛ پر آهي جيڪي اسن جا خالق ۽ سڪون جا بخشيندڙ آهن. ۽ اِها نعمت پهريائين اوهان پاڻ حاصل ڪرڻ ڪان اڳ بخشي يا ڏيئي نٿا سگهو، ڏڪي وري هيءَ نعمت اهڙي آهي جيڪا، جيئن عام طور چيو ويندو آهي، هن يا هُن خاص ڪاروبار جي اختيار ڪرڻ تي خاطريءَ سان حاصل ٿي سگهندي.

۳۰۳. حاصلات يا نفعي جي ڪاٻه ٻي صورت ان ڪان زياده بي پروسي نه آهي، چاڪاڻ ته هر ڪاروبار دراصل ڦرڻو گهرڻو ـ ۽ غالباً ضابطي ڪان ٻاهر ـ آهي؛ جنهن جو رخ ٻه، جيئن ڳجهه ڊوڙ تي رکو هيڏانهن هوڏانهن لامارا پيئي ڏيندي آهي، تيئن ڪڏهن ٻه هڪ جاءِ يا هڪ طرف ڏانهن مائل نه هوندو آهي؛ برخلاف ان جي "زيتون ڪائيندڙ" پکي جيڪي آکيري ۾ ٻچن کي پاليندا آهن، آهي ڦري گهري، وري ٻه آکيري ۾ ٿي پنهنجو آرام ۽ سک ڳولين ٿا؛ انهيءَ سبب ئي ڏاهپ متعلق چيو ويو آهي ته ان "ٽُڪي ٽُڪي پنهنجي لاءِ ست ٿنب ٺاهيا آهن، ۽ پنهنجو قيامگاهه تعمير ڪيو آهي؛" ۽ جي ڪنهن ٻه موقعي تي ان کي اتان نڪري ٻاهر وڃڻو پوي ٿو ته پهريائين ته اها دروازن وٽ ڪافي دير ترسي ويهي ٿي رهي، ۽ ٻيءَ صورت ۾ ٻه سندس رستا سي نيڪيءَ ۽ امن جا رستا آهن.

۳۰۴. اسان لاءِ ته بهرحال، ان جو عمل لازمي طور دروازن کان ئي شروع ٿيڻ گهرجي: تحقيق صحيح اقتصاد آهي ئي "گهر جو قاعدو." ان قاعدي کي ڪوشش ڪري پختو، آسان ۽ فياضانه بنايو: ڪجهه به ضايع نه ڪريو، ۽ ڪجهه به ڪُرڪي پوئتي نه جهليو. پئسي سيڙڻ جي اونَ نه رکو، پر اونَ اها رکو ته ڪيئن ان پئسي مان گهٽي کان گهڻو فائدو حاصل ٿئي. هر حالت ۾ هيءَ عظيم، قطعي ۽ بنيادي حقيقت ياد رکو- جيڪا هر اقتصاد جو قانون ۽ بنياد آهي- ته جيڪي هڪ شخص وٽ آهي، آهو ساڳئي وقت ٻئي شخص وٽ ٿي نٿو سگهي؛ ۽ هر شيءِ جي ذري ذري تي، پوءِ اها ڪهڙي به قسم جي هجي ۽ ڪيئن به استعمال ٿئي، انسان پنهنجي زندگي ڏني آهي؛ جيڪو شيءِ جو ذرو جيڪڏهن حياتيءَ جي بچائڻ يا ان جي وڌائڻ ۾ ڪم آيو ته چئبو ته سڦلو ٿيو، پر جيڪڏهن ائين نه ٿيو ته چئبو ته ان اوتريءَ انساني زندگيءَ کي روڪيو يا ان جو خون ڪيو.

۳۰۵. هر خريداريءَ وقت، پهريائين هيءُ ويچار ڪيو ته جو ڪجهه اوهان خريد ڪري رهيا آهيو، ان جا پيدا ڪندڙ اوهان جي خريدڻ لاءِ ان شيءِ کي پيدا ڪندي، ڪهڙيءَ حالت ۾ پنهنجي زندگي گذاري رهيا آهن؛ ان کان پوءِ پيو هيءُ ويچار ڪيو ته جيڪا رقم اوهان ان شيءِ لاءِ ادا ڪئي آهي، ڇا اها ان جي پيدا

ڪندڙ لاءِ انصاف پري آهي، ۽ جا، آها پوريءَ مناسبت سان هُن جي هٿن ۾ پهچي ٿي*، ٿيون هيءَ ويچار ڪيو ته جو ڪجهه اوهان خريد ڪيو آهي، ان کي سنئون سڌو ڪاڏي، علم يا مسرت جي ڪيتري کارج ۾ اوهان آڻي سگهو ٿا، چوٿون هيءَ ويچار ڪيو ته آها شيءِ کهڙن کهڙن ماڻهن ۾ ۽ کهڙي کهڙي نموني جلد ۾ جلد ۽ افاديت جي لحاظ سان تقسيم ٿي سگهي ٿي: هر قسم جي ڏيتيءَ ليتيءَ ۾، بهرحال، مڪمل صداقت ۽ پوري پوري وعده وفائي اختيار ڪرڻ اولين شرط آهي، خاص طرح قابل فروخت شين جي سٺي ۽ خالص هئڻ متعلق: ساڳئي وقت انهن سڀني طريقن کي پڻ خيال ۾ رکڻ ضروري آهي، جن جي وسيلي خالص خوشيءَ جي ماڻڻ جي صلاحيت

*مال پيدا ڪندڙ جي منصفانه اجرت جي مسئلي تي انهيءَ کان وڌيڪ آءٌ ڪجهه چوان، تنهن کان اڳ اهو بلڪل ضروري آهي ته انهن وچوين، مثلاً اوورسيئرن (يا با اختيار مزدورن)، مال پچائيندڙن (تاجرن، خلاصين، ريزڪي واپارين، وغيره)، ۽ گماشتن (فروخت ڪارن) جي حقيقي فرائض جو مطالعو ڪيو وڃي. پر مون ان بابت هنن ابتدائي مقالن ۾ ڪوبه ذڪر ڪونه ڪيو آهي، ڇاڪاڻ ته جيڪي بچڙايون انهن وچوين جي اجائي هلت جي نتيجي طور پيدا ٿين ٿيون، سي جديد سياسي اقتصاد جي اصولن جي پوئواريءَ ڪري نه، پر رڳو لاغرضائيءَ ۽ حق ناشناسيءَ ڪري آهن.

حاصل ڪري يا سڪي سگهجي ٿي؛ ۽ جنهن جي معرفت شين مان هر ممڪن مسرت ۽ سک حاصل ڪري سگهجي ٿو — ياد رکڻ جهڙي ڳالهه هيءَ آهي ته سک ۽ مسرت جي انداز جو انحصار انهيءَ تي نه آهي ته ڪيتريون شيون استعمال لاءِ ميسر آهن يا استعمال ڪيون وڃن ٿيون، پر انهيءَ تي آهي ته ماڻهوءَ جو ذوق ڪيتريقدر باخبر ۽ بردبار آهي.

٣٠٦. ۽ جيڪڏهن هنن ڳالهين تي ايماندارانه ۽ پوري ويچار ڪرڻ سان ائين ڏسڻ ۾ ٿو اچي ته قياس طور توڙي حق طلبيءَ جي جواب ۾، جنهن قسم جي زندگي عام ماڻهن لاءِ هن وقت ميسر ٿي سگهي ٿي، آها، ڪم از ڪم آئينده ڪجهه عرصي لاءِ باعيش ۽ پرمسرت زندگي نٿي ٿي سگهي، ته پوءِ غور ڪريو ته آيا، اسان مان ڪو به شخص اهڙو عيش ماڻڻ، جيڪو ڪٿي فرض ڪجي ته بي گناهه به آهي، پسند ڪندو، جيڪڏهن ان سان گڏ دنيا ۾ جيڪو ظاهر ظهور دک ۽ عذاب موجود آهي، آهو پنهنجي بنهه اکين اڳيان صاف صاف اسان کي ڏسڻ ۾ پيو ايندو هجي! عيش تحقيق ممڪن آهي — معصومانه ۽ لطيف عيش — پر مستقبل ۾، سڀني لاءِ عيش، ۽ سڀني جي مدد سان؛ پر هن وقت عيش فقط آهي ماڻي سگهن ٿا، جيڪي جاهل آهن؛ اڄ ته ڪنور ڪان ڪنور ماڻهو به پنهنجي پر تڪلف دسترخوان تي پنهنجي اکين تي پٽيءَ ٻڌڻ کان سواءِ ويهي نٿو سگهي.

٣٠٧. تون همت ڪري پنهنجي اکين تان پٽي هٽاءِ، روشنيءَ ڏانهن نهار، ۽ جيڪڏهن اک جي روشني اچا به گهوڙهن دواران ۽ جسم جي روشني اچا به ڪٿي اوڙهڻ سان ميسر ٿيٽي آهي، ته پوءِ نيڪيءَ جو املهه تخم سيني ۾ سانڍيندو، ۽ گهوڙها گهاڙيندو اڳتي وڌ، جيستائين اهو ڏينهن اچي، ۽ اها بادشاهت اچي، جڏهن مسيحي نانَ جو تحفو ۽ امن جي ميراث، جهڙي توکي تهڙي "هن ٻئي ڪي، جيڪو بنهه آخر ۾ آيو آهي"، مرحمت ڪئي ويندي، ۽ جڏهن ڌرتيءَ جي رئل انبوهن ـ ڏاڍن ۽ هيٺن ـ جي وچ ۾ بنديخاني جي فيصلي کان وڌيڪ پاڪيزه پرچاءُ عمل ۾ ايندو، ۽ امن جي اقتصاديات جو راڄ شروع ٿيندو، جتي ڏاڍا ۽ ظالم تڪليف کان نه، پر تڪليف ڏيڻ کان محفوظ رهندا ـ ۽ جيڪي هيٺا ۽ ٽڪل ٽٽل آهن، سي ٽڪ ۽ ضعف کان آزاد ٿي، مطمئن زندگي گذاريندا.

# تشريحات

## "ڪارن هل"

هن مخزن جو شايع ڪندڙ جارج سمٿ (George Smith) هو. ان جو ايڊيٽر وليم ميڪ پيس ٺيڪري (William Makepeace Thackary) هو. ان ۾ هن ڪتاب وارا مقالا ١٨٦٠ع ۾ ڇپجي پڌرا ٿيا. پر جيئن ته اهي مضمون سماجي تنقيد سان ڀرپور هئا، تنهنڪري مخزن جي اڪثر پڙهندڙن کي پسند نه پيا. ٿئين مقالي جي ڇپجڻ کان پوءِ رسڪن کي مخزن جي اداري طرفان چيو ويو ته هو وڌيڪ مضمون اشاعت لاءِ ڏانهن نه موڪلي، سواءِ هڪ آخرين مضمون جي، جو بهرحال قبول ڪيو ويندو.

## ٢. مذمت

ڪيترن مخالفن توڙي موافقن طرفان رسڪن جي هنن مضمونن جي مذمت ٿي هئي. سڀ کان زياده مذمت سٽرڊي ريويو (Saturday Review) اخبار ڪئي. فقط ڪارلائل (Carlyle) اهڙي قسم جي مذمت ۾ حصو نه ورتو. پر هيءَ ڪتاب، جنهن جو شروع ۾ ڪو پڇڻ وارو ئي ڪونه هو، نيٺ مزدور طبقي جي ماڻهن

جو گويا هڪ مذهبي ڪتاب بڻجي پيو. سن ۱۹۰۶ع ۾، هن ڪتاب ۾ ڄاڻايل اصولن کي خود پارليامينٽ به تسليم ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي.

## ۳. بلند ترين

رسڪن، "سسيم ائنڊ لليز" (Sesame and Lilies) ڪتاب ۾ اظهار ڪيو آهي ته "هي اهو ڪتاب آهي، جنهن کي اٿئي صحيح معنيٰ ۾ ڪتاب سڏي سگهجي ٿو. جيستائين دنيا باقي آهي، تيستائين هي ڪتاب به باقي رهندو."

## ۴. خاص ڪشالا

رسڪن هن مقالي تي خاص ڪشالا انهيءَ ڪري ڪيا آهن، جو هن ڄاتو ٿي ته ان مقالي کان پوءِ ڪيس ٻئي مقالي جي ڇپجڻ جي سهوليت نه ملندي.

## ۵. وقت

رسڪن چيو آهي ته 'مون هنن مقالن تي ڏاڍي محنت ڪئي آهي، ۽ انهن مضمونن ۾ منهنجي پنهنجي مضمونن کان وڌيڪ اهم حقيقتون سمايل آهن. تنهنڪري مون پڪو ارادو ڪيو آهي ته منهنجي زندگيءَ جو مرڪزي اصول اهو رهندو ته آئينده اٿئي هن ڪتاب جي ابتدائي مذاڪرن کي وڌيڪ چٽو ڪندو رهندس. هن پوءِ "منرا پلو يرس" (Munear pulvoris) ۽ "ٽائيم ائنڊ ٽائيڊ" (Time and Tide) ڪتاب لکيا،

جن جو لاڳاپو، موضوع جي لحاظ کان، هن ڪتاب جي ٻئي مضمونن سان آهي.

## ٦. ٽور

اصلوڪي مضمون ۾ ٽيرهن آنا وزن ڏيڪاريل آهي، ۽ بعد ۾ ان کي درست ڪري، سترهن آنا ڪيو ويو آهي.

## ٧. انگريزي......... پيش ڪريان

هن کان اڳ چارلس ڪنگسلي (Charles Kingsley)، ايف. ڊي. مارس (F.D. Maurce) ۽ ڊي. آر. فرنيوال (D.R- Farniwall) جي اثر هيٺ، مزدورن لاءِ ڪاليج برپا ٿيا، جن ۾ خود رسڪن به خدمت ڪرڻ لاءِ ياگي پائيوار ٿيو. ساڳئي سال، يعني ١٨٥٤ع ۾، چارلس ڊڪنس (Charles Dickins)، ”هارڊ ٽائيمس“ (Hard Times) جي عنوان سان ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪيو، جنهن ۾ هن مالدارن طرفان جيڪو ڏنڊي جي زور سان انسانيت ۽ سماجي قدرن جو خون ٿي رهيو هو، ان جي مذمت ڪئي. پر رسڪن ئي پهريون شخص هو جنهن انهيءَ نام نهاد سياسي اقتصاد يات واريءَ سائنس جي بنيادن جي چنڊ چاڻ ڪئي، ۽ ان سان گڏ دولت جي صحيح وصف پيش ڪئي.

## ٨. افلاطون (plato)

عيسوي سن کان ٤٢٩ سال اڳ پيدا ٿيو ۽ ٣٤٧ سال اڳ وفات ڪيائين. هو عيني، عقلي ۽ معنوي

علمن جو ماهر ۽ فيلسوف هو. هي سقراط جو شاگرد هو. هن سياسي اقتصاديات کي قاعدي ۽ قانون جي صورت ڏني، ۽ ان کي پين ڪمن ۾ استعمال ڪيو.

## ۹. زينوفن (Xenophen)

عيسوي سن کان شايد ۴۴۰ سال اڳ ڄائو ۽ ۳۵۹ سال اڳ وفات ڪيائين. هو اٿينس جي لشڪر ۾ سپه سالار هو ۽ ان کان سواءِ تاريخ جو ماهر ۽ فيلسوف پڻ هو. چيو وڃي ٿو ته هي به سقراط جو شاگرد هو، جنهن سقراط جي هڪ پيري جنگ ۾ جان بچائي هئي. هن جي سياسي فلاسافيءَ وارين تصنيفن ۾ "ميمو ريسليل" (Memorasilil)، "سائرو پيڊين" (Cyropaedin)، "اوڪانامڪس" (Occonomicus) قابلِ ذڪر آهن. آنهن مان پويون ڪتاب انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿيو، ۽ رسڪن ان ۾ ڄاڻايل دولت جي وصف کي مڪمل وصف تسليم ڪيو. هن پنهنجي پوئين مقالي ۾، انهيءَ وصف کي هنن اکرن ۾ ظاهر ڪيو آهي ته "ڪارگر شين جو قبضو مردانه صفت ماڻهن جي حوالي هجي" (The possession of the valuable by the valiant)

## ۱۰. سسرو (Cicero)

هيءُ روم ملڪ جو وڏو فصيح ۽ بليغ تقرير ڪندڙ ٿي گذريو آهي. هيءُ هڪ فيلسوف پڻ هو. رسڪن کي هن جا "قاعدا" ۽ "مملڪت" جي نالن وارا ڪتاب خيال ۾ آيا آهن، جن جو اشارو چوٿين مقالي جي

فقري نمبر ٣٠١ ۾ ڏنل آهي. هن جي پيدائشي تاريخ عيسوي سن کان ١٠٦ سال اڳ، ۽ وفات جي تاريخ عيسوي سن کان ٤٣ سال اڳ آهي.

## ١١. هوريس (Horace)

عيسوي سن کان ٦٥ سال اڳ پيدا ٿيو ۽ ٨ سال اڳ گذاري ويو. هي روم جي آگسٽس بادشاهه جي زماني جو وڏو هجوگو شاعر هو. هن جي ڪيترين هجوئن کي "پوپ" پنهنجي تصنيفن جو خاڪو ڪري ورتو هو. پوپ جون تصنيفون رسڪن لاءِ ننڍي هوندي کان وٺي رهبريءَ جو سامان ثابت ٿيون هيون.

## ١٢. جان استوئرٽ مل (Jhon Stuart Mill)

هن صاحب ١٨٠٦ع ۾ جنم ورتو. هن "پرنسيپلس آف پوليٽيڪل ايڪانامي" (princi Ples of political Economy) نالي هڪ ڪتاب ١٨٤٨ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ان سال کي لنڊن جي چارٽسٽ (Chartist) تحريڪ جو وڏي ۾ وڏو سال ڪري ليکجي ٿو. فرينچ ريووليوشن ڪري جي تشويشناڪ حالتون پيدا ٿيون هيون، انهن جي بحث مباحثي ۾ ۽ انگلنڊ جي پهرئين سڌاري واري بل جي ڳالهين ۾ هن صاحب ڪافي بهرو ورتو هو.

## ١٣. 'گهر جو قانون' (House law)

هن جي حقيقي معنيٰ آهي اقتصاديات.

## ١۴. سيارا

هي تارا آهن، جيڪي هڪڙي جاءِ ڪان ٻي جاءِ ڏانهن وڌندا رهن ٿا ۽ هڪ جاءِ تي نٽا بيهن.

## ١٥. تارا

هي تارا آهن، جي هڪ ئي جاءِ تي بيٺل نظر اچن ٿا.

## ١٦. روشن دولت (Wealth radiant)

اها دولت آهي، جا مالڪ توڙي ٻين کي فائدو پهچائي.

## ١٧. عڪسي دولت (Wealth reflective)

اها دولت آهي، جا فقط مالڪ کي فائدو پهچائي ٿي.

## ١٨. "... پسنديده ڪم ڪري شمار ڪجي."

هي اڪر اليگزينڊر پوپ جي مشهور معروف شعر "آئن ايسي آن مئن) (An essay on man) ۾ چيل آهن. پوپ ١٦٨٦ع ۾ ڄائو ۽ ١٧۴۴ع وفات ڪري ويو.

## ١٩. ويلٿ آف نيشنس (Wealth of Nations)

هي ڪتاب آدم سمٿ (Adam Smith) جو لکيل آهي. آدم سمٿ کي سياسي اقتصاديات جو ابو ڪري ڪوٺيندا آهن. هن کي ڇوٽ واپار جو پڻ حامي شمار ڪيو وڃي ٿو.

## ٢٠. ملازمت مان نڪرڻ جو ڊپ

رسڪن جي زماني ۾ مزدورن کي نڪي مستقل طرح ڪم تي رکيو ويندو هو ۽ نه وري ڪين مقرر ٿيل اجرتون ئي ڏنيون وينديون هيون. جيڪڏهن واپار جو چاڙهو هوندو هو ته مزدورن کي ڪم ۾ رکيو ويندو هو. جيڪڏهن واپار جون حالتون ڪري پونديون هيون ته مزدورن کي ڪم کان علحدو ڪيو ويندو هو. ان کان سواءِ مقرر اجرتن جو رواج ڪونه هو: جيڪو به ماڻهو گهٽ اجرت قبول ڪندو هو، ان کي ڪم تي رکيو ويندو هو. اهڙين حالتن هيٺ، مزدور هروقت ملازمت مان نڪرڻ جي خطري ۾ هوندو ئي هوندو هو.

## ٢١. اسڪول

ڊبليو. اي. فارسٽر (W .E Farster) جي ايڊيوڪيشن ائڪٽ موجب ١٨٧٣ع ۾ مملڪت کي بنيادي تعليم جي سهوليتن مهيا ڪرڻ لاءِ ذميوار بنايو ويو. رسڪن اهڙي تجويز ۽ پروگرام پنهنجي ڪتاب ”پوليٽيڪل ايڪانامي آف آرٽ“ (Political Economy of Art) ۾ شامل ڪئي هئي، ۽ اهو ڪتاب ١٨٥٧ع ۾ شايع ٿيو هو.

## ٢٢. محتاج ۽ پيرسن

پيرسن ۽ محتاجن جي وظيفن واسطي جوسف چيمبرلين (Joseph Chamberlain) پارليامينٽ ۾ رٿ پيش ڪئي،

۽ هن وقت اها عمل ۾ آهي. اصل ۾ ان رٿ جو باني رسڪن هو. جنهن وقت اهو قاعدو عمل ۾ آيو، تنهن وقت پنجاسي لک ماڻهن انهيءَ پروگرام مان فائدو ورتو، منجهانئن چوڏهن لک ماڻهن کي محتاجخانن ۾ رهڻ لاءِ بندوبست ڪري ڏنو ويو.

## ٢٣. پوليٽيڪل ايڪانامي آف آرٽ

”پوليٽيڪل ايڪانامي آف آرٽ“(Political Economy Of Art) جي سري سان ١٨٥٧ع ۾، رسڪن مئنچيسٽر ۾ هڪ تقرير ڪئي هئي، جا بعد ۾ ”اي جئًا فار ايور“ (A Joy For Ever)، ڪتاب ۾ شامل ڪئي ويئي. هيءَ تقرير سماجي سڌاري جو هڪ کليو کلايو اعلان هئي.

## ٢٤. لئوي (Livy)

هي عيسوي سن کان ٥٩ سال اڳ ڄائو هو ۽ ١٧ع ۾ وفات ڪري ويو. آگسٽس شهنشاهه جي زماني جو وڏو رومن تاريخ نويس هو، ۽ روم جي شروعاتي مملڪتي ڳالهين لاءِ هيءَ هڪ سَنَد هو.

## ٢٥. نام نهاد

اوڻيهينءَ صديءَ جي سياسي اقتصاديات واريءَ سائنس کي ”نام نهاد سائنس“ ڪري ڪوٺيو ويندو هو. ڪارلائل ان سائنس کي ”هولناڪ سائنس“ ڪري سڏيو آهي. انهيءَ سائنس جي شرح يا خوبي بيان ڪرڻ وارا جان اسٽوئرٽ مل، ٿامس رابرٽ مالٿس،

۽ ڊيوڊ رڪارڊو آهن، جن مان پوين پن جو بيان هيٺ ڏجي ٿو:

**الف:** ٿامس رابرٽ مالٿس (Thomas Robert Malthus) ۱۷۸٦ع ۾ ڄائو ۽ ۱۸۳۴ع ۾ وفات ڪيائين. هو ڪئمبرج جي جيزس (Jesus) ڪاليج جو فيلو هو. هن ۱۷۹۸ع ۾ پنهنجا مضمون، "انسان جي آدمشماريءَ جا اصول، Essay on the principles of population as it affects the future improvement of society.

جي سري سان ڇپي پڌرا ڪيا. انهن مضمونن ۾ آدمزات جا ڪاڌ ۽ خوراڪ جي ذريعن سان جي تعلقات آهن، انهن تي بحث ٿيل آهي. انهيءَ ۾ اهو دليل پيش ٿيل آهي ته انساني نسل جي واڌ فطري طرح ڪاڌي جي ذريعن کان وڌيڪ آهي. تنهن مان اهو مطلب نڪتو ته انسان جيڪڏهن پنهنجي سڌاري آڻڻ لاءِ موت جي رفتار کي جهڪو ڪندو ته اهي حالتون ڪيس وڏي جوکي ۾ وجهنديون.

**ب:** ڊيوڊ رڪارڊو (David Ricardo) سال ۱۷۷۲ع ۾ ڄائو هو، ۽ سال ۱۸۲۲ع ۾ وفات ڪيائين. هو سياسي اقتصاديات جو ماهر ۽ پارليامينٽ جو ميمبر هو. سن ۱۸۱۷ع ۾ جڏهن اهو اسٽاڪ ايڪسچينج جو ميمبر هو، تڏهن هن پنهنجو مکيه مضمون 'آن دي پرنسيپلس آف پوليٽيڪل ايڪانامي اينڊ ٽئڪسيشن' لکيو.

## ٢٦. نائٽروجن

هيءَ اها گئس آهي جنهن کي نه رنگ آهي نه ذائقو ۽ نه بوءِ. هن گئس جو هوا جي بناوت ۾ چار ڀاڱي پنج حصو آهي. هيءَ آڪسيجن کي ڇڊو ڪري ٿي. جيڪڏهن هوا فقط آڪسيجن جي ٺهيل هجي ته ڪوبه ساهه کڻي ڪونه سگهي، ۽ سڄي دنيا ناس ٿي وڃي.

## ٢٧. ڪلورائيڊ

هيءَ پيلي ميرانجهڙي رنگ جي آهي. رواجي گرمائش تي ڦاٽي پوندي آهي. فاسفورس جي ملاوت سان پڻ ڦاٽي پوندي آهي. انهيءَ جي ڀاڦ اکين ۽ نڪ جي واسطي ڏاڍي نقصانڪار آهي.

## ٢٨. هڙتال

هيءَ هڙتال سن ١٨٥٩ع ۾، لنڊن بلڊنگ ٽريڊس ۾ ٿي. هن ڪتاب جو بنيادي سبب به هيءَ ئي هڙتال آهي. هيءَ ڳالهه معلوم ڪرڻ جهڙي آهي ته ڪامبينيشن ائڪٽ، جنهن مطابق مزدور پنهنجي ذاتي مفادن جي حفاظت ڪري سگهيا ٿي، سو سن ١٨٢٥ع ۾ منسوخ ٿي ويو. ان کان پوءِ سن ١٩٢٦ع واريءَ عام هڙتال جي جواب ۾، هڙتال ڪرڻ جي حق تي مزدور واريءَ حڪومت طرفان سخت پابنديون وڌيون ويون.

## ۲۹. محبت... دل ۾ هجي

پيار هڪ قرض موافق آهي. جيڪڏهن هڪ ماڻهو ٻئي ماڻهوءَ کي پيار ڏئي ٿو ته اهو ڏنل پيار ان کي واپس ڪرڻو آهي.

## ۳۰. بدتر ڪاڏوءِ بندوبست برداشت ڪري نه سگهندا

مالڪ ملازمن کي اهڙو ته خراب ڪاڏو کارائيندا هئا ۽ انهن لاءِ اهڙو ته گهٽ درجي جي رهائش وغيره جو بندوبست رکندا هئا، جو هو فقط بک سبب مجبور ٿي، کڻندا ڪونه هئا. مزدورن جي کاڌي جي گهٽتائيءَ جي حد اها هئي، جو جيڪڏهن ان کان تر جيترو به بندوبست ڪسو ٿي پوندو هو ته انسان ته ٺهيو، پر جانور به انهيءَ کاڌي کي ڪين کائيندا هئا، ۽ پوءِ ملازمن کي لاچار نوڪري ڇڏڻي پوندي هئي.

## ۳۱. سياسي اقتصاديات جو نظريو

هن موجب بازار جي بها زياده ۾ زياده حاصل ٿي سگهي ٿي، ۽ ان جو مدار طلب جي زياده زور ۽ رسد جي کوٽ تي هو. ساڳئي نموني سان مزدوريءَ جي بها (اجرت) ڪم ۾ رکندڙ جي طلب تي ۽ مزدورن جي انداز تي مدار رکيو ٿي.

## ۳۲. چنيهه مٽي

هن کي انگريزيءَ ۾ "ڪالدران" چوندا آهن. هن ۾ هڪ ئي وقت چنيهن مٽن جيترا آگر پون ٿا.

۳۳. هي لفظ انجيل (متي) جي ١٦ باب جي، ٢٥ فقري مان ورتل آهي.

## ۳۴. "بليڪ هائوس" (Bleak House)

هي هڪ ناول آهي، جو ڊڪنس جو لکيل آهي. هن صاحب اهو ناول سن ١٨٥٢ع ۾ لکيو.

## ۳۵. ايسٽر سمرسن

ڊڪنس جي ڪتاب "بليڪ هائوس" ۾ جيڪو ماڻهو آکاڻيءَ جو حصو بيان ڪري ٿو، سو ايسٽر سمرسن آهي.

## ۳۶. چارلي (Charlie)

هيءَ ان ايسٽر سمرسن جي دل واري نوڪرياڻي آهي.

## ۳۷. ماسٽر همفريز ڪلاڪ

هيءَ هڪ آکاڻي آهي.

## ۳۸. مس براس

سئمپسن بلس جي ڀيڻ هئي.

## ۳۹. مارڪيو نيس

هيءَ هڪ ڇوڪري هئي، جا تمام گهڻو ڪم ڪندي هئي، پر هميشه اڌ بکايل هئي. هيءَ سئمپسن بلس ۽ ان جي ڀيڻ مس سئلي براس جي نوڪري ڪندي هئي. هوءَ تمام گهٽي موڪي ۽ اباڻڪي هوندي هئي.

## ۴۰. ڊڪنس

هيءُ انگريزي ناول نويس هو. سن ١٨١٢ع ۾ ڄائو هو. هن جو پيءُ دريائي لشڪر ۾ ڪلارڪ

هو. هن ١٨٣٦ع ۾ شادي ڪئي. هن ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن، جن مان ڪافي پئسو ڪمايائين. سياسي اقتصاديات جي قهر کي پنهنجي نامي گرامي مذاحيه طرز ۾ بيان ڪيو اٿس ۽ واپاري طبقي جي ماڻهن جون تصويرون تمام قبيح نموني ۾ چٽيون اٿس.

## ٤١. هارڊ ٽائيمس

هي ڊڪنس جو مشهور ڪتاب آهي، جنهن ۾ سياسي اقتصاد يات جي قهر جو بيان، ناٽڪي رنگ ۾ ڏنل آهي.

## ٤٢. ڊائونڊربي

هي هڪ تمام ڏاڍيان ڳالهائيندڙ ماڻهو هو. هن کي پنهنجي مشين هئي. هن گرنڊ گرائيڊ جي ڌيءُ مان شادي ڪئي. هن جي شخصيت ڊڪنس "هارڊ ٽائيمس" ۾ هڪ راڪاس جي ڪري چٽي آهي. هن کي انسان ذات لاءِ ذري جيترو به احساس ڪونه هو، ۽ هو دولت جو وڏو پوڄاري هو.

## ٤٣. اسٽيفن بلئڪ پول

هي "هارڊ ٽائيمس" ۾ هڪ ملازم جي شخصيت ڪري چٽيو ويو آهي، ۽ مکيه اداڪار آهي. هن پنهنجي شرافت، وفاداريءَ ۽ انسانيت جو ثبوت پيش ڪيو آهي.

## ٤٤. سردار

هر ڪنهن قوم جو پنهنجي سردار ڏانهن وفادار رهڻ هڪ مشهور معروف حقيقت آهي. شهزادي چارلس جو

ڪلوڊين جي جنگ کان پوءِ اسڪاٽلنڊ مان اچي ڪچين پچي نڪرڻ، ڏانهنس قوم جي وفاداريءَ جو ڪافي ثبوت آهي. شهزادي جي سر واسطي ٽيهه هزار پائونڊ انعام رکيل هو. مٿانهين درجي جي ماڻهن جي حالت ته نهايت سقيم هئي. هو پئسن جي لالچ جي اثر هيٺ اچي، شهزادي جو سر ڪپي انعام حاصل ڪن ها، پر هنن ائين نه ڪيو.

## ٤٥. ڊچ نيلام ذريعي

ڊچ نيلام (Dutch auction) اهو نيلام آهي، جنهن ۾ واڪ ڏيندڙ ڳريءَ قيمت سان واڪ شروع ڪري ٿو ۽ رفتي رفتي لهندو هيٺ اچي ٿو، جيستائين گهٽ ۾ گهٽ واڪ وارو ماڻهو هٿ اچي سگهي.

## ٤٦. سائمن

انجيل "عهد جديد" جي ائڪٽ واري ائين باب ۾ ڏيڪاريل آهي ته سائمن نالي هڪڙو ماڻهو هو، جنهن جادوءَ ذريعي سمريا جي شهر ۾ ڏاڍو اثر پيدا ڪيو هو. ماڻهو کيس خدا جي وڏي طاقت ڪري پائنيندا هئا. فلپس (Philips)، حضرت عيسىٰ عليه السلام جي اصولن جي تبليغ شروع ڪئي، ۽ پنهنجي معجزي سان ڪيترن بيمارن کي شفا بخشي. ان بعد، پيٽر ۽ يوحنا ان شهر ۾ آيا ۽ اچي دعا گهريائون ته انهيءَ شهر جي ماڻهن کي پاڪ روح جو ديدار نصيب ٿئي. انهن پوءِ پنهنجا هٿ انهن ماڻهن تي رکيا، ته کين پاڪ

روح جو ديدار نصيب ٿيو. جڏهن سائمن ڏٺو ته هنن جي هٿن رکڻ سان پاڪ روحن جو ديدار نصيب ٿو ٿئي، ته هن انهن کي پئسا آڇيا ته مون کي به اهڙي طاقت بخشيو ته جنهن ماڻهوءَ تي آءٌ به هٿ رکان ته انهيءَ کي به پاڪ روح جو ديدار نصيب ٿئي. پيٽر هن کي جواب ڏنو ته 'تنهنجا پئسا توسان ئي گڏ برباد ٿي وڃن، ڇاڪاڻ ته تون خدا جي نعمت کي پئسن سان خريد ڪرڻ چاهين ٿو. هن نعمت ۾ نڪو تنهنجو حصو آهي نڪو نصيب، ڇاڪاڻ ته خدا جي نظرن ۾ تنهنجي نيت بري آهي، تنهنڪري تون پنهنجي ڪئي تي پڇتاءُ ڪر، پوءِ امڪان آهي ته خدا توکي بخشي.' تنهن تي سائمن عرض ڪيو ته 'خدا کان دعا گهري وڃي ته خدا انهن مصيبتن کان مون کي بچائي.'

## ٤٧. جنگي عهدا

اڳئين زماني ۾ ملٽريءَ جي عهدن جو وڪرو ٿيندو هو. رسڪن جي تصنيف کان پوءِ، انهن جنگي عهدن جي وڪري جو رواج بند ڪيو ويو.

## ٤٨. ڇهه پينس

رسڪن جي زماني ۾ مقدمن جي لڙڻ جون فيون اهڙيءَ طرح مقرر ٿيل هيون، جو جيڪڏهن انهن کي گهٽايو ٿي ويو ته دل گهريو مطلب حاصل نٿي ٿي سگهيو.

## ۴۹. اها حقيقت...

هر ڪنهن حالت ۾ محنت جي قيمت، ڪم جي ڏکيائي يا سکيائيءَ هجڻ تي مدار رکي ٿي. جيڪڏهن ڪم ڏکيو هوندو ته محنت جي قيمت گهٽي هئڻ گهرجي، ۽ جيڪڏهن ڪم سولو هوندو ته محنت جي قيمت ان موافق گهٽ ٿيندي.

## ۵۰. مذڪور ٻچڙاڻن کي قبضي هيٺ آڻين

مالڪ دولت جي هٿ ڪرڻ ۾ هر ڪنهن قسم جي حرفت ڪان ڪم وٺن ٿا، ۽ هر وقت انهيءَ هَوَس ۾ رهن ٿا ته ڪٿان ڪو نفعو حاصل ٿئي. وري ملازم ڪجهه ڏينهن پورهيو ڪري، بعد ۾ عيش عشرت ۾ وقت گذارين ٿا. شرابخوريءَ سان پنهنجو غم غلط ڪن ٿا، وغيره وغيره.

## ۵۱. ايڪسڪرشن جي سورمي

هي ورڊس ورٿ جو هڪ ڊگهو شعر آهي، جو زندگيءَ متعلق آهي. هي ۱۸۱۴ع ۾ لکيو ويو. هي شعر بلند ۽ نازڪ خياليءَ سان ڀرپور آهي. انهيءَ شعر ۾ جيڪو مکيه اداڪار ڏيکاريو ويو آهي، سو هڪ سياح آهي، جو شاعر سان مذهبي، اخلاقي ۽ فلسفانه موضوع تي گفتگو ڪري ٿو.

## ۵۲. آڏوليڪس

هن کي يوناني ڏند ڪٿا موجب هڪ وڏو ڏاڙيل ۽ بدمعاش ليکيو وڃي ٿو. هي يوليسيز جو ڏاڏو هو.

رسڪن هن جي ڳنڍ چوڙڻ يا جيب ڪترڻ واريءَ عادت ڏانهن اشارو ڪيو آهي. چاڪاڻ ته شيڪسپيئر پنهنجي ناٽڪ ”ونٽرس ٽيل“ ۾، انهيءَ نالي واري ڪردار ڪان اهڙي قسم جو ڪم ورتو آهي.

## ٥٣. اسان جي سائنس

مل (Mill) جي راءِ ۾ هيءَ سائنس دولت جي ماهيت ۽ ان جي پيداوار ۽ ورهاست جي قاعدن جي تفتيش ڪري ٿي.

## ٥٤. اقتصاد

رسڪن انهيءَ ڳالهه تي زور ڏئي ٿو ته حقيقي سياسي اقتصاديات اها آهي، جنهن کي سماجي اقتصاديات سڏجي، ۽ جنهن کي ان وقت سياسي اقتصاديات سڏيو ويو ٿي، سا حقيقت ۾ محض تجارتي اقتصاديات هئي. ان کي وڌيڪ هيٺيان لفظ چٽو ڪن ٿا، جي لفظ رسڪن ”منيرا پلوير س“ ڪتاب ۾ چيا آهن: ”جيئن گهرو اقتصاديات گهر جي رواجن، رسمن ۽ عادتن کي سنواري ٺيڪ ڪري ٿي، اهڙي نموني سان سياسي اقتصاديات پيداوار جي ذريعن جي مطالعي سان گڏ سماج يا مملڪت جي رسمن رواجن کي پڻ سنواري ۽ ٺيڪ ڪري ٿي. ويجهڙائيءَ ۾ جنهن علم جي مطالعي کي سياسي اقتصاديات جو مطالعو شمار ڪيو وڃي ٿو، سو درحقيقت محض جديد تجارتي ڪاروبار جي اتفاقي پيدا ٿيل حالتن جي تپاس آهي.

## ٥٥. گهربل انداز کان... موجود آهي

دولت جو اثر غريبن ۽ شاهوڪارن تي علحدو آهي. مسڪين ماڻهن وٽ پئسو ڪونه ٿو رهي، تنهنڪري هنن کي شيون انهيءَ اگهه ۾ سلن ٿيون، جيڪو بازار جو اگهه آهي. شاهوڪار جي حالت ۾ ته ڪابه شيءِ اڻلڀ نٿي ٿئي. هو هر حالت ۾ شيءِ جي قيمت اڻ ڦرندڙ ڏئي ٿو، چاڪاڻ ته ان شيءِ جو مالڪ به پاڻ آهي ۽ اگهه کي وڌائيندڙ به پاڻ آهي. تنهنڪري دولت جو برو اثر غريب تي پوي ٿو، پر شاهوڪار تي نٿو پوي.

## ٥٦. سکو جو پوڏو

هي اهي زهريلا پوٽا آهن، جن جي استعمال ڪرڻ سان اهڙي ته گهري ننڊ اچي ٿي وڃي، جنهن جي انتها فقط موت ذريعي ٿئي ٿي.

## ٥٧. درا جي ميدانن

ڪتاب "عهدالعتيق" جي دانيال واري پاڱي جي باب ٽئين، فقري پهرئين مان مٿيون ٽڪرو ورتل آهي. نيبلوڪئنزر بادشاهه هڪ سون جو پتلو بابل جي علائقي ۾ کڙو ڪيو، ۽ حڪم جاري ڪيائين ته جيڪو به ماڻهو انهيءَ بوتي جي پوڄا نه ڪندو، ان کي درا جي ستوٽي اونهي ٻاهه جي کوري ۾ وجهي، جلايو ويندو. انهيءَ علائقي جي گورنرن

۽ وڏن عهدن وارن حڪم جي تعميل ڪئي. باقي ٽن خدا پرست يهودين حڪم جي تعميل ڪرڻ کان انڪار ڪيو. بادشاهہ گرم ٿي ويو ۽ انهن کي چيائين تہ "تعميل ڪريو، نہ تہ اوهان جو خدا اوهان کي باهہ جي سيڪ کان بچائي نہ سگهندو." هنن هن ڌڙڪي ملڻ بعد بہ تعميل نہ ڪئي. تنهنڪري کين ٻڌي، درا جي ميدان واري سخت گرم ڪوري ۾ اڇليو ويو. جون ٽنا تہ جن ماڻهن انهن کي ڪوري ۾ اڇليو، اهي بہ گرميءَ جي تؤ تي سڙي مري ويا، مگر هي باهہ جي اندر گهمندا ڦرندا رهيا، ۽ خوشيءَ وچان خدا جي ساراهہ جا گيت ڳائيندا رهيا.

## ٥٨. خسيس رقم

"ڪنڀر جون زمينون" (Potter's fields) اکر، انجيل متي جي باب ٢٨، فقري ٧ مان ورتل آهن. جڊاز (Judas) نالي هڪ ماڻهوءَ حضرت عيسيٰ کي ٺڳي، چانديءَ جي ٽيهن سڪن عيوض آئي ٻاون جي حوالي ڪيو. ٻاون حضرت عيسيٰ کي ٻڌي وڃي گورنر جي حوالي ڪيو. جڏهن جڊاز ڏاڍو خوار خراب ٿيو، تڏهن بيحد پڇتايائين ۽ چانديءَ جا ٽيهہ سڪا آئي ٻاون جي سردار کي ڏنائين، ۽ چيائين تہ 'مون وڏو گناهہ ڪيو آهي، جو معصوم کي ٺڳيو اٿم.' ٻاون جواب ڏنو تہ 'ان ۾ اسان جو ڇا ويو!' اهو ٻڌي، هن چانديءَ جا سڪا "مڙهيءَ" ۾ اڇلي، ٻاهر وڃي،

ڦاهو ڪاڏو. ٻاون اهي سڪا ميڙي چونڊي پاڻ وٽ محفوظ رکيا ۽ اظهار ڪيائون ته 'اهي پئسا مڙهيءَ جي خزاني ۾ جمع نه ڪيا وڃن، ڇاڪاڻ ته اهي رت جي قيمت جا آهن.' پوءِ هنن اهو فيصلو ڪيو ته انهن چانديءَ جي سڪن سان "ڪنڀر جون زمينون" خريد ڪيون، جن ۾ اصلي رهندڙن توڙي مسافرن کي دفنايو ويندو. انهن ڏينهن کان وٺي اڄ ڏينهن تائين انهن زمينن کي "رت جا ميدان" ڪري ڪوٺيو وڃي ٿو.

## ٥٩. ڦرلٽ يا قتل غارت

رسڪن پنهنجي ڪتاب "فارس ڪليويجيرا" جي ٨٤ صفحي تي، هن لفظ کي وڌيڪ زوردار نموني ۾ وسيع ۽ ڇنڊ ڪيو آهي. مزدورن جي ڦرلٽ جيڪي سست ۽ عياش ماڻهو ڪن ٿا، انهيءَ جو نتيجو آهي سماجي بدڪاريون ۽ ديني گناهه. هڪڙو زميندار پنهنجي سڌي سنئين طاقت سان ڌاڙو هڻي ٿو. هو مزدورن جي زمين ڪسي پنهنجي قبضي ڪري ٿو، ۽ مزدورن کي چوي ٿو ته "توهان فاني انسان آهيو ۽ هن زمين تي هميشه لاءِ نه رهندين. توهان پنهنجي محنت جو ميوو منهنجي حوالي ڪريو. توڪي ته ائين ئي بلڪل رواجي طرح گذارڻو آهي. هڪ فوجي عملدار ڪاشتڪارن کي مجبور ڪري، جنگ ۾ وٺي ٿو وڃي ۽ ڪيس، انهن کي موت جي منهن ۾ وجهڻ عوض پئسا

حاصل ٿين ٿا. هڪ وڪيل جي ڪرلٽ يا ڊاڙو انهيءَ ۾ سمايل آهي، جو هو پن ڌرين جي جهيڙي جو فيصلو انگهائي ڏکو ٿو ڪري، ۽ هڪ پادريءَ جو ڊاڙو انهيءَ ڳالهه ۾ مضمر آهي، جو هو پنهنجي اصولن جو وڪرو ڪري ٿو.

## ٦٠. بزنطيني سنج

قديم بزنطين (قسطنطنيه) جا مشهور
۽ تاريخ ۾ آيل گهوڙي جا سنج.

بزنط، بزنطين يعني قسطنطنيه جا سونا سڪا، جيڪي ڏهين صدي عيسويءَ کان چوڏهين صدي عيسويءَ تائين انگلنڊ توڙي سڄي يورپ جا رائج الوقت سڪا ٿي ڪم ايندا هئا. شڪل ۾ گول هوندا هئا، مٿن مسيح جي تصوير اڪريل هوندي هئي ۽ قيمت ۾ هرهڪ تقريباً هاٿوڪي هڪ پائونڊ جي برابر هو.

## ٦١. دولت جون... رڳون

"دولت جون رڳون"، هن نمبر مقالي جو سرو ۽ تت آهي. "فارس ڪليويجيرا" ۾ رسڪن پنهنجي سماجي نظريي جو بنيادي اصول هيٺين لفظن ۾ بيان ڪيو آهي: "ڪنهن به ملڪ جا سٺا مرد ۽ زالون ان ملڪ جي سچي پچي دولت آهن؛ جيئن انگلنڊ جي دولت سٺا انگريز آهن، اسڪاٽلنڊ جي دولت سٺا اسڪاٽ آهن ۽ آئرلنڊ جي دولت سٺا آئرش ماڻهو آهن.

## ٦٢. سنڌو نديءَ جي واريءَ ۽ گولڪنڊا جو سخت پٿر

سنڌو نديءَ جي واريءَ سان سون مراد ورتو ويو آهي، ۽ گولڪنڊا جي پٿرن سان هيرن ۽ جواهرن جو مفهوم ورتو ويو آهي.

## ٦٣. ڪافر ماءُ

ليوڪريشا، ٽائبريس ۽ ڪايس گرئڪس جي ماءُ هئي. اهي ٻيئي ڀاءُ روسي ڪاشتڪارن جي بغاوت ۾ سختيءَ سان ماريا ويا. هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي ته هڪڙي رومن عورت، هنن ٻن ڇوڪرن جي ماءُ وٽ ويئي ۽ وڃي پنهنجي نقدي دولت تي فخر ظاهر ڪيائين. جڏهن مذڪور ڇوڪرا اسڪول کان موٽيا ته سندن ماءُ انهن ڏانهن اشارو ڪري هن عورت کي ٻڌايو ته ”منهنجا هيرا هي آهن.“ اها ماءُ ڪرستان مذهب جي نه هئي، پر ڪافر هئي.

## ٦٤. يهودي واپاري

يهودي واپاري، سليمان، عيسوي سن کان ٩٩٣ سال اڳ ڄائو هو ۽ ٩٥٣ سال اڳ گذاري ويو. رسڪن جي زماني ۾ انهن ڇوٽين جو مصنف مذڪور واپاريءَ کي قرار ڏنو ويو آهي.

## ٦٥. انتخاب

انجيل متي جي ڇهين باب ۾، هنن لفظن جو اشارو

انهيءَ ڳالهه ڏانهن آهي تہ جڏهن پائليٽ نالي روم جي گورنر ماڻهن کي حضرت عيسيٰ عليہ السلام ۽ بئرا باس ڌاڙيل متعلق موقعو ڏنو تہ انهن پنهي مان جنهن لاءِ چون، ان کي قيد مان آزاد ڪيو وڃي، تڏهن جواب ۾ يهودين، پاون ۽ پنهنجن وڏن جي اشاري تي، چيو تہ حضرت عيسيٰ يعني امن جي علمبردار کي صليب تي چاڙهيو وڃي ۽ بئراباس ڌاڙيل کي آزاد ڪيو وڃي.

## ٦٦. آب حيات

هي لفظ انجيل جي وحي (Revelation) واري ڀاڱي جي باب ٢١ جي ڇهين فقري ۾ آيل آهن. جنهن ۾ خدا تعاليٰ موت بعد، انسان کي جيڪا زندگي بخشيندو ان جو ذڪر ڪيل آهي. آب حيات جي آزاد استعمال جي تسلي ڏنل آهي ۽ چيل آهي تہ هي اهو پاڻي آهي، جو هميشه واري زندگي بخشيندو.

## ٦٧. آب مرح

مرح جي پاڻيءَ جو، ڪتاب "عهدالعتيق" جي "هجرت" واري باب ۾ ذڪر آيل آهي. جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام بني اسرائيل کي ڳاڙهي سمنڊ کان هٽائي ڪڍيو تہ هو "سور" جي رڻ پٽ ڏانهن هليا ويا. ٽن ڏينهن جي تلاش بعد بہ هنن کي پاڻي نصيب نہ ٿيو. آخرڪار مرح جي چشمي جو پاڻي هٿ آين. پر اهو بہ ذائقي ۾ ايترو تہ ڪڙو هو، جو استعمال ڪري نہ سگهيا.

## ٦٨. ڊانٽي

ڊانٽي اٽليءَ جو هڪ نامور شاعر ٿي گذريو آهي. ١٢٦٥ع ۾ ڄائو ۽ ١٣٢١ع ۾ وفات ڪيائين. ”انصاف جي حڪومت“ لفظن جو اشارو سندس ڪتاب ”ڊائوينا ڪميڊيا“ ۽ ”پئرا ڊائزو“ ڏانهن آهي.

## ٦٩. پئنسن

رائج الوقت سڪو هڪ تسليم شده اقرار نامو آهي، جنهن جي عوض طلب تي گهربل محنت جو انداز، ڪنهن به وقت حاصل ٿي سگهي ٿو.

## ٧٠. سترهن آنا

”ڪارن هل“ مخزن ۾ جيڪي به مضمون ڇپيا هئا، انهن مضمونن کي سواءِ ڪنهن ڦير گهير جي بعد ۾ ڪتاب جي صورت ۾ ڇاپي پڌرو ڪيو ويو هو. مصنف جي ديباچي جي ٽئين فقري ۾ ڏيڪاريل آهي، ته فقط هڪ لفظ جي تبديل ڪئي ويئي آهي، سو اهو اصل لفظ ’تيرهن‘ هو، جنهن کي بدلائي ’سترهن‘ ڪيو ويو آهي.

## ٧١. سمٿ ايلڊر ائنڊ ڪو

”سمٿ ايلڊر ائنڊ ڪو“، هڪ ڪمپني، ١٨٧١ع تائين، رسڪن جا ڪتاب ڇاپيندي آئي. ان بعد، هن پنهنجن ڪتابن جي ڇپائڻ جو ڪم جارج ائلين (George Allen) جي حوالي ڪيو.

## ٧٢- پنجتيهہ يا چاليهہ سيڪڙو

ڪيترين شين تي ٽئڪس پوڻ ڪري، انهن جون قيمتون وڌي وييون هيون. شاهوڪار ماڻهن کان غريب ماڻهو شين جو وڌيڪ استعمال ڪن ٿا، تنهنڪري وڌيڪ ٽئڪس جي مصيبت بہ غريبن تي ئي پوي ٿي. انهيءَ مان اهو مطلب نڪتو تہ محصولن جي زيادتي ڪري، غريب ماڻهوءَ جي ڪمائيءَ جو اڪثر حصو، اٽسڌن محصولن ۾ گهري ٿي ويو.

## ٧٣- آناج جا قانون ـــ منسوخ ٿيڻ

سن ١٧٧٣ع ۾ برڪ، پاهران ايندڙ انّ تي محصول (ڊيوٽي) وڌايو. انهيءَ جو نتيجو اهو نڪتو، جو انّ جي قيمت ملڪ ۾ وڌي ويئي. سن ١٨١٥ع ۾ انّ جي قيمت تمام چوٽ چڙهي ويئي. سن ١٨٤٩ع ۾ اهي قاعدا نيٺ منسوخ ڪيا ويا.

## ٧٤- اشتراڪيت

رسڪن جي اشتراڪيت، جيڪا هن پنهنجي تحريرن ۾ ظاهر ڪئي آهي، يا جهڙي نموني سان سينٽ جارج جي ڪمپنيءَ ۾ تجربا ڪيا اٿس، تنهن مان ائين ظاهر آهي تہ سندس اشتراڪي اصولن مان هن جو مطلب هيءُ هو تہ هرهڪ فرد مملڪت جو زيردست هجي ۽ نہ ڪن خانگي ماڻهن جو. هو مزدورن کي سهوليتن وٺي ڏيڻ ۽ انهن جي بچاءَ جي قاعدن قانونن پاس ڪرائڻ جو حامي هو، پر سندس راءِ ۾ مساوات جو

حاصل ڪرڻ ناممڪن هو. بادشاهي، مذهبي ۽ سڀ کان زياده موروثي ملڪيت جي اصولن کي برقرار رکڻ جي سفارش ڪئي اٿس، ۽ عام طرح جيڪو اشتراڪيت جو ملڪيت وراهڻ وارو اصول آهي، ان جي حمايت نه ڪئي اٿس، ڇاڪاڻ ته هن جي نظر ۾ ملڪيت جي ورهاست وارو اصول قوم جي تباهيءَ جو ڪارڻ آهي. وڌيڪ تفصيل هن ڪتاب جي فقري ٢٨١ جي حاشيي مان معلوم ٿي سگهندو. خود جديد زماني جي اشتراڪيت جا شيدائي، اُئين نٿا چون ته ڪي سڀ ماڻهو هڪجهڙا آهن. اهي چون ٿا ته سڀني ماڻهن کي هڪجيترو موقعو ڏنو وڃي ته هو پنهنجي طاقتن جو واڌارو ڪري، زندگيءَ جو لطف حاصل ڪري سگهن.

## ٧٥- هر جي منئي جهلڻ وارا سپاهي ۽ تلوار جي منئي جهلڻ وارا سپاهي

”سولجرس آف دي سورڊ ۽ پلوشيئر“ ماڻهن جو اهو طبقو آهي، جيڪو صنعت ۽ زراعت کي اهڙيءَ جوابدارانه ۽ منتظمانه نموني سان ڇهتي ٿو، جيئن لشڪر جي ماڻهن کي جنگ جي ميدان ۾ ڏسبو آهي.

## ٧٦- دولت جي محبت

هنن لفظن جي مفهوم انجيل جي ڪيترن حصن ۾ اچي چڪو آهي. ”تيمٿيءَ“ جي ڇهين باب جي ڏهين فقري ۾ چاٽايل آهي ته پئسن جو پيار هرڪنهن بدڪاريءَ جو بنياد آهي. ۽ انجيل لوڪا جي باب

سو رهين، فقري تيرهين ۾ چاٽايل آهي ته ڪو به شخص ٻن مالڪن جي خدمت ڪري نٿو سگهي: يا هو هڪڙي کي نفرت جي نگاهه سان ڏسندو ۽ ٻئي کي پيار ڪندو، يا هو فقط هڪ جي عبادت ڪندو ۽ ٻئي کي ڇڏي ڏيندو. بهرحال خدا ۽ دولت جي ديوتا جي ساڳئي وقت ڪو به پوڄا ڪري ڪونه سگهندو.

### ٧٧. مسٽر هيلپ

هيلپ کي پهريائين 'مسٽر' جي لقب سان سڏيو ويندو هو. بعد ۾ هو 'سر آرٿر هيلپ' جي نالي سان سڏجڻ لڳو. هن " فرينڊس ان ڪائونسل" (Friends in Council) جي سري سان هڪ ڪتاب لکيو آهي. چاٽايل اشارو انهيءَ ڪتاب جي پهرئين جلد جي ٻئي فقري ۾ آيل آهي.

### ٧٨. عام ماڻهو (Demos)

شيڪسپيئر جي ڪتاب"ٽيمنگ آف دي شريو"(Taming of the Shrew)، ۾ جيڪا مکيه ڳالهه ڏنل آهي سا صرف رڇن جي پاليندڙ ٽنڪر (Tinker) کي، جو شرابي پڻ هو، خوش ڪرڻ لاءِ لکيل آهي. آها هيءَ آهي ته ڪرسٽافرسلاءِ کي هڪ امير شرابيءَ جي حالت ۾ ڏسي ٿو. هو پنهنجي نوڪرن کي حڪم ٿو ڪري ته هن کي کڻي سندس جاءِ تي پهچايو وڃي، ۽ هو جي اُئين خدمت ڪئي وڃي، جيئن هڪ امير جي. هو جڏهن جاڳي ٿو، تڏهن ڏسي ٿو ته پاڻ

اميراڻي پوشاڪ ۾ ملبوس آهي. ڪيس ماحول ۾ اميراڻو نظر اچي ٿو. جڏهن ڪائنس پڇيو وڃي ٿو ته ڪيس ائڊونس جي تصوير، جا وهنڊڙ نهر جي پرسان نڪتل آهي، اها ڏيکاري وڃي، يا پيون ٻه ڪن حسين ڇوڪرين جون تصويرون ڏيکاريون وڃن؟ تڏهن سلاءِ جواب ڏئي ٿو ته انهن عورتن جون تصويرون ڀلي منهنجي اڳيان پيش ڪيون وڃن، پر ان کان اڳ مون کي شراب جو ننڍڙو پيالو گهرجي. هتي ڪرسٽافر سلاءِ کي انهيءَ وقت جي هڪ اهڙي ماڻهوءَ جو مثال ڪري پيش ڪيو ويو آهي، جنهن جون خواهشون اڻوڻنڊڙ ۽ بيڪار هجن. هن مان اها مراد آهي، ته ائڊونس حسن جي ديوي آهي پر ڪرسٽافر کي ان جي طلب نه آهي، پر شراب جي طلب آهي، تنهنڪري هو ان کي هر شيءِ مٿان ترجيح ڏئي ٿو. اهڙيءَ طرح ڏسبو ته پسند ۽ ذوق انساني مزاج ۽ استعداد تي مدار رکن ٿا.

## ٧٩. جيڪڏهن پارن وانگر...

انهن لفظن استعمال ڪرڻ مان رسڪن جو اهو مطلب آهي ته ڪنهن به قوم جي اقتصادي زندگيءَ جو معيار انهن لياقتن جي امتياز مان معلوم ڪري سگهجي ٿو، جن لياقتن سان انسان ڀلائيءَ جا ڪم ڪن. مثال طور جيڪڏهن ڪا قوم موتين ۽ هيرن جواهرن جو ايترو ته قدر ڪري ٿي، جو انهن جي

ڳولا ۾ پنهنجي ساري محنت صرف ڪري ٿي، جا جيڪر گهر جوڙڻ، شهري سڌاري ۽ عوام لاءِ باغن وغيره تي استعمال ڪري ها ته بهتر ٿئي ها، ته ان قوم جي هنن افعالن مان ثابت ٿئي ٿو ته ان قوم جي سمجهه اڃا ٻاراڻي منزل تي آهي.

## ٨٠. اشارو

رومي سلطنت جي دور ۾، اهو دستور هوندو هو ته جيڪڏهن ڪنهن قيديءَ، ٻانهي يا ڪنهن سخت ڏوهاريءَ کي سزا ڏيڻي هوندي هئي، ته انهن کي ماڻهن جي وندر خاطر گول تماشي گاهه ۾ تماشبينن اڳيان جانورن يا ڪن ماڻهن سان مقابلو ڪرايو ويندو هو. اهڙيءَ نمايش کي "گليڊيئيٽريل" ڪري سڏيندا هئا. اهڙين نمائشن جو رواج ايترو ته وڌي ويو هو، جو هڪڙي ئي وقت ڏهن هزارن جو مقابلو ٿيندو هو. اهڙن تماشن ۾ ماڻهو ڏاڍي دلچسپي وٺندا هئا. جڏهن ڪوبه ماڻهو يا جانور ڦٽجي پوندو هو، ته انهن جي زندگي يا موت تماشبينن جي فيصلي تي ڇڏيل هوندو هو. هو جيڪو به اشارو ڏيندا هئا ته ان تي عمل ڪيو ويندو هو. جيڪڏهن آڱوٺن کي مٿي ڪندا هئا ته ان جو مطلب هو ته ان کي جيئدان ڏنو وڃي، ۽ جيڪڏهن آڱوٺن جو اشارو هيٺ ڪندا هئا ۽ ان سان گڏ 'هيبيٽ' (Habet) لفظ جو استعمال ڪندا هئا ته ان جو مطلب هو ته ان کي ماريو وڃي. هتي

رسڪن ھيءَ تشبيھہ انھيءَ مقصد سان استعمال ڪري ٿو تہ ڀين جاندار شين جو مقابلو ٿئي ٿو، پر ”گلڊيئيٽر“ جو موت تيستائين عمل ۾ نٿو اچي، جيستائين پبلڪ وٽان اجازت ملي. اھا لڙائي بہ ڪنھن ڪار جي نہ ٿي، جنھن ۾ انتھا آٽڻ جي طاقت فاتح جي وس نہ ھجي.

## ۸۱. بئڪس (Bsuhcas) ديوتا

”شراب جي ديوتا“ کي ’ڊايونيشس‘ بہ ڪري چوندا آھن. رسڪن ھن لفظ جي استعمال مان اھا مراد ورتي تہ اھو ساڳيو شراب راحت بخشي ٿو، ۽ اھو ساڳيو شراب زحمت جو باعث بڻجي ٿو. ھتي اھو مطلب آھي تہ دولت خود اھڙن ٻنھي نمونن ۾ استعمال ٿي سگھي ٿي.

## ۸۲. احمقانہ

يوناني ”پرائيويٽ“ انھيءَ ماڻھوءَ کي سڏيندا ھئا، جيڪو ماڻھو عوام جي ڳالھين ۾ دلچسپي ڪو نہ وٺندو ھو، رڳو پنھنجو پاڻ ۾ محو ھوندو ھو. اھڙي ماڻھوءَ کي ”احمق“ (idiot) پڻ سڏيندا آھن.

## ۸۳. شين جو قبضو

ھتي دولت جي وصف اھائي پيش ڪئي ويئي آھي، جا زينوفن يوناني ٻوليءَ ۾، ۽ ھوريس لاطيني ٻوليءَ ۾ ڏني آھي. زينوفن پنھنجي ڪتاب ”اوڪانامڪس“ ۾ ڄاڻايو آھي تہ ”جيڪو ماڻھو جن شين کي استعمال ڪري ڄاڻي، تہ اھي شيون انھيءَ

لاءِ دولت آهن. ۽ جيڪو ماڻهو جن شين کي استعمال ڪري نٿو چاهي، ته اهي شيون انهيءَ لاءِ دولت نه آهن." هوريس پنهنجي طنزيه ڪتاب ۾ چيو آهي ته "اهو ماڻهو جيڪو بنسريون تمام وڏي انداز ۾ ڪٺيون ڪري ٿو پر پاڻ نه بنسري وڄائي ڄاڻي نه وري سريلو ئي آهي، پيو چم ڪٺو ڪري ٿو پر موچي نه آهي، ٻيون جهاز گڏ ڪري ٿو، پر تجارت کان غير واقف آهي، ته اهڙي ماڻهوءَ کي سڀ ماڻهو سودائي ۽ چريو ڪري ڪوٺيندا - ۽ حقيقت ڪري آهي به ائين."

## ٨٤. ٻيو ٻيءُ

ٻئي ٻيءُ جو مطلب آهي شيطان، جنهن کي "ڪوڙ جو ابو" ڪري سڏجي ٿو. هن حضرت عيسىٰ کي برغلائي، پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. چون ٿا ته حضرت عيسىٰ چاليهه ڏينهن روزو رکيو هو ۽ هن ان کي چيو ته 'جيڪڏهن تون خدا جو پٽ آهين، ته پوءِ پنهنجي حڪم سان هنن پٿرن کي مانيءَ ۾ تبديل ڪري ڏيکار.' حضرت عيسىٰ ماڻهن کان سوال پڇيو ته 'او هان مان اهو ڪهڙو ماڻهو آهي، جنهن کان خدا جو پٽ مانيءَ جي طلب ڪري ته ان کي پٿر ڏئي ۽ جيڪڏهن مڇيءَ جي طلب ڪري ته ان کي نانگ ڏئي!' ان مان اهو مطلب آهي ته شيطان حضرت عيسىٰ کي مانيءَ جي گهُرَ تي پٿرن

جي آچ ڪئي، ۽ سچيءَ جي طلب تي نانگ پنجي حضرت آدم جو زوال آندو.

## ٨٥. خريداري ۽ وڪرو

انجيل ۾ اشارو ڏنل آهي ته جڏهن خريدار ۽ وڪڻندڙ جا ارادا مختلف آهن ته گناهه انهن سان ائين ڳنڍيو پيئو آهي، جيئن ڪن پٿر جي ٻن پٿين جي وچ ۾ ڪاٺ جو ٽڪرو ڪوڪي سان مضبوط ڪيل هجي، ۽ اهي پيئي پٿيون پاڻ ۾ جڪڙيون پيون هجن.

## ٨٦. صحيفي جو

حضرت زڪريا عليه السلام متي نهاريو ته ڏٺائين ته هڪڙي شيءِ آهي، جنهن کي کنڀ آهن. پڇيائين ته 'اهو مون ڇا ڏٺو؟ جواب مليو ته 'اهو هڪ صحيفو آهي جو سڄيءَ دنيا مٿان هلي پيو، ۽ انهيءَ جي ذريعي ئي چور جي چوريءَ، ٺڳ جي ٺڳيءَ، ۽ گنهگار جي گناهه جو اندازو معلوم ڪري سگهجي ٿو. اهو صحيفو چور، ٺڳ يا انهيءَ ماڻهوءَ جي گهر کي چنبڙي پوندو، جو منهنجي (خدا) نالي کي بدنام ڪندو. ۽ تيستائين انهيءَ گهر جي مٿان انهيءَ جو بار هوندو، جيستائين ان جي پٿرن ۽ ڪاٺ کي پچي، ساري گهر کي تباهه ڪري ڇڏيندو. هتي انهيءَ صحيفي مان مراد آهي خدائي قهر. وري به ملائڪ حضرت زڪريا وٽ پهتو ۽ چيائين ته ”تنهنجي مٿان هڪڙي شيءِ جو نزول ٿيو آهي.“ حضرت زڪريا پڇيو ته ”اهو ڇا آهي؟“

جواب مليس ته ”اهو ڳرو ماڻ آهي. اها ڀي ڪا ٻه شيءِ نه آهي، پر اهو يهودين جو گناهه آهي.“ لاطيني ٻوليءَ ۾ جيڪو ترجمو ٿيل آهي، ان موجب ’گناهه‘ جي جاءِ تي ’اڪين‘ جو لفظ استعمال ٿيل آهي. جڏهن هن ان جو ڏڪ ڪنيو ته هن کي هڪڙي عورت ڏسڻ ۾ آئي، جا ان ۾ ويٺل هئي. پڇيو ويو ته ”هن جو نالو ڇا آهي؟“ جواب مليو ته ”هن جو نالو پاپ آهي.“ ائين چئي، هن وري به ان کي ساڳئي ماڻ ۾ بند ڪري ڇڏيو، ۽ ان جو ڏڪ زور سان بند ڪري ڇڏيائين. وري ٻئي ڀيري حضرت زڪريا مٿي نهاريو ته ڪيس ٻه زالون ڏسڻ ۾ آيون. هنن کي عقاب جي کنڀن جهڙا مضبوط کنڀ هئا ۽ ان ماڻ کي زمين ۽ آسمان ۾ وچ ۾ کڻي هليون ويون. جڏهن هن کان پڇيو ويو ته ’ان کي ڪيڏانهن کڻي ويون. جواب مليو ته ’ان کي عراق جي طرف کڻي ويون ۽ ان جي جيڪا جاءِ ٺهيل آهي، انهيءَ تي ان کي رکيو ويندو......‘

## ٨٧. ڪٿي هئي...

حضرت دائود کي فلسطين جي لڙائيءَ ۾ ڏاڍي اڃ لڳي. بيٿلهيم (Bethlehem) جي کوهه مان پاڻيءَ جي طلب ڪيائين. سندس سپاهه مان ٽن ڄڻن دشمن جي لشڪر سان لڙي، کوهه مان پاڻي پري، اچي حضرت دائود جي اڳيان حاضر ڪيو. حضرت دائود اهو پاڻي نه پيتو ۽ هاري، چيائين ته ’خدا نه ڪري، جو آءٌ

اهو ڪم ڪريان. آءٌ انهن ماڻهن جو رت ڪيئن پيئندس، جن پنهنجون حياتيون منهنجي واسطي مصيبت ۾ وڌيون آهن!'

## ٨٨. جنهن جو ذالو...

يوناني عقيدي موجب جيڪي ٽي ڏسر جون ديويون هيون، انهن مان ٽسيفون هڪ آهي، ۽ سارو ڏينهن ۽ رات چهبڪ کڻيو، دوزخ جي دروازي تي ويٺي آهي.

## ٨٩. اپاس جو زهريلو وڻ

اپاس جو زهريلو وڻ، اهڙو آهي جنهن جي شاخن هيٺان ڪو به ماڻهو اچي، ته ان تي زهر جو اثر ٿئي. هتي انهيءَ وڻ مان مراد آهي "اڻ وڻندڙ اثرات."

## ٩٠. بيلنزونا

بيلنزونا، سئٽزرلنڊ ۾ ٽسينو نديءَ جي مٿان ليو گانو کان سورهن ميل اتر طرف آهي.

## ٩١. مسرت لاءِ...

هي لفظ انجيل جي فصل ١٢٨-٣ ۾ آهن، جن جو مطلب آهي ته 'اوهان جي زال انگور جي ڦريل ول وانگر آهي، جي اوهان جي گهر جي پاسن کان چوڌاري پکڙيل هوندي آهي، ۽ اوهان جا ٻار زيتون جي ٽاريءَ وانگر آهن، جيڪي اوهان جي کاڌي جي ميز جي چوڌاري ويهن ٿا.'

## ٩٢. شهزادي ريوپرٽ جا ڦڙا

**(prince Rupert's brops)**

جڏهن شيشي کي تپائي، ڳاري، پاڻيءَ ۾ وجهبو آهي، ته ان مان ڏيڏرن جهڙين شڪلين جهڙا ڦڙا تيار ٿي پوندا آهن. جيڪڏهن انهن جي ’پڇڻ‘ مان ڪو ٽڪرو ٽٽي پوندو آهي، ته وڏي ڌڪاءَ سان سڄا اتو ٿي پوندا آهن. اهڙا ڦڙا انگلنڊ ۾ پهريائين شهزادي ريوپرٽ ٺاهيا هئا.

## ٩٣. اگزين

يوناني ڏند ڪٿا موجب اگزين اهو ماڻهو چيو وڃي ٿو، جنهن پنهنجي سهري کي، دولت جي هوس سبب، پنهنجي شاديءَ جي سلسلي ۾ آچيل سوکڙي نه ڏني. ان جي عوض سهري کي دعوت ڏيئي، ٺڳيءَ سان، باهه جي کوري ۾ اڇلايائين. اهڙي طريقي سان هي منحوس ثابت ٿيو. زيئس مٿس رحم آڻي کيس گناهه کان آجو ڪيو، ته ان سان به اهڙي بدسلوڪي ڪيائين، جو سندس زال سان عشق ڪرڻ لڳو. پر اها نيت حاصل ڪانه ٿيس ۽ پوءِ ان جي پاڇي کي ياڪر پائڻ شروع ڪري ڏنائين، جنهن مان کيس اهڙو اولاد پيدا ٿيو، جو اڌ انسان ۽ اڌ حيوان هو. آخرڪار کيس هڪڙو گرم ۽ تيز ڏندن واري ڦيٿي سان جڪڙيو ويو، جو ڦيٿو دائمي طرح ڦرندو ٿي رهيو.

## ٩٤. ڊيماس جي چانديءَ جي کاڻ

انجيل ٽمٿيءَ جي ٻاڳي ٻئي، باب چوٿين جي فقري ڏهين ۾ آيل آهي ته 'هن دنيا جي پيار ڪري ڊيماس مون کي وساري ڇڏيو آهي.' چيو وڃي ٿو ته جان بنيان (John Bunyan) "پلگرمس پراگريس" ڪتاب ۾ ڊيماس کي هڪڙيءَ چانديءَ جي کاڻ جو ناظم ڪري ڏيکاريو آهي، جتي هو ساٿين کي تماشي ڏيکارڻ لاءِ ڪشش ڪري رهيو آهي، ۽ اتي اهڙو ته بندوبست رکيل آهي، جو جيڪو به ساٿي اتي اچي ٿو سو پهچڻ سان وڃي ان کاڻ ۾ پوي ٿو ۽ اتي ئي ختم ٿي وڃي ٿو. دولت کي انهيءَ ڪري ڊيماس ۽ ان جي کاڻ سان مشابهت ڏني ويئي آهي.

## ٩٥. جون

هن جو اصل نالو 'هيرا' آهي. هيءَ زيئس جي زال هئي. هن تي اگزين عاشق ٿي پيو، پر ناڪام رهيو.

## ٩٦. گيريان

يوناني ڏند ڪٿائن موجب گيريان هڪ وڏو راڪاس هو. هن کي ٽاڻ ۾ ڳنڍيل ٽي جسم هئا. هي سپيني تي حڪومت ڪندو هو. هن کي ڍڳن جي چوريءَ ڪري هرڪيولس قتل ڪري ڇڏيو. ڊانٽي هن کي غريب جي علامت ڪري پيش ڪيو آهي، ۽ دوزخ جي اٺين طبقي جي دروازي جو چوڪيدار ڪري شمار

ڪيو آهي، جتي اهڙن دوکيبازن کي سزا ڏني وڃي ٿي: هن کي ناپاڪ راڪاسن مان هڪ راڪاس ڪري شمار ڪيو وڃي ٿو.

## ٩٧. ازڪيل

حضرت ازڪيل خواب ۾ ڏٺو ته هڪڙي گاڏي آهي، جنهن ۾ جدا جدا صورتن ۾ جاندار يعني شينهن، پکي ۽ انسان ڦيٿن سان جڪڙيل آهن: اهي سڀ ڏوکي ڪندڙ انسان هئا، جن کي اهو عذاب ڏنو ويو هو.

## ٩٨. (الف) ...پوندا آهن

هيءَ اهو شيشو آهي، جنهن سان ماري پکين جي اکين تي اولڙو ڪري، کين آسانيءَ سان ڦاسائي وٺندا آهن.

## ٩٨. (ب) تفرقو

انجيل (پيٽر) جي باب ٻئي، فقري ٽئين ۾، حرص بابت چاٽايل آهي ته خدا تعاليٰ انهن ملائڪن کي سزا ڪاٽڻ کان آجو نه ڪيو، جن بهشت ۾ حرص جي پٺيان گناهه ڪيو. خدا تعاليٰ انهن ملائڪن کي دوزخ ۾ اڇلي ڇڏيو، انهيءَ لاءِ ته اهي ماڻهو، جي گناهه ڪرڻ جو خيال ڪن، سي سبق سکي باز اچن.

## ٩٩. (الف) ماڻيءَ جا پور

هن ۾ انجيل (لوڪا) جي انهيءَ عورت واريءَ ڳالهه ڏانهن اشارو ڪيل آهي، جنهن حضرت عيسىٰ کي عرض ڪيو ته سندس ڌيءَ وٽان شيطان کي تڙيو وڃي.

حضرت عيسىٰ ان مائيءَ کي چيو تہ ”پهريائين ننڍڙن ٻارن کي کارائڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ اها ڳالهہ واجب نہ آهي تہ ٻارن جي ماني کڻي، ڪتن کي اڇلي ڏجي.“ انهيءَ تي مائيءَ جواب ڏنو تہ ”ها، مالڪ، تنهن هوندي بہ ڪتا ميز جي هيٺان ننڍن ٻارن جا ٽڪرڙا کائي ٿا وڃن.“ تنهن تي حضرت عيسىٰ چيو تہ ’تنهنجي انهيءَ جواب ٻڌڻ کان پوءِ، شيطان تنهنجي ڌيءَ وٽان ازخود ئي نڪري ويو هوندو.“ هتي ڪتن جي اها مراد آهي تہ غريب ماڻهن کي حق آهي تہ هو حڪومت کان کاڌو، ڪپڙا، تعليم ۽ روزگار جي طلب ائين ڪن، جيئن ٻارڙا پنهنجن مائٽن کان خوراڪ جي طلب ڪن ٿا.

## ٩٩. (ب) سوڊوم جو صوف ۽ گموراه جا انگور

هن مان مراد اهو ميوو آهي، جو وانهڙوءَ کي پنهنجي ٻاهرئين حسن جي اثر سان ڪشش ڪري، پر جڏهن مسافر انهيءَ کي اچي هٿ لائي تہ ڦليهر ٿي پوي. سوڊوم ۽ گموراه ٻئي گناهہ جا شهر چيا وڃن ٿا. اهي انجيل جي جاگرافيءَ موجب سڊم جي بيابان ۾ بيٺل هئا. سوڊوم جو صوف ۽ گموراه جا انگور جديد تجارت جي فريب جو مثال پيش ڪن ٿا، جنهن جو لاڀ مزدور کي فقط ڦليهر ۽ زهر جي صورت ۾ حاصل ٿئي ٿو.

## ١٠٠. چمڪندڙ سون

مصنف آناج کي ’خدا جو سون‘ سڏي ٿو.

# ڪم آندل ڪتابن جي لسٽ


1. Ruskin "Unto This Last" by Monfries and Hollingworth (London University Tutorial Press Ltd.)
2. Ruskin "Unto This Last" by Eyre.
3. "Unto This Last and other essays onPolitical Economy" By John Ruskin.
4. "Unto This Last and Two Paths" By Ruskin.
5. "Sesame and Lilies" By Ruskin.
6. Encyclopaedia Britannica.
7. Chamber's Encyclopaedia.
8. Cassel's Cyclopaedia of English Literature.
9. Pears Cyclopaedia.
10. English toUrduDicticnary,Students Edition, Ferozsons, Karachi, Lahore, Peshawar.
11. English to Sindhi Dictionary by Anand Ram T. Shahani.
12. The old Testament, Newly translated from Latin Vulgate by M.G.R.RONAD.A.KNOX at the request of the Cardinal Arch Bishop of West Minister.

**Volume I**

Genesis—Esther

## Vol: II

Job—Machabees

13. New Testament of Our Lord and Saviour Jesus Christ.
Translated out of the original Greek & with the former translations diligently compared and revised.
By His Majesty's special command.
14. Saint Luke in Persian.
Rev: Dr: Bruce's revision.
15. Saint John in Persian.
Rev: Dr: Bruce's revision.
16. Saint Mathew in Persian.
Rev: Dr: Bruce's revision

17. همارے خداوند يسوع مسيح کا عهد جديد،
ورنيکلر کيتهولک، ٹرتهہ سوسائٹي، لاهور.
18. تاريخ بائيبل.
پنجاب ورنيکلر کيتهولک، ٹرتهہ سوسائٹي، لاهور.
19. اقتصاديات جا ابتدائي اصول.
مصنف: مسٹر محمد حسين ترک، ڊپٽي رجسٽرار،
سنڌ يونيورسٽي.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين "اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لِڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي تي تہ هو وَسَ پٽانـدڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہ ۽ ڏاهپ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڌي ٿي ڄَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَمَ- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اُٽجاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)